# چپيل شاهه جي رسالن

## جو تحقيقي ۽ تنقيدي اڀياس

سليم ڀٽو لطيفي

چڇپيل

# شاهہ جي رسالن

## جو تحقيقي ۽ تنقيدي اڀياس

سليم ڀٽو لطيفي

لطيفي تحقيقي تڪيو
ڄامشورو

| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | چيبيل شاهه جي رسالن جو تحقيقي ۽ تنقيدي اڀياس |
| ليکڪ: | سليم پٽو لطيفي |
| ٻيو ڇاپو: | 2005 |
| ڪمپوزنگ: | طارق حسن هيسباڻي |
| ڇپيندڙ: | سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، فون 2737290 |
| ڇپائيندڙ: | لطيفي تحقيقي تڪيو، ڄامشورو |
| مُلهه: | 100/= |

ملڻ جا هنڌ

ڪانيا واڙ بوڪ اسٽور، اردو بازار ڪراچي

سچل بوڪ سينٽر ۽ شاهه لطيف ڪتاب گهر، حيدر چوڪ، گاڏي کاتو حيدرآباد.

ڪتاب سپر مارڪيٽ، الرحيم هوٽل، جناح باغ، رابيل ڪتاب گهر، اسٽيشن روڊ لاڙڪاڻو.

عزيز ڪتاب گهر، بئراج روڊ سکر

# ستاءُ

## جي مٺي مورنہ پانئين............

مان پنهنجيءَ هي قلمي ڪاوش حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحہ جي شاعريءَ سان پيار ڪندڙ انهن فقيرن ۽ سگهڙن کي ارپيان ٿو جن جي خلوص، محبت، سچائي ۽ شاهہ جي بيتن تي بحث جي اڻ ترٽ مون ۾ همٿ پيدا ڪئي. منهنجو هي پورهيو انهن جي بي لوث محبت ۽ سُوڙائي جو ثمر آهي.

- سليم ڀٽو لطيفي

# وک وڌڻ کان اڳ ................!!

شاهه سائين جي رسالن جي ترتيب ۽ سهيڙ ڪندڙ محققن ۽ نقادن جي جاکوڙ جو علمي معيار پرک کان پراهون آهي. هر هڪ مرتب پنهنجي پيار جي پورهئي جي اپٽار ڪئي آهي ۽ انهن مان ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ ڊاڪٽر بلوچ جي تحقيق جو ته دل سان هر پڙهندڙ قدر ڪيو آهي، پر پوءِ به هر رسالي ۾ ڪنهن نه ڪنهن قسم جي سڌارن آڻڻ جي ضرورت محسوس ٿئي ٿي. هن حقيقت جي نشاندهي هر محقق پنهنجي طرفان ترتيب ڏنل رسالي جي ورقن ۾ ڪئي آهي. 1923ع ۾ جڏهن ڊاڪٽر گربخشاڻي رسالي جي تحقيق جو ڪم هٿ ۾ ڪنيو ته صاحب موصوف پنهنجي دور کان اڳ جي رسالن کي دليلن ۽ ثابتين سان ڪٽل، اڻپورا، غير تحقيقي ۽ غير معياري قرار ڏنو ۽ انهن ۾ سڌارا آڻڻ جي نيت سان اڳتي قدم وڌايو پر ان وقت جي عالمن ۽ رسالي جي ڄاڻن موصوف جي محنت کي به نامڪمل سڏيندي سڌارن آڻڻ جي ڳالهه ڪئي ۽ تحقيق ۽ تنقيد جو هڪ ڊگهو سلسلو شروع ٿي ويو. هن ڏس ۾ پيرو مل مهر چند آڏواڻي سڀ کان نمايان رهيو.

هن کان پوءِ وارن محققن ڪا خاص تبديلي نه آندي ۽ رسالن جي ترتيب ڏيندڙن جا به گروهه وجود ۾ آيا. هڪڙن ڊاڪٽر گربخشاڻي جي پيروي ڪئي ته ٻين وري بمبئي واري ڇاپي ۽ مرزا قليچ جي پيروي ڪئي ۽ حيرت جي حد تائين انهن رسالن جي سٽاءَ ۾ سرن جي تعداد کان وٺندي، داستانن جي ترتيب ۽ تعداد، بيتن جي ترتيب ۽ تعداد ۾ هڪجهڙائي محسوس ٿي، نه رڳو ايترو پر تلفظ ۽ صورتخطيءَ ۾ به ڪو فرق نه آهي. هنن جي محنت غير تحقيقي رهي ۽ صرف نالي ڳڻائڻ خاطر رسالي جو هڪ وڏيڪ نسخو ڇپرائي پڌرو ڪيو. هن دور تائين، پيرومل کان پوءِ ڪنهن به محقق ۽ نقاد شاهه سائين جي ڇپيل رسالن جي صحت تي ڪابه راءِ نه ڏني. بهرحال پيرومل جو ڪتاب "گربخشاڻي وارو

شاھ جو رسالو منهنجي نظر ۾“ لطيفات جي موضوع تي تنقيدي ۽ تحقيقي لحاظ کان خاصي اهميت رکي ٿو.

متئين پوري پس منظر ۾ وري ويجهڙائي ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب، ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واري طرز تي رسالو ترتيب ڏنو آهي. هن صاحب مختلف جلدن ۾ شاھ سائين جي ڪلام تي تفصيلي بحث ڪيو آهي. جن بيتن کي صاحب موصوف غير لطيفي ڪلام سمجهيو آهي، سي ”رسالي جو ڪلام“ جلد ڏهون ۾ رکيا آهن. هر هڪ بيت کي ڏاريو بيت قرار ڏيڻ لاءِ بلوچ صاحب تفصيلي ذڪر ڪيو آهي ۽ بلوچ صاحب جو هيءُ قدم بحث طلب آهي، ڇاڪاڻ تہ چند تاريخي حوالن کي بنياد بڻائي بيت خارج ڪيا ويا آهن ورنہ گهڻو تعداد بيتن جو صرف مفروضن جي بنياد تي خارج ڪيو ويو آهي. تفصيلي بحث هن ڪتاب جي مختلف مضمونن ۾ ٿيل آهي.

انهيءَ کان علاوه بلوچ صاحب جن بيتن کي نج لطيف سائين جو ڪلام سمجهيو آهي اهڙن بيتن تي مشتمل ”شاھ جو رسالو“ پڻ ترتيب ڏنو آهي. هي رسالو بہ ٻين رسالن وانگر تحقيق ۽ تنقيد جي گنجائش رکي ٿو. ڇاڪاڻ تہ بلوچ صاحب بيتن جو پڙهڻيون بدلايون آهن، معنيٰ ۽ تشريح ۾ بہ ٻين سان اختلاف قائم رکيو آهي، ٻوليءَ جي تلفظ ۽ صورتخطي ۾ پڻ بگاڙ آندو آهي. رسالي جي هنن پهلوئن تي پڻ هن ڪتاب جي مضمونن ۾ بحث ٿيل آهي پر هن ڏس ۾ حاجي ٻانهون خان شيخ جو ڪتاب ”شاھ جو ڪلام ـ رسالي جو ڪلام“ بلوچ صاحب جي رسالي تي، مهر چند آڏواڻيءَ واري مٿي ذڪر ڪيل ڪتاب وانگر حاجي ٻانهون خان شيخ جو هي ڪتاب پڻ وڏي اهميت رکي ٿو، ڇاڪاڻ تہ هي ڪتاب نہ رڳو ويجهڙائيءَ ۾ لکيو ويو آهي پر ساڳئي وقت هن وقت تائين ٿيل رسالن جي ترتيب، صحت، بيتن جي تعداد، بيتن ۾ اضافي سٽن، بهتر پڙهڻين تي بحث ڪيو ويو آهي ۽ ساڳئي وقت هن قسم جي گهڻ رخي تحقيق ۽ تنقيد جي بنيادن تي رسالن ۾ هر قسم جي سڌارن آڻڻ جي ضرورت کي محسوس ڪرايو ويو آهي تہ جيئن هڪ مڪمل ۽ مستند، غلطين کان پاڪ رسالي جي تياريءَ جو عمل ممڪن ٿي سگهي.

هن ڪتاب ۾ شامل مواد جو مقصد ٻين جي اهليت ۽ ڏاهپ کي رد ڪرڻ نہ آهي ۽ نہ ئي انهن جي ڪيل پورهئي جي پت وڃائڻ آهي، اهي سڀ جا سڀ محترم نهايت ادب ۽ احترام جي لائق آهن. علم ۽ ادب ۽

ان جي تحقيق ۽ تنقيد کي فطري اصول تحت اڳتي وڌڻو آهي، نون نظرين ۽ رجحانن جي اثر کي قبول ڪرڻو آهي. هن معاملي ۾ حساس يا جذباتي ٿيڻ جي ضرورت نہ آهي. نهايت ڌيرج سان عقل ۽ فهم کان ڪم وٺڻو آهي ڇاڪاڻ تہ تحقيق جي سلسلي ۾ اهڙا مرحلا ۽ موڙ ايندا آهن جو عقيدا متاثر ٿيندا آهن، پراڻا عقيدا پنهنجو اثر وڃائيندا آهن ۽ نوان عقيدا قائم ٿيندا آهن، ڪيترن ئي رازن تان پردو کڄندو آهي ۽ ڪيترائي ڳجهہ ڳوليا ويندا آهن.

مول مقصد اهو آهي تہ منهنجي راءِ ڪا حتمي راءِ نہ آهي، ٻيو ڪو اڳتي قدم بہ وڌائي سگهي ٿو، پر في الوقت ضرورت هن ڳالهہ جي آهي تہ موجود سرڪاري ادارن ۽ لطيفات تي ڪم ڪندڙ محققن کي گڏجي سڏجي هڪ مڪمل ۽ مستند رسالي جي تياريءَ جي ڪم کي هٿ ۾ کڻڻ گهرجي. عملي طور محنت ۽ محبت سان ۽ فراخدلي ۽ سوچ سان هن ڪم کي مڪمل ڪري سگهجي ٿو. لطيفي سگهڙن ۽ فقيرن جو سهڪار بہ سلهاڙڻ گهرجي. نون ۽ اڻ ڇپيل بيتن جي ڳولا ڪري تحقيق هيٺ آڻي رسالي ۾ شامل ڪرڻ گهرجن، اصطلاحن ۽لفظن جي معنيٰ ۽ تشريح بہ تز طئي ڪرڻ گهرجي، بيتن جون ڪٿل سٽون ۽ اختلافي پڙهڻيون بہ جانچڻ کپن. مطلب تہ شاهہ سائين جي ڪلام جي تاريخي پسمنظر تي تحقيق ڪري ڪردارن ۽ ماڳن مڪانن جي بہ چنڊڇاڻ ٿيڻ گهرجي ۽ جديد سائنسي علوم سان بہ بيتن جي هم آهنگي کي پرکڻ گهرجي، تصوف جي حوالي سان بہ پيرائتو پنڌ پرجهڻ گهرجي، ايندڙ نسلن لاءِ شاهہ شناسي کي سولو سمجهائڻ خاطر هنري اصطلاحن، مرحلن، محاورن ۽ چوڻين، رسمن، رواجن ۽ اهڙين شين ۽ اوزارن جا نالا جيڪي جديد اليڪٽرانڪ ايجادن سبب ميسارجندا ٿا وڃن. انهن کي محفوظ ڪرڻ لاءِ هڪ جامع لغت جڙڻ گهرجي ورنہ ايندڙ نسلن لاءِ شاهہ سائين جو ڪلام سمجهڻ اڃا بہ مشلڪل تي پوندو.

اڄ اسان وٽ ارٽ، آڏاڻو ۽ نار اڻلڀ آهن، سياڻي انهن شين سان تعلق رکندڙ اصطلاح، ۽ لفظ بي معنيٰ ٿي پوندا.

شاهہ سائين جي شاعريءَ جو تاڃي پيٽو سنڌ جي ڀرواڙيءَ جو ماحول آهي، ٻولي عوامي آهي، وسعتن جي تہ ڪا بہ سرحد نہ آهي، تنهنڪري شاهہ سائين جي فڪر کي سمجهڻ لاءِ انفرادي نہ پر جامع سوچ ۽ فهم جي ضرورت آهي. صرف ڊاڪٽر يا ملو هئڻ ڪافي نہ آهي. شاهہ

سائين تي اڄ تائين گهڻي قدر پڙهيل لکيل شهري عالمن ۽ سرڪاري محققن ڪم ڪيو آهي. جن ڪلام جي علمي اهميت کي اجاگر ڪيو آهي پر عوامي ٻولي، ان جي لهجن، اصطلاحن، محاورن ۽ معنائن کي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ لاءِ ايتري ڪوشش نه ورتي آهي. اهڙيون معنائون ۽ سمجهاڻيون صرف ٻهراڙين ۾ رهندڙ لطيفي سگهڙن ۽ ڏاهن ذات ڏٺين کان ئي ملي سگهن ٿيون. پر اها وڏي ڪُوڙائپ آهي جو اسان جي نج ۽ خوبصورت ٻولي اڃا سهيڙ جي ڪانه سگهي آهي. ۽ نه ئي ان کي علمي ڪتابن ۽ درسگاهن ۾ جاءِ ڏني وئي آهي يا ان جي لائق نه سمجهيو آهي. تنهنڪري شاهه جي شاعري، نج نبار ٻولي، خوبصورت ۽ آسودي ثقافت اسان کان موڪلائي وئي آهي. جيستائين شاهه سائين جي ٻوليءَ جو فهم ۽ اهميت نه سمجهنداسين تيستائين شاهه سائين جو اصل فڪر ۽ زندگيءَ سان لاڳاپيل رنگ ۽ رچاءُ سمجهه ۾ نه اچي سگهندو. هن ڪتاب ۾ شامل هر مضمون ۾ انهيءَ پسمنظر ۾ تحقيق ۽ ترتيب جي ڳالهه ڪئي وئي آهي ۽ غلطين جي نشاندهي به ڪئي وئي آهي. هي پيار جو پورهيو آهي. جنهن ۾ فقيرن ۽ سگهڙن جو ساٿ ۽ سهڪار شامل آهي. هن ڪتاب جي سرجڻ ۾ چندچاڻ ۽ ڳولا ڦولا جو جذبو ئي محرڪ بڻيو آهي ۽ اميد ڪجي ٿي ته هن ڪتاب جي مطالعي کان پوءِ پڙهندڙن اڳيان شاهه سائين جي شاعريءَ جي سونهن، فڪر، فلسفي ۽ ٻولي کي سمجهڻ سولو ٿي پوندو ۽ هر عام ۽ خاص آساني سان شاهه جي ڪلام کي پڙهي ۽ پروڙي سگهندو. ورنه منجهيل معنيٰ ۽ تشريح سبب شاهه جو پيغام ۽ فڪر پنهنجي معنويت ۽ افاديت وڃائي ويهندو.

شاهه سائين جي ڪلام تي باقاعدي پروگرام تحت ڪنهن به اداري ڪو منصوبو ناهي ناهيو. اسان کي خبر آهي ته ادارا ڳالهين سان ناهن نهندا پر وڏي محبت ۽ محنت جي ضرورت هوندي آهي. اسان جي اڳيان ڪيترائي ادارا آهن جيڪي اهڙي طرح نهيا ۽ ختم ٿي ويا پر لطيف شناسي جي سلسلي ۾ ڪائي خاص قسم جي خدمت ڪانه ٿي ٿئي.

خوشي جي ڳالهه اها آهي ته لطيفي لات جي ذات ڏٺين جي سٿ ۽ ساٿ سان نه رڳو هن ڪتاب جو سرجڻ ٿيو پر گڏ ٿيل مواد کي وري محترم مرتضيٰ سيال عبرت مئگزين جي سلسليوار پرچن ۾ شايع ڪيو ۽ انهن سيني مضمونن کي ڇپڻ لاءِ موقعو ڏيئي وڏا وڙ ڪيا آهن. اميد ته هنن مهربانن جو هن ڏس ۾ ساٿ شامل رهندو ۽ ٻيا سڀ سڄاڻ سڄڻ به

سوڙائي ڪندا ۽ پنهنجي راءِ جي روشني بہ مهيا ڪندا رهندا. مان اوهان جي راءِ ڪي لطيف شناسي جي تعليم ڏيڻ ۽ ان جي سجاڳي لاءِ پاڻ پتوڙڻ وارين خدمتن ۾ شامل سمجهندس تہ جيئن وڏيڪ ڪم ٿي سگهي ۽ لطيف شناسيءَ سان واڳيل سيني محققن کي پڻ پيارءِ پاٻوهہ سان ست ۾ شامل ٿي ويچار ونڊڻ جي ڪوٺ ڏجي ٿي ۽ اميد تہ اڳتي وڌڻ ۽ لوچي لهڻ ۾ سبيلي ثابت ٿيندا.

پنهنجو پاڻ پل، ليڪو ڪهڙو لوڪ سين،
جا چرندين ول، ايندئي سا اوڳار ۾.

توراڻتو
**سليم پنو لطيفي**
لطيفي واهيرو، A-47 فيز 11
سنڌ يونيورسٽي سوسائيٽي ڄامشورو
فون (022_2771650)

# ٻہ اکر

شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي شاعريءَ تي تحقيق ميرعبدالحسين سانگيءَ کان سليم ڀٽو لطيفيءَ تائين ڏيڍ صديءَ جو هڪ ڏگهو سفر طئي ڪيو آهي پر حيرت جي ڳالهہ آهي تہ اسين اڃا تائين ڪنهن بہ عالم جي مرتب ڪيل رسالي کي مستند ۽ مڪمل رسالو مڃڻ لاءِ تيار نہ ٿا ٿيون. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي تحقيق کي سائنسي انداز ۾ ڪيل اعليٰ درجي واري تحقيق مڃڻ جي باوجود ڀيرومل مهر چند آڏواڻي پاران متس اٿاريل اعتراضن جو پڙاڏو اڄ بہ ٻڌڻ ۾ اچي ٿو. جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجو نورنچوئي سالن جا سال محنت ڪري مختلف دورن جي ڪيترن چپيل توڙي اڻ چپيل رسالن جي پيٽ ڪانپوءِ تحقيق ڪري تمام تفصيل سان بحث ڪري شاهہ سائين جي رسالي مان ڌاريو ڪلام ڪيڏي ڌار ڪرڻ جي ڪوشش بلڪ دعويٰ ڪئي آهي پر ماڻهو ان مان بہ مطمئن ڪو نہ آهن. سڀ کان پهرين جناب ٻانهي خان شيخ ڊاڪٽر صاحب پاران رسالي مان ڌاريو ڪلام ڌار ڪرڻ لاءِ اختيار ڪيل معيارن تي اعتراض واريو تہ انهن ۾ يڪسانيت ڪانهي. هڪڙن بيتن لاءِ اختيار ڪيل معيار ۾ ماپا بين بيتن لاءِ رد ڪيا ويا آهن ۽ انهن لاءِ وري ٻيا معيار قائم ڪيا ويا آهن، جيڪي اڃا تئين قسم جي بيتن سان لاڳو نہ ڪيا ويا. سندس انهيءَ ننڍڙي ڪتابڙي ”شاهہ جو رسالو شاهہ جو ڪلام“ جي جواب ۾ ڊاڪٽر صاحب سندس ڪجهہ اعترضن کي درست قرار ڏنو (اهڙو خط ڪلاچي تحقيقي جرنل ۾ چپيل آهي) وري جڏهن اسان شاهہ لطيف چيئر پاران ٻانهي خان شيخ جو مرتب ڪيل رسالو ٽن جلدن ۾ مفصل معنائن ۽ اعرابن سان شايع ڪيو تہ جتي گهڻن عالمن، اديبن ۽ عام پڙهندڙن جي وڏي انگ ان کي ساراهيو اتي ڪن صاحبن اعتراض بہ ڪيا. خاص ڪري امداد حسيني، عنايت بلوچ ۽ انب گوپانگ ان جي ڪن بيتن، پڙهڻين ۽

معنائن سان اختلاف ڪيو. آءُ ان تي رنج نہ پر خوش آهيان جو اها هڪ صحتمند روايت آهي تہ ڪنهن بہ ماڻهوءَ طرفان ڪيل محنت کي موٽ ملي ٿي ۽ ادبي تنقيد يا ڇنڊڇاڻ جي روايت مضبوط ٿئي ٿي.

سليم ڀٽو لطيفي پڻ اهڙي روايت جي سلسلي ۾ ڊاڪٽر بلوچ جي پاران ڇپايل ڏهن جلدن واري رسالي جي ڪن ڳالهين سان اختلاف ڪيو آهي. اهي اعتراض ۽ اختلاف ڪنهن بہ ريت انهن عالمن جي ڪيل پورهئي جي نفي نٿا ڪن ۽ نہ ئي سندن نيڪ نيتي ۽ خلوص تي ڪنهن قسم جو شڪ ٿا ظاهر ڪن بلڪ اهي ظاهر ڪن ٿا تہ اسان وٽ سوچيندڙ ذهن آهن ۽ ڪا بہ ڳالهہ اکيون پوري قبول ڪرڻ بدران ان بابت دليلن سان پنهنجي اختلافي راءِ ڏيڻ وارو حق استعمال ٿا ڪن. محققن جي ڪم جي باري ۾ اهڙي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ کي همٿائجي. ڇو تہ تنقيد هيٺ آيل تحرير جي لاءِ اها زندگي جي ضامن هوندي آهي ان ڪري ضروري آهي تہ جنهن ماڻهوءَ پورهيو ڪيو آهي ۽ تمام گهڻي پيار مان ڪيو آهي ان کي جس ڏيندي غيرجذباتي انداز ۾ سندس ذات جي نہ پر ڪم جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ کي فراخ دليءَ سان قبول ڪريون.

هن ڪتاب لاءِ پڻ ساڳي ڳالهہ ڪري سگهجي ٿي. ڪتاب جي پهرين مضمونن ۾ سر ڪيڏاري کي رسالي جي ڪن نسخن مان خارج ڪرڻ تي بحث ٿيل آهي، اهو بحث اڄ جو نہ پر سالن کان هلندڙ آهي ۽ جيڪڏهن محقق ان کي رد ۽ قبول ڪرڻ ۾ پنهنجون توانائيون خرچ ڪرڻ تي بضد آهن تہ ڀلي ڪن.... اهو مسئلو حل ٿيڻو ئي ڪونهي ڇو تہ ان ۾ عقيدي جو بہ عمل دخل آهي. البت ان ۾ شامل بيتن جي معنائن تي نظرثاني ڪرڻ جي ضرورت محسوس ڪجي ٿي. مثال طور ڪجهہ بيتن جي معنائن مان اهو تاثر ٿو نڪري تہ ڳجهيون ڪانئرن جو ماس کائڻ بدران سورهين جو ماس کائڻ کي ترجيح ٿيون ڏين (ڪين ڪڳمارو، ڪانئر پيو ڪنو ٿئي) اتي ڳجهہ جهڙي نفرت جوڳي جانور کي الائي ڇو سمجهدار سمجهيو ۽ ڄاڻايو ويو آهي پر ٻئي طرف سورهين جي لاشن تي ڳجهن جي لامارن ۽ سندن ماس پٽڻ جو تصور طبيعت خراب ڪريو ڇڏي.... ڇا انهن بيتن جي اها ئي معنيٰ ڪيجي يا ڪٿي معنائن جي ڏس ۾ اسان کان غلطي ٿي رهي آهي (هاڻي اهڙي هڪ زناني ڳالهہ ڪرڻ سان مرگو منهنجو حشر اهڙو نہ ٿي وڃي).

سليم ڀٽو صاحب محققن پاران ڪيترن بيتن کي رسالي مان

خارج ڪرڻ تي ڌڪ تو ڪري ۽ ساڳئي وقت پاڻ ڪيترن نون بيتن يا اضافي سٽن جي داخل ڪرڻ تي بضد آهي پر اهڙو ڪو سبب يا دليل نٿو ڏي جنهن کي جواز طور پيش ڪجي. هن ڪيترن بيتن ۾ درستيون ڪرڻ جي سفارش ڪئي آهي (جن مان ڪي ته اڳ ۾ پيرومل پڻ پيش ڪري چڪو آهي) پر انهن درستگين جو ذريعو ڪهڙو آهي ۽ انهن کي ڇو قبول ڪجي ان لاءِ ڪو به سبب نٿو ڄاڻائي. مثال هي بيت ڏسو جيڪو ڊاڪٽر بلوچ صاحب شاهه جو نه پر رسالي جو ڪلام ڪري ڄاڻايو آهي.

خودي جن خراب، سي پرور ڪيا پنهنجا.
ڇڏي هٿ حباب، اگهيا در درگاهه جي.

پنهوَر صاحب چوي ٿو ته آخري سٽ جي بهتر پڙهڻي هيءَ آهي:

ڇڏي هٿ حباب، اگهيا در دوست جي

وري ٻيو هڪ بيت جيڪو اڳ ۾ ئي اخبارن ۾ گهڻو بحث هيٺ آيو آهي ان جي سٽ آهي:

ظاهر ۾ زاني، فڪر ۾ فنا ٿيا.

ان سٽ ۾ ڊاڪٽر صاحب "ظاني" ورتو آهي. هاڻ پنهوَر صاحب ٻنهي لفظن تي اعتراض ڪري هڪ ٽيون لفظ ٿو پيش ڪري ته اتي "زماني" وجهڻ گهرجي. اهو پاڻ ڪهڙي اختيار هيٺ ٿو ڪري سگهي، اهو ڪو نه ڄاڻايو اٿس البت ذهن ۾ اهو سوال ضرور ٿو اٿي ته ڪنهن فرد واحد طرفان اهڙيون "بهتر پڙهڻيون" بنا جواز جي قبول ڪرڻ سان رسالي جي "بهتر" صورت ڪٿي پهچندي.

معنائن جي حوالي سان سليم پنهوَر لطيفي صاحب پڻ ڪي بحث طلب ڳالهيون ڪيون آهن. شاهه صاحب جي هڪ سٽ آهي:

پري پتنگ آئيا، سري سمائي جهل.

هن سٽ ۾ لفظ "سري" تي پڙهڻيءَ جي حوالي سان اختلاف آهي. ڊاڪٽر بلوچ "س" تي پيش ڏئي ان کي "سُري" لکيو آهي جڏهن ته ٻانهي خان شيخ "س" جي هيٺيان زير ڏئي ان کي "سِري" لکيو آهي. ان لاءِ پنهوَر صاحب لکي ٿو:

"هاڻ" سُري" جي معنيٰ ٿيندي سِرڪي. چري. رڙهي ۽ "سري" لفظ جي معنيٰ هڪ لحاظ کان سسي ۽ ٻچي ٿيندي پر لهجي ۾ فرق سبب

ساڳي معنيٰ بہ ٿي سگهي ٿي پر پوءِ بہ صورتخطي جو فرق رهيو. ان ڏس ۾ منهنجي ناقص راءِ اها آهي تہ ان کي سمجهڻ ۾ فرق آهي. "سُرڻ" مصدر آهي جنهن جي معنيٰ چرڻ ۽ رڙهڻ تہ آهي پر اهو چرڻ ۽ رڙهڻ هر قسم جي حرڪت لاءِ نٿو استعمال ڪري سگهجي. نانگ، سئوپيري، ۽ ڪي جيت "سرندا" آهن ان ڪري انهن جاندارن جي مخصوص قسم جي حرڪت کي سرڻ چئبو آهي. وچولي ۽ لاڙ جي لهجن ۾ بہ انهيءَ کي سُرڻ ئي چئبو آهي ۽ اتي بہ اهي جيت "سُرندا" آهن. "سِرندا" ڪو نہ آهن باقي اتي رڙهڻ ۽ ريڙهڻ ۽ کسڪڻ ۽ کسڪائڻ لاءِ "سِرڻ" ۽ "سيرڻ" لفظ آهن. هڪ جاءِ تان ٻي جاءِ تي "سِرڻ" يا "سِرڻ" جو مفهوم جيت جي "سُرڻ" کان مختلف آهي ماڻهو سري ويجها ويندا آهن انهيءَ ڪري پتنگن جو سهائي تي اچڻ علامتي انداز ۾ پيش ڪرڻ مهل سري ويجهو ٿيڻ واري مفهوم ۾ سمجهڻ وڌيڪ بهتر ٿيندو بنسبت پتنگ جي جيت واري حيثيت ۾ "سُري" اوڏانهن وڃڻ جي باقي "سِريءَ" کي سسيءَ ياڳچيءَ واري معنيٰ ۾ هتي آڻي نٿو سگهجي.

معنائن ۾ مونجهاري بابت لکندي هي بيت بہ بحث هيٺ آيو آهي:

لاکو لکيءَ تي چڙهي، لکي لاکي هيٺ،
سونهريون سرکيو، پيڙيون ٻڌي بيٺ،
ڪندو ڏمر ڏيٺ، صباح ساڻ سپ ڪنهن.

هاڻي ڏسبو تہ هتي هي لفظ "سونهريون" آهي ان جي معنيٰ "تراريون" ڪئي وئي آهي. ان کي ڪن "سونهاريون" لکيو آهي معنيٰ سونهن واريون (ڏاڙهيون چو نہ؟) ڪن وري "سونيريون" لکيو آهي جنهن جي باري ۾ چيو وڃي ٿو تہ "سونير" نالي هڪ ڍنڍ آهي اها صورت ان لفظ جي حالت جري آهي. "سونيريون" معنيٰ سونير کان. هاڻي اسين جيڪڏهن شاهہ صاحب ياران اهڙن لفظن جي حالت جري ۾ استعمال کي ڏسنداسين تہ هو آخر ۾ "يون" بدران "يان" پڇاڙي لڳائيندو. "سيني کان" کي "سينئان" چوندو، ان ڪري اها پڙهڻي يا اها سمجهاڻي قبول نٿي ڪري سگهجي، انهيءَ ساڳئي قسم جي بناوت ۽ معنيٰ بابت پنو صاحب بہ بحث ٿو ڪري:

لاکو نہ لاهي، هني مٿان هٿڙا،
گهونيريان گهيڙ ڪري، اپوئي آهي،
وڃيو سي ڪاهي خاصيون جي ڪنگهار جون.

هاڻي لفظ ”گھونيريان“ کي ڪي مرتب ”گھنيريان“ ڪي ”گونيريان“ تہ ڪي ”گھٽيريان“ ٿا لکن. چون ٿا تہ گھنير يا گونير ھڪڙو ماڳ آھي ۽ اھو لفظ ان جي حالت جري آھي.

هاڻي ڏسبو تہ ”سونير“ ۽ ”گونير“ جيڪڏھن ماڳن جا نالا آھن ساڳئي سر ۾ ساڳئي ڪردار جي حوالي سان استعمال ٿيا آھن تہ ٻنھي لفظن جي حالت جريءَ ۾ صورت مختلف ڪئين ٿي؟؟

پيرومل پڻ انھن لفظن تي بحث ڪيو آھي.

سليم پتو صاحب ڊاڪٽر بلوچ پاران ڇپرايل ڏھن جلدن ۾ سنڌي لفظن جي صورتخطيءَ ۾ تبديليءَ تي پڻ تنقيد ڪئي آھي جيئن ”چنڊ“ کي ”چندر“ ۽ ”ڊيل“ کي ”ڊريل“ لکڻ، سو منھنجي خيال ۾ ڊاڪٽر صاحب سيني جلدن ۾ ائين ڪونہ ڪيو آھي ڪنھن مرحلي تي اچي ھن انھيءَ ڳالھ تان ھٿ ڪنيو آھي، ان ڪري اھو بحث ھاڻي اجايو آھي.

مجموعي طرح سان ڏٺو وڃي تہ ھي ڪتاب سنڌي ادب ۾ ھڪ سٺو واڌارو ثابت ٿيندو.

**ڊاڪٽر فھميده حسين**

# سنڌي ادب ۾ تحقيق ۽ تنقيد جي کوٽ

سنڌي ادب دنيا جي شاهوڪار ترين ادب مان هڪ آهي. سنڌي ادب ۾ اسان کي اهڙا ڪيترائي نالا ملندا جن کي نہ صرف ديس پرديس کان باهر بہ شهرت حاصل آهي پر انهن پنهنجي محنت ذريعي. پنهنجي شاندار فڪر ذريعي پاڻ کي پوري دنيا ۾ مڃايو آهي. اڄ انهن اديبن ۽ شاعرن کي عالمي حيثيت حاصل آهي. انهن ۾ هڪ وڏو نالو شاعرن جي سرتاج حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو آهي، جنهن جي فڪر کان متاثر ٿي مختلف ٻولين وارا ان کي پنهنجين ٻولين ۾ ترجمو ڪري چڪا آهن ۽ اهو سلسلو اڃا هلندڙ آهي. هن وقت شاهہ سائينءَ کي هڪ عالمي شاعر واري حيثيت حاصل آهي. اهو سنڌي ادب جنهن کي ڪمال درجي جي حيثيت حاصل آهي. اڄڪلهہ ان ۾ ٻن شين جي سخت کوٽ نظر اچي رهي آهي. اهي آهن تنقيد ۽ تحقيق. انهن شين جي کوٽ هجڻ سبب سنڌي ادب جي واڌ ويجهہ ۽ ترقيءَ اڳيان ڪافي رنڊڪ محسوس ٿئي ٿي. اها حقيقت آهي تہ پوري دنيا جي ادب ۾ تنقيد کي هڪ خاص حيثيت حاصل آهي ۽ ان تنقيد ذريعي ئي لکڻين جي معيار کي بهتر کان بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي آهي. ٻاهرين دنيا ۾ نقاد کي وڏي عزت ۽ احترام جي نظر سان ڏٺو ويندو آهي ۽ ان کي اهڙا موقعا ڏنا ويندا آهن تہ جيئن هو پنهنجي جاڻ، سوچ ۽ سمجهہ ذريعي ليکڪن جي تنقيد ذريعي اصلاح ڪري سگهي ۽ اها تنقيد جيڪا اصلاح جي جذبي هيٺ ڪئي وڃي. اها لکڻين کي سنوارڻ، سڌارڻ ۽ بهتر بڻائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪري ٿي پر افسوس جو اسان وٽ اهو رواج ختم ٿيندو پيو وڃي. هتي هڪ نقاد کي گهٽو ڪري سٺي نگاهہ سان نہ ڏٺو ويندو آهي ۽ ان کي تلخ نظرن هيٺ آندو ويندو آهي. تعريف جي مٺي زهر جا هيراڪ اسان جا ماٺهو تنقيد کي پنهنجي عزت نفس جو مسئلو

ٻڌائي وٺندا آهن ۽ نقاد کي دشمني واري دائري ۾ سمجهڻ لڳندا آهن. اهو ئي سبب آهي جو هي سلسلو ڏينهون ڏينهن پوئتي پوندو پيو وڃي. اسان وٽ اعليٰ درجي جا نقاد تہ موجود آهن پر انهن مان اڪثريت ان ڪري خاموش آهي جو تنقيد جي بدلي انهن اڳيان جيڪا صورتحال برپا ڪئي ويجي ٿي، اها ڪنهن بہ با حيثيت ماڻهو لاءِ سهپ جوڳي نہ ٿي هجي. اسان وٽ پاڻ وڏائڻ پنهنجي حيثيت ناهڻ لاءِ "تعريف ڪريو" جو ڪلچر عام ٿي چڪو آهي، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو آهي جو معياري ادب جون واٽون آهستي آهستي بند ٿينديون نظر اچي رهيون آهن. ساڳيو حال تحقيق جو پڻ آهي. هڪ محقق جيڪو پنهنجو نور نچوئي، اکين ۾ اوجاڳا ڪاٽي مسلسل محنت ذريعي ڪا نئين شيءِ ڏئي ٿو تہ بجاءِ ان جي عمل جي حوصلہ افزائي ڪرڻ جي، ان تي مختلف قسمن جي الزام تراشي ڪري سندس اڳتي وڌڻ جا رستا بند ڪيا وڃن ٿا. اسان جو وڏو الميو اهو بہ آهي تہ هتي بجاءِ ذات تي نظر وجهڻ جي ذات تي نظر وڌي پئي وئي آهي. جڏهن هڪڙو ننڍڙو ڪم ڪو نالي چڙهيو ماڻهو ڪري ٿو تہ، "اهو صحيح ۽ سٺو هوندو" چئي اکيون ٻوٽي واهہ واهہ ڪئي وڃي ٿي ۽ ان تي تنقيد کي ڏوهہ تصور ڪيو وڃي ٿو، پر جيڪڏهن ان کان سٺو ڪم ڪو نئون ماڻهو ڪري ٿو پر "مشهور نالو" نہ هجڻ ڪري هن کي ڪا اهميت نہ ٿي ڏني وڃي ۽ رهندو بہ ان لاءِ پريشاني جو سامان گڏ ڪيو وڃي ٿو. ايمانداراڻي تنقيد نہ ٿيڻ يا انصاف پري موٽ نہ ملڻ ڪري ئي ڪيترائي اهل دانش گمناميءَ ۾ رهڻ تي مجبور آهن.

اسان وٽ شاهہ سائين تي توڙي جو ڪافي تحقيق ٿي آهي پر اها حقيقت آهي تہ اها مڪمل ناهي، ان جا ڪيترائي پاسا اڃا رهن ٿا. لطيف سائين جو فن ۽ فڪر وسيع آهي. اهو سمنڊ مثل آهي، جنهن جو ڪو ڪنارو ڪونهي. جيڪڏهن ڪير ايئن سمجهي ٿو يا چوي ٿو تہ هن اهو ڪم مڪمل ڪيو آهي تہ ڪنهن بہ نموني صحيح ڪونهي. لطيف سائين تي اڃا وڌي تحقيق ٿيڻ جي ضرورت آهي. لطيف سائين جيڪو هن وقت عالمي شاعر جي سڃاڻپ رکي ٿو، ان جي شاعريءَ تي ٿيل تحقيق ۾ ڪافي ڪمزوريون ۽ غلطيون رهجي ويون آهن، جيڪي صرف ان ڪري نظر انداز ڪيون ويون آهن تہ اهي "مشهور ماڻهن" ڪيون آهن. ان سلسلي ۾ لطيف سائين سان انتها درجي جو پيار

ڪندڙ سليم پنهنجو لطيفي گذريل ڪافي عرصي کان وٺي تحقيقي ڇنڊڇاڻ ڪري رهيو آهي. سنڌس اها محنت عبرت مئگزين جي صفحن تي بہ آندي وئي آهي، حقيقت ۾ اهو سٺو ڪم آهي ۽ اسان وٽ اهڙي تحقيق ۽ تنقيد جي واقعي بہ ضرورت محسوس ٿي رهي آهي ڇو تہ جيستائين انهن شين طرف ڌيان نہ ڏنو ويو، ايستائين نہ تہ اصل حقيقتون ظاهر ٿي سگهنديون ۽ نہ ئي معيار بهتر ٿي سگهندو. ان لاءِ سنڌي ادب سان لاڳاپيل سڀني ماڻهن کي ان اهم مسئلي طرف ڌيان ڏيڻ گهرجي ۽ سنڌي ادب ۾ تنقيد ۽ تحقيق کي هٿي وٺرائڻ گهرجي.

– مرتضيٰ سيال
ڄامشورو

# شاھ سائين جي ڪلام جو تحقيقي تسلسل

رومي ڪيڏو وڏو شاعر هو پر جي هن کي جوناٿن اسٽار (Jonathan star) جھڙو صوفي اسڪالر ۽ مترجم نہ ملي ها تہ جيڪر هو اسان تائين پوري جلال سان رسي نہ سگهي ها.

جي ڪبير کي قدس جيرالڊائين ترجمو نہ ڪيو هجي ها جيئن ڪيو آهي تہ هو بہ ننڍي کنڊ جي باقي شاعرن وانگر رڳو روحاني گنبذن ۽ اسرارن ۾ ويڙهيل ئي رهجي وڃي ها يا جيئن ننڍي کنڊ جي ٻئي وڏي شاعر (مان دنيا جو وڏو شاعر نٿو لکان ڇو تہ مان اهو لکڻ جي قابل نہ آهيان) شاهہ لطيف سان ٿيو آهي. ٻيو ڪجھہ نہ تہ رڳو هو رجنيش تائين رسي ها تہ گھٽي حد تائين پاور فل انداز سان آڏو اپري اچي ها. رجنيش جي بد قسمتي هئي جو هن جي رسائي شاهہ عبداللطيف تائين نہ ٿي سگھي. سنڌ پنهنجن پراڻن زخمن مان ئي نہ اپري آهي. اسان هن سان هن جديد زمانن ۾ ڪھڙو انصاف ڪري سگھون ٿا؟

پٺائي پھرين سرڪاري ڪامورن ۽ مولوين جي گھيري ۾ هو. ڪڏهن ڪابي ڏرادن جي گھيري ۾ تہ ڪڏهن قوم پرست تحريڪن هٿان يرغمال ٿيل هو. هڪ اهڙو نقاد جيڪو پنهنجي ذهني ۽ فڪري لاڙي کان متاهون ٿي سندس آرٽ کي ڏسي ها تہ جيڪر اسين لطيف سان اهڙو انصاف ڪري سگھون ها جيڪو شيڪسپيئر جي قوم ساڻس ڪيو آهي. لطيف تہ شڪسپيئر جي پائي کان بہ وڏو شاعر ٿي پئي سگھيو. جيڪڏهن (1) اسان کيس خالص علمي بنيادن تي ۽ غير جانبدار ٿي پرکيون ها. (2) کيس معرفت جي رومالن ۽ استعارن ۾ نہ ويڙهيون ها ۽ (3) پنهنجي اندر جي ابهام ۽ ذهني روبي ۽ پنهنجي آئيڊيالوجي جي نظر سان نہ ڏسون ها.........اها بد قسمتي پٺائي سان ٿي آهي يا اسان سان.اهو فيصلو ڏار آهي پر پٺائي جي شاعري سنڌ کي ديوار چين وانگر

محفوظ ٻڌائي ڇڏيو آهي. پر انهيءَ ديوار کي "کاٽ" هڻندڙ چور اسان جا پنهنجا هئا ۽ آهن.

هو سنڌ جو اکيلو جينئس شاعر آهي پر اسان وٽ موسيٰ پٽو جهڙن ماڻهن جي کائي کوٽ آهي؟ اوهان کي کو بہ تعجب نہ کائڻ گهرجي جي سياڻي کنهن بظاهر روشن خيال پر اندر ۾ بنياد پرست رائٽر کي اوچتو معرفت وانگر کجهہ نازل ٿي وڃي ۽ کنهن فرائيڊي فيچر ۾ لکي ويهي تہ "لطيف اصل ۾ اسلامي هيرو اسامہ بن لادن جي جوڙيل تنظيم القائده جي پيشنگوئي سنڌي کلام ۾ کئي هئي، اسامہ عين لطيف جي هيروز وانگر آهي. هڻ ڀالا وڙهہ ڀاڪرين، دراصل لطيف اسامہ ۽ سندس القائده ساٿين لاءِ چيو هو. جيئن شاعر مشرق علامہ اقبال نئين مسلم رياست جو خواب ڏنو هو ائين لطيف بہ القائده جهڙي تنظيم جو خواب ڏنو هو.

جيڪڏهن اسان لطيف جي سمورن ڪردارن کي "خودڪش" يعني suicide Bombers قرار ڏئي سگهون ٿا تہ مٿيون امڪان تہ بنهہ ممڪن آهي. جيڪڏهن بنگالي قومپرست تحريڪ وارا نذرالاسلام جي شاعريءَ ذريعي مهاڪالي جو تصور اپاري سگهن ٿا تہ اسان لطيف کان القاعده جي ويڙهاڪن جو تصور اپاري نہ ٿا سگهون؟

حڪمرانن جو ڪم آهي هر عرس جي ڏهاڙي تي ڀٽائي جي مزار تي چادرون چاڙهڻ، قومپرستن کي جنهن لطيف جي ضرورت هئي اها هنن پوري ڪئي اهڙي طرح جيڪو ترقي پسندن کان پڳو اهو انهن ڪيو. لطيف صحيح معنيٰ ۾ عام ماڻهوءَ تائين روشناس نہ ڪرايو ويو، هر پڙهندڙ لطيف کي ڪيئن سمجهي ٿو ۽ لطيف جي شاعريءَ مان پنهنجي روح جو پيالو ڪيئن پُر ڪري ٿو. ڇا اوهان ڏنو تہ اڍائي صديون اڳ ڀٽائي ملان کي جيئن Expose ڪيو اڄ انهيءَ بنياد پرستي خلاف ويڙهہ سڄي دنيا ۾ فيصلہ ڪن حد تائين پهچي چڪي آهي. ڀٽائي جي شارحن ۽ مرتبن ڀٽائي سان ڇا ڪيو؟ ارنيسٽ ٽرمپ لاءِ چيو وڃي ٿو تہ انهيءَ هڪ اڻپوري ڪلام وارو رسالو ڏنو. گربخشاڻي جي ترتيب ڏنل رسالي جي ٽئين جلد ۾ پيرو مل مهرچند آڏواڻي اعتراض ڪيو تہ "جيڪي خاميون مون کي گربخشاڻي جي پهرين جلد ۾ نظر آيون هيون، سي مون جاڻي واڻي نظر انداز ڪيون هيون ۽ مان اهو اعتراف ڪيان ٿو." ڀٽائي جي بيتن پويان ڪي سال رلندڙ ڀٽائيءَ جي پارکو سليم پٽو

لطيفي مون کي ٻڌايو: ارنيسٽ ٽرمپ کان گنج شريف تائين هر رسالي ۾ هر ڪنهن پنهنجو ذهني لاڙو مڙهيو آهي ۽ اڃا تائين لطيف جو ڪوبه مستند رسالو اڃي نه سگهيو آهي. ڪينجهر کان پارڪر تائين پيٽائي جي راهه روڙيندڙ عام فقيرن ۽ سگهڙن سان جهيڙيندڙ سليم پتو اهو پرکيو ته لطيف سان ويڌن ڪهڙي ۽ ڪيئن ٿيندي رهي؟ علامه آءِ آءِ قاضي جي سندي عقيدي کيس اها اجازت نه ڏني ته "ڪيڏارو" شامل ڪيو وڃي. ان ڪري آءِ آءِ قاضي جي رسالي ۾ سُر ڪيڏارو غائب آهي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ محاورن، ٻولي ۽ استعارن توڙي ماڳ مڪانن جو چهرو ئي بدلائي ڇڏيو ۽ هڪ اٽپوري چندچاڻ تي رسالو ڇڏيو. محمد عثمان ڏيپلائي لطيف جي ڪيترن بيتن کي "شيطاني ماڻهن" پاران Induct ڪيل بيت چئي اهي بيت لطيف جا ئي مڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. ارنيسٽ ٽرمپ کان ڏيپلائي ۽ گربخشاڻي کان ڪلياڻ آڏواڻي ۽ ٻانهي خان کان وٺي ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ تائين لطيف جا سُر ڪٽيا ويا، بدلايا ويا ۽ انهن جون غلط معنائون ڏنيون ويون.

بدين جي ساموندي پٽي، لاڙ ۽ ٺٽي ننگر ۾ ڪيئي عام فقير اوهان کي اڄ به ملندا جن وٽ لطيف سندي اصلوڪي شڪل ۾ موجود آهي. پر جي نه آهي ته اسان جي "علمي" اڪابرن وٽ ناهي. پيٽائي سان ويڌن جو چيهه رڳو تحقيقي حوالي کان نه ٿيو آهي پر ان سان هر مڪتب فڪر سندي فڪر آهر زيادتي ڪئي آهي. ائين لطيف سرڪاري توڙي غير سرڪاري حلقن هٿان جيڪو يرغمال ٿيندو آيو سو اڄ تائين جاري آهي. لطيف کي ڪن معرفت ۽ طريقت تائين ۽ ڪن حب الوطني تائين محدود ڪري ڇڏيو. هڪ حد تي پهچي جڏهن لطيف مذهبن ۽ سرحدن کان مٿي ايري ٿو ته اسان جي سمورين تحقيقن ۽ آئيڊيالوجيز جا پر سڙي وڃن ٿا. پر اسان Linings ۾ پيٽائي جي پرک ڪري سنڌ جي پوري ملينيم ۾ واحد جينيئس شاعر سان مذاق ڪري رهيا آهيون.

"اک التي ڏار" ڪيئن اکر واڳون تي خود سندي خالق ڏي ورن ٿا جڏهن اسان ان حد تائين فتوي ڏيون ٿا ته لطيف "خود ڪشي واري لاڙي جو حامي" شاعر آهي ۽ عين ان نقطي هيٺ هو Suicide-Bombers جهڙن ڪردارن کي Excite ڪري ٿو (؟) يعني سهٽي. ميهار لاءِ نه پر ڪنهن ذهني بيمار رويي ڪري يا ٻين لفظن ۾ خودڪشي وارو موت مرڻ چاهي ٿي. جيڪڏهن اسان ورلڊ ٽريڊ سينٽر جي ملبي هيٺ مري ويل ٿي هزار

انسانن جي سوڳوار پيارن کي چئون تہ اسان جي وڏي شاعر پنھنجي شاعريءَ ۾ اصل ۾ خودڪش بمبار نوجوان جھڙن ڪردارن کي ھمٿايو آھي يا اھڙا ئي ڪردار ھن جا محبوب ڪردار آھن تہ يقينن ھنن جا ھٿ پستولن ڏانھن ئي وڌندا؟ مون کي ھڪ دوست چيو پئي تہ، ڪيئن نہ سنڌ جي 60 ۽ 70 عيسوي واري ڏھاڪي جي سوچيندڙ ڪيڊر ڀٽائي جي شاعري مان سنڌي ليڊر شپ جو تعين ڪيو پئي ۽ان جي شاعري مان راھہ جي روشني حاصل ڪئي ٿي پر اڄ اسان لطيف کي ريورس گيئر ۾ ھلائي رھيا آھيون. خيرن سان سنڌ جي 60 ۽ 70 عيسوي وارو نسل ھاڻ "راھہ راست" تي اچي چڪو آھي ۽ ڪالھہ ترقي پسنديءَ جي ڊونگ ۾ رھندڙن تي اوچتو ڪنھن بجليءَ وانگر نازل ٿيو آھي تہ لطيف تہ اھو ھو ئي ڪو نہ جيڪي اسان چاتو پئي! (ڀٽائي کي ڪي پروڙڻ تڏھن ئي پيا ھوندا جڏھن ھن "انڌا اونڌا ويچ" وارو شعر سرجيو ٿي). ڪالھہ جتي محمد ابراھيم جويي ۽ حشو ڪيولراماڻي ڀٽائي کي چڏيو، اڄ اتان لطيف کان اسان کي ڀيھر ونڻو آھي. ھڪ طرف Hawakish Lobby آھي تہ ٻي طرف دنيا کي لطيف جي خوابن جھڙو بناڻو آھي. ڪالھہ جن جو ھيرو جيولس فيوچڪ ھو، اڄ انھن جو ھيرو اسامہ بن لادن آھي يا ملاعمر؟ پوءِ ھيءَ سڄي قلابازي نيٺ چو آئي؟

جڏھن کان اسان سرد جنگ ۾ ھارايو، نفسياتي طور اسان ان جو بدلو چاھيو. ٻين لفظن ۾ اسان "سياسي انتقام" ونڻ چاھيو ۽ جيڪڏھن اھو انتقام ڪائي جھادي تنظيم ونڻ چاھي ٿي تہ اسان ھمبوچي ھٽڻ ۾ دير نہ ڪئي. 9/11 کان پوءِ واري دنيا ۾ وڏا U-turns واقع ٿيا آھن. جڏھن ديوار برلن ٽٽي تہ اسان ڪيترن سالن تائين نظرياتي صدمي ھيٺ ھليا وياسين ۽ اسان جي انھيءَ ڪيڊر جو ذھني ڪريڪ اپ ٿي ويو. جڏھن اتان ايرڻ شروع ڪيو ۽ پنھنجي "مارڪيٽ" اوپري ۽ ٻي ملھي ڏني تہ اسان گيئر شفٽ ڪيو ۽ سي آئي اي جي ڪڪ مان جنم ونندڙ اسامہ بن لادن، رمزي يوسف ۽ ٻين اسان کي اتساھڻ شروع ڪيو. ھي ھڪڙي نظرياتي قلابازي ھئي جنھن اسان جا پرخچا اڏائي ڇڏيا ھئا: گاريو ن ڏيڻ واري عادت پوري ڪرڻ لاءِ اسان کي آمريڪي پوت تہ اڳي ئي ھو پر اسان کي ھاڻ آئيڊيا لائيز ڪرڻ وارا ڪردار بہ ملي ويا ھئا: ڪامريڊ لينن ۽ ٽراٽسڪي نہ سھي پر اسامہ ۽ صدام حسين جو پتو تہ ڪيڏي پئي سگھيو ۽ اسان ڪيڏي رھيا آھيون. اسان

آڏواڻي تي جڪ ڇو ٿا ڪائون؟ ڇا عجب جي سياڻي انڊيا جي رائيٽ ونگ ميڊيا جا گوڙڪ اھو ڇوڙ شروع ڪن تہ Hindutva جو تصور اصل ۾ ڪبير اياريو ھو!؟

اڃا اھا تازي خبر ئي تہ آھي - جڏھن اياز دعائون لکڻ شروع ڪيون تہ اسان ھن تي تبرن جھڙي تنقيد ايتري ڪئي جو ھن پاڻ کي ڪلفتن جي ھڪڙي فليٽ ۾ Conffine ڪري ڇڏيو. ڇا عجب جو ساڳيا ماڻھو ذري گهٽ ساڳي ڏر جي ڪئبنيٽ ۾ ھليا ويا آھن. پر اياز ڪٿي بہ خودڪشي بمبارن يا خودڪشي کي آئيڊيالائيزنہ ڪيو. ھن ڪڏھن بہ جھادي تصور کي ھٿي ڏيڻ واري قلابازي نہ ڏني. اڄ اسين لطيف جو ڪلھو استعمال ڪري ڇا ثابت ڪرڻ چاھيو ٿا؟ در اصل ھتان کان ”ميڊيا ۾ بنياد پرستي“ Fundamentalism in media وارو ھلندڙ بحث شروع ٿي سگھي ٿو. انڊيا ۾ الڳ الڳ مذھبي چينل کلي رھيا آھن، سڀ کان وڏيڪ معتبر لبرل قدرن واري ملڪ آمريڪا ۾ سي اين اين پاران عراقي جنگ جي رپورٽنگ بہ اڻ ڏري نہ ٿي چئي سگھجي ۽ آمريڪا جي پرنٽ ميڊيا ۾ رائيٽ ونگ پاليسي حاوي رھي. (تازو اسرائيل جي ھڪ سرڪاري حمايتي اخبار پنھنجي ايڊيٽوريل ۾ ياسر عرفات کي قتل ڪرڻ جو مطالبو ڪيو) پر اھو وسارڻ نہ گھرجي تہ اتي آمريڪي حڪومتي پاليسين توڙي ميڊيا جي بنياد پرستي تي تمام سخت ۽ جارح تنقيد جو جيڪو رواج آھي، اھو اسان وٽ اڻلڀ آھي. پر اسان جي سڄي مسلم ۽ عرب دنيا ڊڪٽيٽر، مطلق العنان حڪمرانن ۽ فاشسٽن سان ڀريل آھي ۽ اوھان وٽ پرنٽ توڙي اليڪٽرونڪس ميڊيا جو ڪو بہ اھڙو ادارو ناھي جيڪو پراڻن ڊڪٽيٽرن لاءِ ڀرپور آواز بلند ڪري سگھي. ڇاڪرنل قذافي (ياد ڪريو لاڪربي واقعي جو اعتراف ڪري چڪو آھي.) جھڙو يتو ۽ پراڻو ڊڪٽيٽر سندي اقتداري طوالت کي ڪائي جسٽيفڪيشن ڏئي سگھي ٿو؟ ڇا طالبان حڪومت جيڪي ڪجھہ افغانستان ۾ ڪيو آھي، زخم پراڻا ٿي ويا؟ افغانستان ۾ طالبان نظام ئي القائده جو ڀرجھلو ھو. ڇا صدام حسين جي 29 سالن جي طويل آمريت ۽ انھيءَ آمريت ھيٺ ڪيل بي درد صعوبتن کي اوھان جو ضمير معاف ڪرڻ جي ھمت ڪري سگھي ٿو پر آمريڪا ۽ برطانيہ جو عوام جي چاھيندو (ڇو تہ انھن وٽ چوائس موجود آھي. ۽ ھو اھو حق استعمال ڪرڻ لاءِ آزاد آھن.) تہ جارج بش ۽ بليئر جون حڪومتون جتاءُ نہ

ڪنديون يا هو پنهنجو آئيني مدو پورو ڪنديون پر عرب دنيا ۾ اهو ڪيتري حد تائين ممڪن آهي؟ پاڪستان جهڙي اسلامي نيوڪليئر ملڪ ۾ جمهوريت چٽي وڃي ٿي پر پنهنجي روح ۾ اها جمهوريت ڪنهن جي ڪنٽرول ۾ آهي اهو هر ڪو ڄاڻي ٿو. هن سڄي صورتحال ۾ لطيف جي ڪلام جو Essence ڇا ٿو چئي؟ هو زندگيءَ جي بيحد سمپل (سادي) ٿيوري آڇي ٿو. ندي ڪنارن، مومل جي مزاجن ۽ مارو ماڻهن واري زندگيءَ جو تصور، اوهان هن ڪلام کي پنهنجو رنگ نہ ڏيو ڇو تہ ان جو پنهنجو رنگ آهي، پنهنجو لينڊ اسڪيپ آهي ۽ پنهنجا نينهن ۽ جڙاو آهن ۽ پنهنجا ڪشالا آهن. اڳتي هلي هو دنيا کي اهڙي Harmony آڇي ٿو جنهن جو ڪو رنگ، مذهب يا سرحدون ناهن، هن جي زندگيءَ جي سادگي جو ثبوت پالوا جهڙو وطن آهي. رڳو هڪ جبر انهيءَ زندگي کي ڊسٽرب ڪري ٿو، هو هن معاملي کي فريڊم واري تصور ۾ وٺي وڃي ٿو. ڇا انهي ۾ ڪي خودڪش تصور اڀرن ٿا؟ منهنجي خيال ۾ هنن زمانن ۾ لطيف کي سندي آرٽ وانگر آزاد ڪرڻ جو وقت اچي ويو آهي. ڇو تہ لطيف جو هر ڪردار زندگيءَ جي Resurrection آهي. جيئن چارلس ڊڪنس جي ناول A tale of two cities جو مکيہ ڪردار سگني ڪارٽن آهي. جيڪو گلوٽين تي ڪنڌ رکڻ کان اڳ وارو خواب ڏسي ٿو ۽ چوي ٿو: I am the resurrection of life هو انهيءَ خواب ۾ سندس محبوب جي ٻار کي ٿمڪ ڏيندو ۽ وڏو ٿيندي ڏسي ٿو: هڪ ڏينهن پيرس جي گهٽين مان رت ڌوپجي ويندا ۽ گلوٽين هيٺ ايندڙ ڪنڌن جو ڳاٽيتو ختم ٿي ويندو، زندگي هڪ نئين دور ۾ ضرور داخل ٿيندي. اهو ڪردار آخري گهڙين ۾ سوچي ٿو، اهڙي طرح ڪردارن جي Perception نهايت مشڪل مامرو آهي. ڪردارن جي Mis percetion پوءِ اهڙو گند ڪندي آهي جيڪو ڀٽائي جي ڪردارن يا فيض جي شاعري جي حوالي سان ڄاڻايو ويو آهي. اهڙي طرح ڀٽائي تان هر طرح جو محاصرو ختم ٿيڻ گهرجي.

– امداد سومرو

# لطيف سائين جي ڪلام تي علمي تحقيق جي ضرورت

جمع ڏينهن عبرت اخبار جي پوئين صفحي تي هڪ خبر شايع ٿي آهي. اها خبر ايڏي تہ وڏي خبر آهي، جيڪا سنڌ ۾ سائين لطيف سان محبت ڪندڙ ڪنهن بہ شخص جو هانءُ ڏاري سگهي ٿي. خبر اصل ۾ سليم ڀٽو لطيفيءَ جي ان تحقيق تي مشتمل ڳالهہ ٻولهہ تي آهي، جنهن ۾ هن انڪشاف ڪيا آهن تہ اڄ تائين ڪو بہ مستند شاهہ جو رسالو ناهي. هن ڳالهہ ٻولهہ ۾ جيڪي انڪشاف ڪيا ويا آهن، اهي ڪنهن بہ حالت ۾ درگذر ڪرڻ جهڙا ناهن. هن سڄي دنيا ۾ لطيف سائينءَ تي ٿيندڙ هن وقت تائين ۾ ڪيل ڪم کي اڌورو قرار ڏنو آهي ۽ چيو آهي، تہ لطيف سائين تي جيترو بہ ڪم ڪجي پورو نٿو ٿي سگهي.

سليم ڀٽو لطيفي. لطيف تي ڪم ڪندڙ اڪيلو محقق ڪونهي، ڪيترائي ڏاها، لطيف سائين جا پارکو تحقيق وارو ڪم ڪندا رهيا آهن ۽ شايد اهو اٽڪت سلسلو دنيا جي قائم رهڻ تائين جاري رهي، پر لطيف سائين سان دوکو ڪندڙ سندس شعرن جون غلط معنائون ڪيندڙ يا پنهنجي مذهبي عقيدي يا نظرياتي پرچار لاءِ لطيف سائين جي شعرن کي استعمال ڪندڙن تي ضرور تنقيد ٿيڻ گهرجي ۽ نہ رڳو تنقيد پر انهن کي جواب ڏيڻ کپي، تہ هنن لطيف سائين سان ائين ڇو ڪيو؟! سنڌ ڌرتي تان اهي منافقيون ۽ چالبازيون آخر ختم ڇو نہ ٿيون ٿين..؟ ڇا سنڌ رڳو نڳن، چالبازن، گرنارين جو ڪاڄ ٻنجي رهندي...؟ سائين لطيف تہ اسان جو اهڙو اڳواڻ آهي جنهن تي ڪنهن بہ سنڌ جائي جو ڪو بہ اختلاف نہ آهي، سائين لطيف جو نالو ئي سچ ۽ سونهن جي علامت آهي. سائين لطيف سان دوکو ڪري، ڇا ماڻهو پنهنجو قد وڏائي سگهن ٿا؟ سليم ڀٽو لطيفيءَ جيڪي انڪشاف پنهنجي تحقيق ۾ ڪيا آهن،

انهن تي سنڌ جو ڏاهو ۽ سچو عاشق پلي اکيون ٻوٽي يقين نہ ڪري پر ٻہ قدم پري هن سان ملاقات ڪري ان تحقيق جو اکين سان جائزو ورتو. تہ ڇا واقعي ايڏا وڏا نالا سائين لطيف سان ڏوڪو ڪندا رهيا آهن. مون کي ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ سان بہ محبت آهي. هن ماڻهو رڳو لطيف سائين تي نہ پر سنڌ جي تاريخ ۽ تمدن تي بہ وڏي تحقيق ڪئي آهي. سندس اهي لفظ تہ "پتائي تي جيترو ڪم ڪرڻو هئو، اهو تي چڪو آهي ۽ هاڻي لطيف سائين تي ڪو بہ وڌيڪ ڪم نہ ٿو ٿي سگهي ۽ سندس مرتب ٿيل رسالو آخري ۽ قطعي آهي" سان سخت اختلاف آهي. هو صاحب اهو ڪيئن ٿو فيصلو ڏي تہ هن جيڪي ڪجهہ ڪيو اهو ئي سڀ ڪجهہ آهي. لطيف سائين تي تحقيق ڪنهن يونيورسٽي جي شاگرد جي ڊگري جو ڪم تہ ناهي، جو اهو ڪنهن خاص مدي تي اچي ڊگري وٺڻ سان ٿي وڃي. لطيف سائين تہ خود هڪ سمنڊ آهي. لطيف سائين جا اسان تہ رڳو اهڙا محبتي آهيون، جو سندس ڪلام ٻڌي هيانءُ ناريندا آهيون. باقي جيڪو ڪم محققن ڪيو آهي، ظاهر آهي تہ ايندڙ نسل ان ڪم تي ئي لطيف لاءِ پنهنجو اميج جوڙيندو.

گهڙن واريون تڙن تي، گهڙن گهٽيئي،
سڀ ڪا ڇئي آنءُ سهٽي، لئي پريان پيئي،
صباح سيئي، پسبيون پاتار ۾.

لطيف سائين تي ٿيل ڪم تي ڪو بہ نقاد ايڏي وڏي گهرائپ سان تحقيق نہ ڪري سگهيو آهي. مان پاڻ کي خوش نصيب ٿو ڀانيان جو مون سليم پتو لطيفيءَ جو سمورو ڪم پاڻ ڏٺو آهي، هن زير زبر کان وٺي غلط معنائن تائين ۽ مذهبي عقيدي پٽاندر شعرن سان هٿ چراند جا اهڙا ثبوت هٿ ڪري رکيا آهن. جو اهڙن دانشورن جي دانشوريءَ ۾ واقعي هڪ ڪارو تڪو لڳي چڪو آهي، جن لطيف سر ڪار سان ويساهہ گهاتي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

مون کي سليم پتو لطيفيءَ ٻڌايو تہ لطيف سائينءَ جي شعرن جي معنيٰ ئي ابتي ڪئي وئي آهي، هن هڪ مثال ڏيندي ٻڌايو: لفظ "ڪميٽي" پتائي ڪم وارين پورهيت عورتن لاءِ استعمال ڪيو آهي، پر ان کي ڪم ذات، ۽ اوباش جي لفظ جي معنيٰ ڏني ويئي آهي. منهنجي تہ حيرت جي انتها ٿي وئي تہ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کان ويندي

گربخشاڻي تائين سيني هڪ ٻئي کي Follow ڪيو آهي ۽ پاڻ مرادو وچي ڪنهن تحقيق جي زحمت نہ ڪئي آهي. جو تہ لطيف سرڪار تہ جهر جهنگ ۾ رهندڙ اهڙن جهونن وٽان ملندو، جن کي لطيف جو ڪلام ياد هجي. لطيف سائين ڪراچي يونيورسٽيءَ جي لائبريري يا سنڌ يونيورسٽي يا سنڌ الاجي جي ڪٻٽن ۾ هرگز نہ ٿو ٿي سگهي. سنڌ ۾ هڪ اهڙي اداري جي بہ سخت ضرورت آهي، جيڪو اهڙي ڪوجنا تي ڪتاب ڇپرائي، باقي ڏينگوئي ڏير لڳو پيو آهي!

سليم پٿو لطيفي هڪ مولائي ماڻهو آهي، سندس پاران مرتب ڪيل 1500 ناياب بيتن کي ڇپائڻ جو فوري بندوبست ڪيو وڃي. اهو ڪم سنڌ حڪومت، يونيورسٽيون، ادبي بورڊ يا غير سرڪاري ادارن، آڪسفورڊ پريس، زيبسٽ جو ادارو، سي آءِ آر يا ڪو بہ ڪري پر ان ڪم کي چڙهڻو ناهي ۽ بي حسيءَ جو مظاهرو ڪير بہ نہ ڪري. تحقيق تي مشتمل هڪ اهڙو ڪتاب سليم پٿو ترتيب ڏنو آهي، اهو بہ فوري طور ادبي بورڊ وارا ڇپائين.

— ڪنول سنڌي

# اچو تہ اعتراف ڪريون

لطيف شناسي جي حوالي سان عبرت مئگزين ۾ لاڳيتو بحث ڇيڙي حقيقت ۾ اوهان تمام وڏو بنيادي ۽ اهم ڪم ڪيو آهي. ان لاءِ اوهان صاحبن کي جس هجي ڇاڪاڻ تہ سنڌي ادب، اڄ جيڪڏهن دنياءِ ادب يعني بين الاقوامي ادب ۾ ڪر کنيو بيٺو آهي تہ اهو فقط شاهہ سائين جي شاعريءَ بدولت ٿي سگهيو آهي. بين الاقوامي ادب جي معيار تي اسان جيڪڏهن ڪا شيءِ فخر سان پيش ڪري سگهون ٿا تہ اهو شاهہ جو رسالو آهي، سنڌي ادب ۾ تنقيد ۽ تحقيق جي شعبن تي تمام گهٽ ڪم ٿيو آهي، ان حوالي سان جيڪڏهن ڪو ڪم ٿيو بہ آهي تہ اهو بہ وڏ ۾ وڏ لطيف شناسي جي حوالي سان ئي ٿيو آهي. جيڪڏهن ايمانداري سان ان تنقيدي ۽ تحقيقي ڪم جو اڀياس ڪبو تہ اها حقيقت بلڪل ئي پڌري ٿي پوندي تہ ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ ايچ ـ ٽي سورلي کان پوءِ بين مڙني ان ڏس ۾ تقليد ئي ڪئي آهي پر تحقيقي ڪم کي ڪي نوان موڙ نہ ڏنا آهن. البتہ شرح جي حوالي سان محترم سائين جي ايم سيد "پيغام لطيف" لکي جڙ تہ بينل پاڙي ۾ پٽڙا چلايو. جنهن کان پوءِ تنوير عباسي "شاهہ لطيف جي شاعري" ڪتاب لکي، شاهہ جي شاعريءَ جو، بين الاقوامي معيار تي تجزيو پيش ڪيو. ساڳئي وقت هندستان ۾ پڻ نارائڻ شيام ۽ بين شاهہ جي فن ۽ فڪر تي تمام گهڻو لکيو آهي. اصل ۾ ڏٺو وڃي تہ اسان وٽ جديد تحقيقي ۽ تنقيدي اپروچ جي گهٽي ڪوٽ رهي آهي. ان ڪري روايت پرست شارحن لطيف سائين جي سموري ڪلام مان فقط روحاني رمزون ئي ڪڍيون آهن. جڏهن تہ ماديت پرست صاحبن شاهہ سائينءَ کي طبقاتي شاعر بڻائي پيش ڪيو آهي. جڏهن تہ ضرورت ان ڳالهہ جي آهي تہ لطيف جي ڪلام مان ان جو اصلي فڪري جوهر تلاش ڪيو وڃي ۽ اهو تڏهن ٿي

سگهندو جڏهن محققن، نقادن ۽ شارحن وٽ بہ احساس ۽ادراڪ جو ساڳيو معيار موجود هجي.

شاهہ جي ڪلام تي تحقيق جي حوالي سان ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ تمام گهڻو ڪم ڪيو آهي. پر ان ڪم تي خود تنقيد ۽ تحقيق جي گهڻي گنجائش موجود آهي. ڪنهن بہ ڪم کي مڪمل ۽ پرفيڪٽ چوڻ، بذات خود ان جي ناقص هئڻ جو هڪ دليل آهي. اهڙي قسم جي دعوي بلڪل ئي هڪڙي پاراٽي ۽ ننڍڙي ڳالهہ چئبي، جيڪا محترم نبي بخش بلوچ جهڙي وڏي ۽ بلند پايہ محقق جي قطعي شان وٽان نہ آهي.

سليم پنو صاحب پنهنجي مضمونن ۾ بہ هڪڙي اهم ڳالهہ ڏانهن ڌيان ڇڪايو آهي، سا آهي شاهہ جي ڪلام کي جديد معيارن تي پرکي نئين رسالي کي ترتيب ڏيڻ جي.

هن صاحب ترمپ ۽ بمبئي واري ڇاپي کان موجوده ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي ڇپايل رسالي تائين، سمورن ڇاپن جو ترتيبوار موازنو پيش ڪري ثابت ڪيو آهي تہ "غلطيون ٿيون آهن" ۽ انهن غلطين کي سڌارڻ لاءِ هو پنهنجون صلاحون ۽ مشورابہ آڇي ٿو، تہ اسان جي سينيئر ۽ لائق محققن کي بہ پيش ڪيل بحث جي روشنيءَ ۾ پنهنجن غلطين جو اعتراف فراخ دليءَ سان ڪرڻ گهرجي ۽ نئين ڇاپي لاءِ ڪمر ڪشي بيهڻ ۾ ڪنهن بہ قسم جو عيب نہ سمجهڻ گهرجي.

ساڳئي وقت ٻوليءَ ۽ ادبي ترقيءَ لاءِ قائم سرڪاري ادارن تي بہ فرض عائد ٿئي ٿو تہ اهي ذڪر ڪيل بحث مان استفادو حاصل ڪن ۽ ان ڏس ۾ پنهنجين ذميدارين کي محسوس ڪندي پنهنجون پگهارون ۽ مراعتون حلال بڻائين.

_ نثار شاهين

# لطيف سائين ۽ نئين تحقيق

شاهه سائين جي ڪلام جي تنقيد جا متفقه معيار ۽ غلطين کي سڌارڻ جي ضرورت جي عنوان سان سليم پنهور لطيفي جي، ڀٽائيءَ جي بيتن جي حوالي سان نڪور اضافي تحقيق ۽ سهيڙپ هڪ لحاظ کان سالن کان بيٺل پاڻيءَ ۾ تحرڪ پيدا ڪرڻ جي سگهاري ۽ شعوري ڪوشش آهي. حقيقت آهي ته علم ۽ ادراڪ جي، جڏهن ڳالهه ڪجهه ٿي ته پوءِ فهم ۽ فراست جي ڪسوٽيءَ تي ناممڪن جي ڪا به سرحد نه ٿي جڙي. تحقيق ۽ جستجو زنده قوم جي جياپي جو حقيقي ڪارڻ هوندو آهي.

هن وقت تائين جن بنيادن تي يا جن وسيلن سان ڀٽائي جي بيتن جي سهيڙپ وارو عمل روان رکي مختلف رسالن کي ترتيب ڏئي ادبي ميدان ۾ آندو ويو آهي، انهن ساڳئين بنيادن تي، اهي رهجي ويل ۽ ڪجهه بي ترتيب بيتن کي سهيڙي ۽ سنواري پراڻن رسالن جي مدد سان، باني خان شيخ تازو شاهه جو رسالو نئين اضافت سان پيش ڪري سگهارو ڪم ڪيو آهي ۽ گڏوگڏ نئين نسل کي ڀٽائيءَ جي فڪر سان سلهاڙي هڪ سگهاري ۽ ديرپا اثر ڇڏيندڙ ڪوشش ڪئي آهي ۽ ڪنهن حد تائين رسالي کي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ ۾ آساني پيدا ڪئي آهي جنهنجا نتيجا يقينن ايندڙ وقت لاءِ شاهه شناسائي ڏانهن هڪ سگهارو قدم ليکيا ويندا.

انهيءَ سلسلي سان جڙيل هڪ ٻي اهم شخصيت سليم پنهور لطيفي، جنهن ٿوري وقت ۾ ڀٽائيءَ جي تحقيق ۽ سهيڙپ جي حوالي سان پيدا ٿيل جمود کي ٽوڙي هڪ نئين ڪاوش ڪئي آهي. تحقيق ۽

جستجو ڪري هن 1500 جي قريب مختلف وسيلن کان سيني بہ سيني محفوظ ڇپيل بيت منظر عام تي آندا آهن. جيڪا پنهنجي پر ۾ هڪ سگهاري ڪوشش آهي. اهي بيت اصل ۾ اهل علم حضرات ۽ ڀٽائي جي پارکوئن کي تحقيق جي دعوت ڏين ٿا تہ جيئن هو ڀٽائي جي باري ۾ وڌيڪ کوجنا ڪري پنهنجن تجربن جي بنياد تي پنهنجون صلاحيتون استعمال ڪري ڇنڊڇاڻ ڪري هڪ مڪمل رسالي جوڙڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪن.

تازو ان سلسلي سان جڙيل ڀٽائيءَ جي عاشق سليم ڀٽو لطيفي جا ڇپيل مضمون ڀٽائي جي باري ۾ هڪ نئون فڪري لاڙو پيدا ڪن ٿا. هن قسم جي علمي ۽ ادبي بحث خاص ڪري ڀٽائي جي حوالي سان تحقيق ڪندڙن جا رايا اچڻ گهرجن تہ جيئن هڪ عوامي فورم تي ڀٽائي جي شناسائي ٿي سگهي.

ٿيڻ تہ ائين گهربو هو تہ ڀٽائي جي حوالي سان سنڌ سرڪار جا جڙيل ادارا ۽ اٿارٽيون ڪو اهم ڪردار ادا ڪن ها پر افسوس تہ ائين ٿي نہ سگهيو آهي. ڏٺو ويو آهي تہ اهڙي قسم جو قومي ڪم گهڻو ڪري ذاتي بنيادن تي ڀٽائيءَ سان عشق رکندڙ شخصيتون پنهنجي سر ۽ ڪلهن تي بار کڻي نڀائي رهيون آهن.

سليم ڀٽي پنهنجي سيني آرٽيڪلس ۾ جن جن ڀٽائي جي بيتن جو پيج وائز حوالو ڏئي پنهنجي موقف کي واضح ۽ چٽو ڪيو آهي اهو عمل هڪ مضبوط حوالي طوران ڳالهہ ڏانهن چٽو اشارو ڪري ٿو تہ اسان جو بزرگ اديب ۽ ڀٽائي جي حوالي سان تحقيق نگاران ڪم کي پنهنجو ڪم سمجهي، هن تحقيق طلب ڪم کي پنهنجن تجربن جي روشنيءَ ۾ پايہ تڪميل تي پڄائين. سليم ڀٽو جي تحقيق ۽ سهيڙپ جو اهو پاسو ڏاڍو چٽو پٽو آهي. جنهن ۾ هن سندن ئي سهيڙيل رسالن مان حوالا ڏئي ڀٽائي جي بيتن جي حوالي سان هڪ نئون گس ۽ نئون پيچرو کولي ڇڏيو آهي. جيڪو عمل يقينن ساراهہ جوڳو آهي. ان سلسلي ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، محمد ابراهيم جويو، غلام علي الانا، سراج ميمڻ ۽ فهميده حسين جهڙين سگهارين شخصيتن کي پنهنجي راءِ ڏيڻ گهرجي. ان سلسلي ۾ خاموشي ادب ۾ جمود جو ڪارڻ بڻجي ٿي.

ارنيسٽ ٽرمپ کان پوءِ ٻانهي خان شيخ تائين ۽ ان کان پوءِ هاڻي سليم ڀٽو تائين جن ٻـ ڀٽائي جي بيتن جي سهيڙپ ڪئي آهي. انهن تي هڪ ڪاميٽي ناهي تحقيق ٿيڻ گهرجي ۽ هاڻي ضرورت آهي تـ ڀٽائي جي رسالي جي حوالي سان هڪ جامع رسالو منظر عام تي اچي. ان سلسلي ۾ مٿين عزت وارن کان علاوه ڪو ٻيو ٻـ مانائتو ڀٽائي جو عاشق، علم ۽ ادب سان محبت ڪندڙ اڳتي اچي تـ ڇڻ هي ڪم سولو ٿي پوندو ۽ اسان پنهنجي هن قومي سرمائي کي فخريـ انداز سان دنيا آڏو پيش ڪري سگهنداسين.

- عنايت ميمڻ

# لطيفيات جي دنيا ۾ گم ٿيل شخص
# سليم پنهور لطيفي

هن هڻ هٽان واري دور ۾ جڏهن اسان کان پنهنجو محسن شاهه عبداللطيف ڀٽائي وسرندو پيو وڃي ۽ سنڌس شعر ماڻهن جي ذهنن جي فرهيءَ تان ميسارجي پيا وڃن تڏهن سليم پنهور ڪُنڊ ۾ ويهي پنهنجي مخصوص طرزتحرير ۾ لطيف سائين جا سِرَ بيت، وايون ۽ انهن ۾ لڪل اسرار ڳوليندو پيو وڃي ۽ سيني سنڌ واسين کي شاهه لطيف جي پيغام کان واقف ڪندو ٿو رهي. لطيفيات جي دنيا ۾ گم ٿيل هن شخص کي جڏهن اسين ڳوليندا سين ته هو اسان کي شاهه ڀٽائي رح جي بيتن جي سٽن ۾ نمايان نظر ايندو. جڏهن هن شخص جي لطيف شناسيءَ تي تحقيق جو اڀياس ڪندا سين ته اسان کي ڪوڙ سارن تحقيقي ڪتابن ۾ سنڌس عڪس نظر ايندو ۽ جڏهن حُب الوطني، سرڪشي ۽ قربانيءَ جي جذبي سان سنڌس شخصيت تي نگاهه وجهبي ته سنڌس اولڙو ڀٽائيءَ جي سورمن ڪردارن ۾ نظر ايندو.

ڪڏهن ڪڏهن سليم پنهور کي ڏسي عجب ڪائيندو آهيان ته هي شخص پنهنجي اتاهه مصروفتين مان ڪيئن ٽائيم ڪڍي شاهه لطيف تي تحقيق ڪندو رهي ٿو. سن 1960ع ۾ دادو ضلعي جي ننڍڙي ڳوٺ ٻيلو پنهور ۾ جنم ورتو. سنڌ يونيورسٽيءَ مان ايم اي انگلش، سي ايس ايس ۽ پي سي ايس ۾ نمايان ڪاميابي ماڻي اِي ٽي او جو عهدو ماڻيندڙ سليم پنهور اڄڪلهه ڄامشورو ۾ رهي ٿو. جتي ڪتابن سان ڀريل ڪمري ۾ شاهه ڀٽائيءَ تي تحقيق جو ڪم پنهنجن هٿن ۾ ڪنيو ويٺو آهي ۽ هيل تائين شاهه ڀٽائي تي تحقيق بابت اٽڪل سترنهن ڪتاب لکي چڪو آهي.

1ـ شاهه جي شاعريءَ جو جديد فڪر 1990ع.

2. لطيفي لاٽ جا ڏات ڏٽي 1991ع.
3. "Shah Abdul Latif Bhitai "A Star Just Before the Dawn" 1991ع.
4. شاھہ جي سُرن جو سچ 1992ع.
5. "Horizons of Shah Abdul Latif's poetry" 1994ع.
6. حقيقت ھن حال جي- حصو پھريون 1994ع.
7. حقيقت ھن حال جي - حصو ٻيو 1994ع.
8. حقيقت ھن حال جي - حصو ٽيون 1995ع.
9. حقيقت ھن حال جي - حصو چوٿون 1995ع.
10. لاٽ جا لطيف جي- 1996ع.
11. ھھڙا سيڻ سُڏير 2002ع.
12. اسان جو شاھہ لطيف (پنج واليم) 2004ع
13. قدر ڪيميا ان جو 2004ع

سليم جي شاھہ پناٿيءَ تي ٿيل تحقيق جي وڏي خوبي اھا آھي تہ ھو ھر ڪتاب ۾ نون موضوعن تي تحقيق ڪري ٿو.

سليم جي تحقيق جي حوالي سان ھڪ نئين ڳالھہ سامھون ھيءَ آئي آھي تہ ھن لڳاتار چئن پنجن سالن تائين جي محنت ۽ جدوجھد ڪانپوءِ شاھہ سائين جا 1500 بيت اھڙا گڏ ڪيا آھن، جيڪي ھن مھل تائين ڇپيل رسالن ۾ موجود ناھن. ھنن بيتن جو مسودو تحقيق جي پڄاڻيءَ تي پھتو آھي ۽ ڇپائيءَ جي مرحلي ۾ آھي. ان ڪان سواءِ ٻيو اھم ڪم جيڪو تحقيق طلب پڻ آھي، اُن ڏس ۾ سليم پتو شاھہ لطيف تي ڇپيل 15 رسالن ۽ ٻن ڪتابن- املھہ اڻ توريا ۽ محمد سومار شيخ جي رسالي کان ٻاھر جي بيتن کي سامھون رکي ھڪ نئين تحقيقي ڪم جو بنياد "لطيفي لاٽ جا ڏات ڏٽي" تي مشتمل "لطيفي تحقيق تڪيو" جي پليٽ فارم تان شاہ لطيف جي بيتن جي صحت، اضافتن، بيتن جون بھتر پڙھٽيون، درست معنيٰ ۽ تشريحون ڪيون آھن. اھڙن بيتن جو تعداد 200 جي لڳ ڀڳ ٻيھي ٿو. ھن ڪتاب جو تحقيقي مواد پڻ ڇپائيءَ جي مرحلي ۾ آھي.

ان ڪان سواءِ سليم پتو جو سنڌ جي اسڪولي ٻارڙن لاءِ شاھہ جي بيتن تي مشتمل مختلف سُرن مان چونڊ ڪري اضافي مطالعي طور چوٿئين درجي کان انين درجي تائين ڏنل ڪتاب. ھنن ڪتابن ۾ ٻارن ۾ لطيف شناسيءَ جو رجحان پيدا ڪرڻ لاءِ بيتن جي ڏکين لفظن جي

معنيٰ، تشريح ۽ تصويرن سان گرامر ۽ ٻوليءَ جي ڀرپور جاچ مشقن جي صورت ۾ ڏني وئي آهي. هنن ڪتابن کي ڇپرائڻ جي ذميواري سگا وارن نڀائي آهي.

مٿين سڀني تحقيقي نقطن کي نظر ۾ رکندي هڪ مڪمل رسالي جي ترتيب جو ڪم پڻ هلندڙ آهي. ان حوالي سان اڳ ۾ لطيف سائين تي ڪو به پرک پٽاندڙ رسالو جڙيل نہ سگهيو آهي ۽ نہ وري لطيف سائين کي پڙهندڙ حلقي کي مطمئن ڪندڙ آهي. ٿوري گهڻي تبديليءَ سان سڀني رسالن ۾ بيتن جي لفظن جو غلط تلفظ، صورتخطي، اُچار، معنائون ۽ تشريحون ورجايل آهن. جنهن کي سليم پنهنجي تحقيقي ليبارٽريءَ ۾ جائزو وٺي وڏي محنت سان درست ڪري لطيف شناسيءَ تي اڳتي وک کڻي تحقيق جي دنيا ۾ پاڻ مڃرايو آهي.

**بشير منگي**

# شاهہ جي رسالي جي مستند ڇاپي جي ضرورت

اسڪولي زماني ۾ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحہ تي مضمون لکرائڻ وقت استاد لکرائيندا هئا تہ شاهہ عبداللطيف سنڌ جو بزرگ شاعر آهي. سندس شعر جي مجموعي کي شاهہ جو رسالو چئبو آهي، جنهن ۾ ٽيهہ سر آهن، وغيره وغيره. "جي تو بيت ڀانيا" وارو بيت هانو تي هُري ايندو هو، هڪدم قرآن پاڪ جا ٽيهہ سيپارا بہ ياد ايندا هئا. مطلب تہ بالڪپڻ ۾ بہ ملڪ جي ٻين صوبن جي شاعرن ۽ دنيا جي ٻين شاعرن بابت معلومات نہ هئڻ جي باوجود بہ هڪ عجيب سرهائي ٿيندي هئي ۽ ٻين قومن تي اڻچاتل قسم جي فوقيت محسوس ٿيندي هئي! نجاڻ اهو ڪهڙو جذبو هو، ڪهڙي ڪشش هئي ۽ ڪهڙي اڪير هئي جنهن سبب اندر ۾ هڪ پر ڪيف، سروربخش ۽برتري جي ڪيفيت طاري ٿي ويندي هئي. اها ڳالهہ بہ چٽي ڪري چئجي تہ ان ۾ اسان جي تربيت يا ماحول جو ڪو خاص پهلو ڪار فرما نہ هو، پوءِ بہ هوندو ايئن ئي هو جيئن مٿي ذڪر ڪيل آهي. بهر حال ڏينهن گذرندا ويا ۽ سمجهہ جو پڪيئڙو بہ آهستي آهستي پر هٺڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو. چوندا آهن تہ جيئن جيئن ڪنهن جي علم ۾ اضافو ٿيندو آهي تيئن تيئن هو پنهنجو پاڻ کي بيوقوف ۽ جاهل سمجهڻ شروع ڪندو آهي. اسان جي حالت بہ ڪجهہ ٻي قسم جي نہ هئي. ٿيو ايئن جو ڪچي عمر ۽ ڦڪي سمجهہ ۾ لطيف سرڪارکي ٿورو گھڻو پڙهڻ شروع ڪيو. بيتن جي معاملي ۾ پسند ۽ چونڊ جا انوکا پيمانا من اندر مقرر ٿيا. گهٽي ڪان گهٽا بيت ياد ڪري هڪ جيڏن ۾ ٻڌائڻ ۽ انهن ڪان نئون بيت ٻڌي ياد ڪرڻ اسان جي مشغلي ۾ شامل ٿي ويا.

پر مونجهارن تڏهن ڪر ڪنيو جڏهن رسالي مان ٻن سٽن وارو بيت ياد ڪري ڪنهن کي ٻڌائبو هو تہ اڳلو ان بيت جي وچين ٽين سٽ پڙهي وائڙو ڪري ڇڏيندو هو. جيئن تہ تعلق لاڙ جي نج ڀراڙيءَ سان آهي

جتي آئي ڏينهن ڪنهن ميلي، ملاکڙي، شادي وهان يا اوطاقي ڪچهري (جنهن جي جاءِ تي اڄڪلهہ ٽي وي چانيل آهي) ۾ ڪنهن نہ ڪنهن وڏي، سگهڙ يا ڳائڻ وڄائڻ وارن فقيرن کان اڪثر لطيف سائين جا اهڙا بيت ٻڌبا هئا جيڪي يا تہ رسالي ۾ موجود نہ هئا يا وري سٽن جو تعداد گهٽ وڌ هوندو هو. انهيءَ مسئلي ابتلاع ۾ وجهي ڇڏيو هو. سوچبو هو تہ ڇا رسالي جا سر تيهن کان وڌيڪ آهن يا رسالو اڌورو آهي، يا اهي نوان بيت لطيف سرڪار جا نہ آهن؟ بهر حال وقت جي تقاضا ۽ عمر جي ناڪافي حدن ۽ نابالغ سوچ سبب انهن سوالن جا جواب سمجهڻ کان قاصر رهيس ۽ پوءِ يونيورسٽي تائين نيچرل سائنس جي طالب علم رهڻ جي اتفاق سان انهيءَ سوچ ۽ لوچ جو سلسلو جاري نہ رهي سگهيو. جيتوڻيڪ لطيف سرڪار سان تعلق ۽ انس مانيٽو ٽي سهي، قائم رهيو. پر هڪ ذميوار سنڌيءَ جي حيثيت ۾ تحقيقي کيتر ۾ ڪو ٻوٽو ٻاري نہ سگهيس ۽ نہ ئي لطيف سرڪار جي قرض جي رتي بہ ادا ڪري سگهيس. جنهن جو بهر حال افسوس رهندو.

رسالي ۾ سرن ۽ بيتن جي تعداد ۽ پڙهڻين ۽ معنائن جو مونجهارو جيڪو گهٽي قدر ساڳيو مسئلو پنهنجي پوري شدت سان تڏهن سجاڳ ٿيو جڏهن گذريل ٻن مهينن کان مسلسل عبرت مئگزين ۾ شاهہ پٺائي جي رسالي جي مختلف ڇاپن جو تنقيدي جائزو، بيتن جي غلط پڙهڻي ۽ غلط معنائن جي تدارڪ متعلق محترم سليم پٺو لطيفي جا مضمون ۽ سنڌس انهيءَ ڏس ۾ ڪيل تحقيق سامهون آئي. جنهن بابت راقم پنهنجي راءِ جو اظهار هڪ دفعو ٻيهرين بہ عبرت جي آڪٽوبر واري شماري ۾ ڪري چڪو آهي. هاڻي محترم سليم پٺو صاحب جي تحقيق ۽ شاهہ سائين جي لڏل نون بيتن جي سندس لاءِ سان ڪو بہ محقق اختلاف تہ رکي سگهي ٿو پر اها ڳالهہ تہ طئي آهي تہ هن وقت تائين ڇپيل سڀ رسالا اڌورا ۽ غلطين کان پاڪ ناهن. جنهن جو اندازو هر ذي شعور ماڻهو عبرت جي تازي ٻيهرين نومبر واري شماري ۾ موجود محترم سليم پٺو صاحب جي مضمون "ايءَ نہ مارن ريت" پڙهي ڪري سگهي ٿو، جنهن ۾ شاهہ صاحب جي رسالي جي مختلف ڇاپن بابت راءِ ڪا پٺو صاحب جي نہ آهي پر انهن ئي محققن جي آهي جن اهي رسالا ترتيب ڏنا آهن. هاڻي سوال اهو ٿو پيدا ٿئي تہ مذڪوره محققن کي اهو حق ڪنهن ڏنو هو تہ پنهنجي مرضي ۽ منشا مطابق رسالي سان هٿ چراند ڪن! جنهن کي جيئڻ وٺيو آهي تيئن ڪيو ويو آهي. بغير ڪنهن ثوس

پيماني ۽ دليل جي سرن جا سرغائب ڪيا ويا. بيتن کي خارج ڪيو ويو ۽ لفظن کي ڦيرائي گهيرائي مرضيءَ جون معنائون ڏيئي لطيفي فڪر کي مجروح ڪيو ويو. جيئن محمد عثمان ڏيپلائي صاحب جي رسالي سان ڪيل سلوڪ کي محترم پنو صاحب واٽکو ڪيو آهي. ڏيپلائي صاحب شاهہ سائين جي انيڪ بيتن کي شيطاني يا مواليين جا بيت ڪوني رسالي مان خارج ڪري ڇڏيو. ڏيپلائي صاحب جي سوچ مطابق تہ اهڙا ٻيا سڀ رسالا جن ۾ اهي بيت شامل هئا (آهن) اهي سڀ شيطاني آهن!.....

ڏيپلائي صاحب ڪهڙا بيت خارج ڪيا آهن (ڏسو ٻهرين نومبر واري عبرت مئگزين شماري ۾ محترم سليم پنو صاحب جو مضمون "ايءَ نہ مارين ريت". حوالي طور اهڙن چند بيتن جون ٻهريون سٽون ڏجن ٿيون:

پاڻ ئي جل جلالہ. پاڻ ئي جان جمال.....
سجڻ ساهہ پساهہ ۾ پرين پاڻ پساهہ.........
نڪا ابتدا عبد جي، نڪي انتها.........
پيهي جان پاڻ ۾، ڪيم روح رهاڻ.........
جيسليمرياٽيون جڳ ۾، اجا ڪي آهين.......
اپيون تڙ پوڄين، وهون وٽجارن جون.........
راهہ ۾ گڏين رام، پنڊان چتا ڪاپڙي.......
وغيره وغيره.

ان مان اهو ظاهر ٿيو تہ صاحب موصوف اهڙن سيني بيتن جي خلاف هو، جنهن جو مفهوم کيس سمجهہ ۾ نہ آيو يا اهڙن چند لفظن جي بنياد تي جنهن جي وسعت ۽ تمثيل کيس خلاف اسلام لڳي. مثال اپيون تڙ پوڄين يا راهہ ۾ گڏين رام اهي بيت ڪيتري قدر برخلاف اسلام آهن، اهو هڪ الڳ مسئلو آهي. سوال اهو ٿو پيدا ٿئي تہ ڇا لطيف سرڪار صرف هڪ اسلامي شاعر آهي؟ منهنجي خيال ۾ ائين ناهي. شاهہ سائين جي درس جي عالمگير حيثيت آهي، هر سماجي طبقي ۽ مذهبي گروهہ جي ماڻهن لطيف سرڪار مان برابر استفادو ڪيو آهي ۽ ڪندو رهندو. هونئن بہ شاهہ صاحب جو سنڌ ۾ هڪ انقلابي پهلو نمايان رهيو آهي تہ اهو ڪيئن ممڪن ٿي سگهندو تہ شاهہ صاحب سنڌ جي داخلي ۽ سماجي مسئلن کان ڪن لاتار ڪئي هجي !! انڪري شاهہ

سائين جي اعليٰ فڪر کي مذهبي جنونيت جي زنجيرن ۾ قيد ڪري ان جي تقسيم نہ ڪئي وڃي. اگر مذهبي عقيدن جي بنياد تي رسالي کي تقسيم ٿا ڪريو تہ سڀ کان پهرين سنڌ جي تاريخ کي بہ هندو مسلم ۾ ورهايو، سنڌي ٻولي کي بہ ورهايو، سنڌ جي ثقافت جي بہ ونڊ ورڇ ڪريو ۽ آخر ۾ اچي رسالي جي بہ وڏ ٽڪ ڪريو!

ڏک جي ڳالهہ اها آهي تہ اسان اڃا اهڙا ڪي بہ قدر پيمانا يا معيار مقرر نہ ڪري سگهيا آهيون جن مطابق بيتن کي توري تڪي ۽ پرکي ڪو رايو قائم ڪري سگهجي. جي ائين هجي ها تہ هوند محترم سليم ٿيٿو جا فقيرن کان هٿ ڪيل گهٽ ۾ گهٽ اهي بيت تہ ضرور رسالي ۾ شامل ٿي وڃن ها جيڪي رسالي ۾ موجود بيتن سان نہ صرف نهڪن ٿا پر ڪهاڻي ۽ پس منظر جو تسلسل آهن. جيئن سسئي جا هيٺيان بيت:

آئون نہ گڏي پرين کي، ٿي وڃين جي وير،
لڪن منجهہ لطيف چئي، پيئي نهاريان پير،
ڪانڌي ٿيندم ڪيرهي لوڪ سڀ ڏاريو.



آئون نہ گاڏي پرين کي، مڙيو سج مٿان،
ڪل نفس ذائقتہ الموت، سيئي خوف لٿا،
هادي جهلي هٿان، قادر ڪيچ رسائيين.



آئون نہ گڏي پرين کي، تون سج م چاڙهہ سوري،
مٿي ڪنيم مٿي تي، ڀنيوران پوري،
مليم منظوري، هاڙي ڏانهن هلڻ جي،



آئون نہ گڏي پرين کي، ويو سج لهي،
لڪن منجهہ لطيف چئي، روئندي آئون رهي،
هو ڪالهہ ويا ڪهي، آئون اڄ ٿي ڳوليان انن کي

۽ انهيءَ تسلسل جا ٻيا بہ ڪيترائي بيت آهن. ان کان علاوه مفهوم جي گهرائي، تمثيل جو اعليٰ رنگ، تجنيس حرفي، جاگرافي ۽واقعن جي پس منظر ۾ جانچبو تہ ڪو سبب نہ ملندو جو هيٺيان ۽ ٻيا ان جهڙا بيت رسالي کان ٻاهر رهن.

هينئڙو ڏيئي وٽ جيئڻ، ٻري ٿيو ٻور،
جتن جي جدائي ۾، ٿيس ڇرڻ کان ڇور،
اي مون نماڻي قصور، مون سڳ سڄاڻي نہ ڪيو.

يا

هينئڙو ٻانهي ٻار جيئڻ، وجهلي ويچارو،
الفراق اشد من الموت، اندر لڳو آرو،
مون ٻانهي ٻهارو، مان قبولي ڪيچ ڏڻي.

يا

هينئڙو هرڻ ڦر جيان، ڇرڪيو ڏئي ڇال،
ان الله مع الصابرين، جا ڦيريو وجهان ڦال،
هڪ مارو ٻيا مال، سڪيا هئڻ سيد چئي.

اسان جي گهڻن ماڻهن جو اهو دستور رهيو آهي تہ ٿورو گهڻو ڪم ڪري پوءِ اهو تحقيقي، تخليقي، سماجي، سياسي ۽ سائنسي نوعيت جو هجي، باقي سڄي زندگي ان جو ئي ڪتيو ڪائڻ پسند ڪندا آهيون ۽ انهيءَ رمز ڪي لڳو رهڻ اسان کان نہ ٿو پڄي. ان ۾ اسان جو پنهنجو ڪيترو ڏوهہ آهي؟ معاشري جو ڪيترو عمل دخل آهي يا حڪومتي ادارن جو ڪيترو آشير واد شامل آهي؟ اهو هڪ اجا ئي الڳ بحث آهي. بهرحال اسان ۾ ثابت قدمي ۽ مستقل مزاجي ڪجهہ گهٽ ئي آهي، جنهن سبب جيڪو بہ محقق يا تخليقڪار جتي ليڪو ڪڍي بيهي ٿو، ان کان اڳتي نہ پاڻ ٿو وڌي ۽ نہ ئي ٻئي ڪنهن جو وڌڻ برداشت ٿو ڪري. جيئن اسان جي مانواري بلوچ صاحب سندس مرتب ڪيل رسالي جي ڇپائي کان پوءِ ڪيو. سندس چواڻي:

"This is final work, no one can advance upon it. "

هاڻي اهو پڙهندڙن جي راءِ تي آهي تہ اهڙي ماحول ۽ حالتن ۾ محترم لطيفي صاحب کي انهيءَ حلقي مان ڇا اميد رکڻ گهرجي! بهرحال عام پڙهندڙن ۽ باشعور طبقي سندس محنت کي محبت سان موٽ ڏني آهي ۽ هن مئگزين جي پليٽ فارم تان سيني وس وارن ۽ متعلقہ ماڻهن ۽ ادارن کي اپيل ڪئي آهي تہ گڏجي سڏجي ڪو لائحہ عمل جوڙي لطيف سرڪار جي بيتن جي پرک جا ڪي جوڳا معيار مقرر ڪري مناسب ۽ صحيح ڇاپو عوام جي آڏو آندو وڃي.

– غلام مصطفيٰ گرگيز

# سُر ڪيڏارو ۽ سنڌ ڪيڏارو

شاهہ سائينءَ جو ”سُر ڪيڏارو“ رسالي جي تحقيقي ترتيب جي مختلف مرحلن ۾ اختلافي سُر رهيو آهي، ڪن محققن هن سرکي شاهہ سائينءَ جو ڪلام مڃيو آهي تہ ڪن وري هن خيال جي مخالفت ڪئي آهي، تہ سر ڪيڏارو شاهہ صاحب جو نہ آهي. هن سر جي تحقيقي ڇنڊڇاڻ دستاويزي ثبوتن سان آخر ڪار حاجي ٻانهون خان شيخ پنهنجي رسالي ۾ ۽ ڪتاب ”شاهہ جو رسالو- رسالي جو ڪلام“ ۾ ڪئي آهي. صاحب موصوف هن ڪتاب ۾ بلوچ صاحب واري رسالي ۾ رسالي مان خارج ڪيل بيتن متعلق لکيو آهي، بهر حال هن سر جي باري ۾ فيصلو ڪرڻ ۽ تحقيقي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ جي سلسلي ۾ سندس تاريخي پسمنظر کي نہ وسارڻ گهرجي ۽ خاص طور تي لطيف سائين جي دور واريون سنڌ جون حالتون ۽ ان کان اڳ ويجهڙائيءَ واري دور جي سنڌ جون حالتون زير بحث اچڻ گهرجن. خاص طرح شهيد شاهہ عنايت جهوڪ وارو واقعو اهم آهي. سُر ڪيڏارو کي لطيف سائينءَ جي شاعري نہ مڃڻ وارن محققن ۾ مرحوم محمد صالح پٽي، مرحوم مولانا دين محمد وفائي، مسٽر ليلا رام وطن مل لالواڻي، مرحوم علامہ دائود پوٽو، مرحوم علامہ آءِ آءِ قاضي ۽ ڊاڪٽر بلوچ صاحب سرفهرست ثابت ٿيا آهن. انهن صاحبن کان علاوه باقي سينئي محققن سر ڪيڏارو کي شاهہ جو ڪلام مڃيو آهي. ظاهر آهي تہ جن محققن سر ڪيڏارو کي رسالي ۾ رکيو آهي، انهن وٽ بہ ڪي دليل ۽ ثبوت هوندا ۽ ڪيترن ئي قلمي رسالن ۾ هي سر درج ٿيل مليو هوندو. انهن قلمي نسخن مان ڪي اوائلي، ڪي وچولي دور جا تہ ڪي وري پوئين دور جا هوندا پر سوال اهو آهي تہ جن محققن سر ڪيڏارو کي لطيف سائينءَ جو ڪلام نہ مڃيو آهي انهن جي راين ۽ دليلن کي پرکڻ گهرجي ۽ رسالي سان هن قسم جي

هٿ چراند کي روڪڻ گهرجي.

مرحوم محمد صالح پٽي هالن پراڻن واري جو چوڻ آهي تہ. "احسان فقير جي پڙ تي ڳايو ويندو هو!" هن ڳالهہ جو اظهار موصوف احسان فقير جي رسالي (1918ع) ۾ ڪيو. هي رسالو محمد صالح پٽي جي پٽن سندس وفات کانپوءِ 1953ع ۾ ڇپايو. هن رسالي ۾ 94 بيت ۽ آخر ۾ ڪجهہ زاريون يعني وايون يا صدائون درج ٿيل آهن. موصوف جي راءِ جو مقصد پوءِ وارن محققن غلط ورتو آهي ۽ هن جي راءِ کي قلمي حربي طور استعمال ڪيو آهي. جڏهن تہ هن صاحب جي راءِ مان صرف اهو مقصد معلوم ٿئي ٿو تہ سر ڪيڏارو احسان فقير جي پڙ تي ڳايو ويندو هو. باقي رهي ڳالهہ تہ هي سر ڪنهن جو آهي ان متعلق ڪا بہ وضاحت يا فيصلو ڄاڻايل نہ آهي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب غير ضروري طور هيءَ راءِ پنهنجي حق ۾ استعمال ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

سر ڪيڏارو کي شاهہ سائين جو ڪلام نہ مڃڻ لاءِ هڪ ٻي روايت ڊاڪٽر بلوچ صاحب پنهنجي ڪتاب "فقير صاحب صوفي محمد صديق جو راڳنامو" جيڪو شاهہ عبداللطيف ثقافتي مرڪز طرفان 1987ع ۾ ڇپيو. جي مقدمي ۾ ڄاڻايو آهي تہ "صوفي فقير شاهہ جي رسالي مان گهڻو ڪلام پنهنجي مرشد جي درگاهہ جهوڪ شريف تي ڳارايو." (ص:11) هن حوالي کي بہ بلوچ صاحب غلط طريقي سان قلمي حربي طور استعمال ڪيو آهي. ڇاڪاڻ تہ مٿين حقيقت وانگر هن جو اهو مطلب نہ ٿيندو تہ اهو ڪلام صوفي فقير يا ان جي مرشد جو آهي. اهڙيءَ طرح شاهہ سائينءَ جي ڪلام کي صرف ڳائڻ جي آڌار تي ٻين ڏانهن سلهاڙڻ نہ گهرجي.

صوفي فقير جي سر ڪيڏارو جي بيتن. لطيف سائينءَ جي سر ڪيڏارو جي بيتن متعلق مسترايس تبسم لطيف سائين جي 328 عرس جي موقعي تي پڙهيل مقالي جيڪو رسالي "نذر لطيف" ۾ شايع ٿيل آهي، ۾ چيو آهي تہ. "شاهہ صاحب جي رسالي ۾ درج ٿيل سر ڪيڏاري ۾ ڪل 73 بيت آهن، جن مان 43 بيتن لاءِ خود شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ صاحب جي راءِ هئي تہ. "شاهہ صاحب جا ڇپيل ناهن. باقي 30 بيتن مان 12 بيت شاهہ صاحب جي همعصر ٿرپارڪر جي مشهور شاعر صوفي فقيرن جي جد امجد صادق فقير جي رسالي ۾ موجود آهن ۽ رهيل 18 بيتن کي جي تحقيق جي ڪسوٽيءَ تي پرکبو تہ ٻيو ئي نظارو پسبو." هن وڏيڪ دليل

ڏيندي چيو آهي ته، "شاھ جي رسالي ۾ هر سر ۽ هر سر جي هر داستان ۾ شاھ صاحب جو نالو يا تخلص موجود آهي پر سر ڪيڏاري جي ڪنهن به هڪڙي بيت ۾ شاھ صاحب جو نه نالو آهي ۽ نه ئي تخلص." جيتري قدر سر ڪيڏاري ۾ ڪنهن به بيت يا وائيءَ ۾ شاھ صاحب جي نالي يا تخلص نه هئڻ جو تعلق آهي ان جو اهو جواب ڪافي نه آهي ته شاھ صاحب جي هزارن بيتن مان صرف چند سون بيتن ۾ شاھ صاحب جو نالو يا تخلص آهي ۽ رسالي ۾ ڪيترائي اهڙا سر ملن ٿا جو ڪنهن بيت يا وائيءَ ۾ شاھ صاحب جو نالو يا تخلص نه ملندو. جيئن سر ڪاموڏ ۽ سر رپ وغيره. پر هن راءِ جي تسلسل ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب اڳ ذڪر ڪيل ڪتاب "راڳنامو" جي مقدمي ۾ لکيو آهي ته "فقير صاحب 1170ع هجري يعني 1756ع ۾ پيٽائي صاحب جي وفات کان پنج سال پوءِ ڄائو هو ۽ جوانيءَ واري عرصي ۾ ڏاڏا هنيائين ۽ ڏاڍ مڙسيءَ ۾ نالو ڪڍيائين ۽ غالبن چاليهن ورهين کان پوءِ جوانيءَ جي موٽ بعد سندس طبيعت فقيريءَ ڏي مائل ٿي." حاجي باهون خان هن جي جواب ۾ لکي ٿو ته، "هن حساب سان فقير صاحب کو ڪلام چيو هوندو ته اهو سن 1210 هجري کانپوءِ چيو هوندو. جڏهن ته سر ڪيڏارو سنه 1210هجريءَ تائين شاھ صاحب جي رسالن جي پراڻن نسخن ۾ درج ٿي چڪو هو. لطيف سائين جي درگاھ تي رکيل گنج شريف ۾ جيڪو سنه1207 هجريءَ جي شروعات ۾ لکجي چڪو هو، سر ڪيڏاري جا 76 بيت ص: 26، مقدمو، شاھ جو رسالو. هڪ ٻي وضاحت به هن موقعي تي موزون رهندي ته ٻچيري وارن سيدن وٽان جيڪو قلمي نسخو رسالي جو فوٽو ڪاپي تي مليو. ان ۾ به سر ڪيڏارو درج ٿيل آهي. جيڪو گنج کان 5 سال اڳاٽو يعني 1202 ۾ لکجي چڪو هو. هن رسالي جو سر ورق جنهن تي سنه درج ٿيل آهي، سو پڻ ڊاڪٽر بلوچ صاحب پاڻ ٻين مانوارن محققن ۽ اديبن جي موجودگيءَ ۾ ڏسي چڪو آهي. (هي رسالو سائين آفتاب شاھ جاموٽ، مرحوم فقير امداد سرائي. ڊاڪٽر محمد اسماعيل شيخ جن جي ڪوشش سان حاصل ٿيو) ڊاڪٽر صاحب به مرحوم فقير امداد سرائيءَ جي گهر هڪ لطيفي رهاڻ جي ويهڪ ۾ هن رسالي جو معائنو ڪيو هو. حاجي باهون خان ساڳئي صفحي تي هن حوالي سان لکن ٿا ته، "برطانوي متحف (برٽش ميوزيم لنڊن) جي ڪتب خاني ۾ محفوظ رسالي ۾ 33 بيت ۽ حيدرآباد جي ٽنڊي مير محمد جي مير صاحبن جي ڪتب خاني مان هٿ آيل

نسخي ۾ 27 بيت لکيل آهن. صوفي صاحب جي رسالي ۾ ايس تبسم صاحب جا ڄاڻايل 12 بيت بہ انهن پراڻن رسالن ۾ اڳ ئي درج ٿي چڪا هئا." هن بحث جي روشنيءَ ۾ اوائلي دور جي ٻن رسالن. گنج شريف 1207 هجري ۽ ٻچيري وارن سيدن واري قلمي نسخي 1202 هجري ۽ برٽش ميوزيم لنڊن واري نسخي 1864ع ۽ ٽرمپ، بمبئي، سرڪاري، مرزا قليچ بيگ، ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڪلياڻ آڏواڻي، غلام محمد شاهواڻي، قاسمي، انصاري، جنجهي، ڏيپلائي ۽ ٻانهون خان وارن رسالن ۾ سُر ڪيڏارو موجود آهي. پوءِ بہ خبر نہ آهي تہ بلوچ صاحب صرف روايتن جي آڌار سر ڪيڏارو ڇو ڪيڍي ڇڏيو آهي ۽ تحقيق جي عمل کان ڪم نہ ورتو آهي. پنهنجي ئي مقرر ڪيل معيار کي رد ڪندي سر خارج ڪيو آهي، جڏهن تہ اوائلي دور ۾ سر ڪيڏارو جو موجود هئڻ ڪنهن بہ طرح خارج ٿيڻ جوڳو نہ آهي. هي روايتن جو سلسلو هلندي مير عبدالحسين سانگي تي پهچي ٿو جنهن پنهنجي فارسي ڪتاب "لطائف لطيفي جي ارڙهين حڪايت" ۾ لکيو تہ، "سر ڪيڏارو لطيف سائين جي تصنيف آهي پر آخري داستان وارا بيت جن جي شروعات " ڪونئر ڪلي جا ڪوڏيا جا نڪي تائين جيءُ......" بيت سان ٿئي ٿي، اهي بيت فتح فقير جا چيل آهن ۽ ان فقير جي التجا تي پيتائيءَ جي فقيرن ياد ڪيا ۽ آخر سنہ 1250 هجريءَ ۾ رسالي ۾ داخل ڪيا. " مير صاحب جي هن راءِ جو رد حاجي ٻانهون خان هن طرح ڪيو آهي: "مرحوم عبدالحسين سانگي جي روايت تہ سنہ 1250 هہ يا ان کان پوءِ شايع ٿيل شاهه جي رسالن جي آخري داستان وارا بيت (جن جو عدد 19آهي) فتح فقير جا چيل آهن، پڻ بي بنياد آهي، ڇاڪاڻ تہ اهي سيئي بيت سنہ 1207 هہ ۾ لکيل گنج شريف ۾ موجود آهن." (ص: 27، مقدمہ، شاهه جو رسالو.) ٻانهون خان جي راءِ جي دلالت ٻچيري وارن سيدن واري قلمي نسخي جيڪو 1202 هجريءَ ۾ لکيو ويو، ۾ پڻ هي بيت لکيل آهن. مطلب تہ هن مرحلي تائين زيربحث آيل مختلف محققن جا رايا ۽ انهن جا رد پڙهندي ۽ پرکيندي ڪم از ڪم هيءَ حقيقت واضح ٿئي ٿي تہ نہ رڳو سڀ روايتون هڪٻئي سان تضاد ۾ آهن پر غلط پڻ آهن. ڇاڪاڻ تہ اوائلي دور وارن رسالن جي شاهدين ۽ ٻانهون خان جي دليلن ثابت ڪيو آهي تہ انهن روايتن، جن ۾ سر ڪيڏارو ڏاريو ڪلام مڃيو ويو سي سڀ روايتون غير تحقيقي، غير مستند ۽ علمي ڄاڪوڙ جي کوٽ جون شڪار آهن.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب پنهنجي هڪ تحرير، 12 اپريل 1995ع عبرت

اخبار ۾ ڇپيو تہ، ”شاهہ صاحب جي رسالن ۾ درج ٽيل سر ڪيڏارو هالن پراڻن جي هڪ سيد عبداللطيف حسينيءَ جو چيل آهي، جيڪو شاهہ صاحب کان اڳاٽي دور جو شاعر هو ۽ سر ڪيڏارو اجا تائين ان سيد جي درگاهہ تي ڳايو ويندو آهي. “ وري ڊاڪٽر صاحب جلد ڏهون ”شاهہ جو رسالو۔رسالي جو ڪلام“ (ص: 811) تي لکيو آهي تہ، ”رسالي ۾ شامل ڪيڏاري جا گهڻا بيت قادري طريقي جي شيخ ۽ مرشد سيد عبداللطيف (پراڻا هالا) جي فقيرن چيا ۽ گهڻي ڀاڱي اهي احسان فقير لانگاهہ چيا. “ بلوچ صاحب جا مٿي ڄاڻايل رايا نہ صرف هڪٻئي جي تضاد ۾ آهن پر غير حتمي پڻ آهن. هتي بلوچ صاحب جو فيصلو هڪ طرف غير مستند آهي تہ ٻئي طرف وري ايئن چوڻ تہ شاهہ صاحب جي رسالي ۾ درج ٽيل سر ڪيڏارو احسان فقير لانگاهہ جي پڙ تي يا سيد عبداللطيف حسينيءَ يا سيد عبداللطيف قادريءَ جي درگاهہ تي ڳايو ويندو آهي تنهن ڪري انهن بزرگن سان نسبت رکي ٿو، ان قسم جي تحقيق ناڪافي آهي ۽ ان تحقيق جي بنياد تي اهڙا منجهيل فيصلا بلڪل نامناسب آهن.

حاجي ٻانهون خان شيخ پنهنجي ڪتاب، ”شاهہ جو رسالو۔رسالي جو ڪلام“ (ص: 49، 50، 51، 52، ۽ 53) ۾ بلوچ صاحب جي مٿين راين کي رد ڪندي لکي ٿو تہ، ”سر ڪيڏارو تہ سڄي جو سڄو تجويز ڪيل معيارن تي پرکڻ کان سواءِ روايتن جي آڌار تي رسالي جي ڪلام يعني ڏارئي ڪلام طور جلد ڏهين ۾ درج ڪيو ويو آهي، جنهن لاءِ ڊاڪٽر بلوچ صاحب پنهنجي سر ڪا پڪي پختي راءِ ڪانہ ڏني آهي......ڊاڪٽر صاحب پنهنجي عمل کي ٺيڪ ڏيارڻ لاءِ ماضيءَ جي ڪن عالمن جهڙوڪ مسٽر ليلا رام وطن مل لالواڻي، مرحوم مخدوم محمد صالح ڀٽي، مرحوم مولانا دين محمد وفائي، مرحوم علامہ ڊاڪٽر دائود پوٽو ۽ مرحوم علامہ آءِ آءِ قاضيءَ جا رايا نقل ڪندي چوي ٿو تہ هنن سڀني عالمن جي راءِ موجب بہ ڪيڏارو شاهہ جو ڪلام ناهي. مسٽر ليلارام جي راءِ نقل ڪندي جلد ڏهين ۾ مقدمي جي ص: 24 تي ڊاڪٽر بلوچ صاحب مسٽر لالواڻيءَ جي انگريزي ڪتاب ”شاهہ عبداللطيف جي سوانح، مذهب ۽ شعر“ جي ڀاڱي پهرئين جي ص:62 تي سرڪيڏارو متعلق ڏنل راءِ لاءِ لکيو آهي تہ، ”ليلا رام ذرا وڌيڪ ويچار سان رسالي ۾ گهڻو ڪري هر سر جي باري ۾ پنهنجي راءِ ڏيندو ويو آهي. جيڪي سر شاهہ صاحب جا پنهنجا چيل ڪري

سمجهائيندن تن مان هر هڪ بابت لکيائين ته." هي سر اسان جي شاعر جو آهي"پر هڪ سر ڪيڏارو ئي آهي جنهن بابت ايئن ڪو نه لکيائين."بانهون خان بلوچ صاحب جي هن دليل کي رد ڪندي لکي ٿو ته، "حقيقت ۾ مسٽر لالواڻيءَ جي اڪيلي راءِ ته ڪيڏارو شاهه صاحب جو چڇيل آهي يا نه. ڪا ايڏي اهم ڪانهي پر وڏي ڳالهه اها آهي ته ان جي راءِ جي تاويل غلط نموني ڪئي وئي آهي. جيڪو هڪ قلمي حربو آهي ۽ پنهنجي مقصد ۽ منصوبي کي هٿي ڏيارڻ لاءِ استعمال ڪيو ويو آهي. مسٽر لالواڻي واقعي ايئن ڪو نه لکيو آهي ته ڪيڏارو اسان جي شاعر جو چڇيل آهي پر ايئن به چٽو ڪو نه لکيو اٿس ته ڪيڏارو اسان جي شاعر جو چڇيل ڪونهي. جهڙيءَ طرح پنهنجي ڪتاب جي پهرئين ڀاڱي جي صفحي 67، 68 ۽ 69 تي سر بيراڳ يعني بروو هندي، سر هير رانجهي، سر ڏول مارئي، سر ڏناسري ۽ سر بسنت بهار لاءِ چٽيءَ طرح لکيو اٿس ته هي سر اسان جي شاعر جا چڇيل ناهن. سر ڪيڏاري متعلق راءِ لالواڻي هوبهو ان نموني ڏني آهي جنهن نموني سر سامونڊي، سورٺ، مومل راڻي، ڪاموڏ ۽ پرڀاتي لاءِ (جن لاءِ هرڪو چوي ٿو ته اهي سر شاهه صاحب جا چڇيل آهن) مذڪوره ڪتاب جي ص:61، 62، 63، ۽ 66 تي ڏني اٿس، جنهن ۾ ڪيڏاري جي سر وانگر ايئن ڪو نه لکيو اٿس ته هي سر اسان جي شاعري جا چڇيل آهن يا ڪو نه چڇيل آهن.........هاڻي جيڪا راءِ سر سامونڊي، سر سورٺ، ڪاموڏ، مومل راڻي ۽ سرپرڀاتيءِ لاءِ قائم ڪبي ته آيا هي سر شاهه صاحب جا چڇيل آهن يا نه. اهڙي راءِ مسٽر لالواڻي سر ڪيڏاري متعلق ڪئي هوندي. "مطلب ته ڊاڪٽر بلوچ ليلا رام جي راءِ کي جنهن نموني پنهنجي لاءِ دليل مهيا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي سا ادب ۽ تحقيقي ڪم ۾ هڪ قسم جي عمل جي کوٽ آهي. حقيقتن کي پنهنجي مقصد لاءِ توڙي مروڙي پيش نه ڪرڻ گهرجي. ليلا رام سر ڪيڏارو لاءِ ڪابه واضح راءِ ڪانه ڏني آهي. تنهن ڪري جن ٻين سرن لاءِ اهڙي قسم جي راءِ هوندي به انهن سرن کي متفقه طور شاهه سائين جا سر مڃيو ويو آهي ته سر ڪيڏارو کي به ايئن شاهه صاحب جو سر مڃڻ گهرجي.

حاجي بانهون خان شيخ پنهنجي ڪتاب جي ص: 53تي، بلوچ صاحب جي متضاد راين کي مجموعي طور تجزيي هيٺ آڻيندي لکي ٿو ته. "ڊاڪٽر بلوچ صاحب پنهنجي هڪ تقرير ۾ جنهن جو اختصارو روزاني اخبار عبرت مورخه 12 اپريل 1995ع ۾ شايع ٿيو. چيو ته سر

ڪيڏارو هالن پراڻن واري هڪ سيد عبداللطيف حسيني (جيڪو سيد عبدالقادر جيلانيءَ جي اولاد مان هو) جو چيل آهي ۽ اجا تائين ان سيد جي درگاهہ تي ڳايو ويندو آهي. پر هاڻي جلد ڏهين جي مقدمي ص:32 تي لکيو اٿس "شاهہ جي رسالي ۾ سر ڪيڏاري جي بيتن بابت فقط ايترو تصديق سان چئي سگهي ٿو تہ اهي سيد عبداللطيف قادريءَ جي ذڪر ۽ سماع جي سلسلي جا آهن. ٿي سگهجي ٿو تہ ڪي بيت خود سيد عبداللطيف پاڻ چيا هجن ۽ ڪي ڪن ٻين فقيرن چيا آهن پر گهڻي ۾ گهڻا بيت احسان فقير جا چيل آهن". وري ساڳئي جلد جي سمجهاڻيءَ ۽ پرک واري باب ۾ ص: 811 چاڻايو اٿس تہ، " موجود تحقيق دوران آخري طور انهيءَ نتيجي تي پهچجي ٿو تہ رسالي ۾ شامل ڪيڏاري جا گهڻا بيت قادري طريقي جي شيخ ۽ مرشد سيد عبداللطيف (پراڻا هالا) جي فقيرن چيا ۽ گهڻي ڀاڱي اهي احسان فقير لانگاهہ چيا". بانهون خان بلوچ صاحب جي هن متضاد قسم جي راين تي پنهنجي راءِ هن طرح ڏني آهي: "مٿين حقيقت مان ظاهر ٿيو تہ ڊاڪٽر بلوچ صاحب خود پنهنجي راءِ ۾ مستحڪم ۽ پڪو ناهي. هاڻي اڻ سڌيءَ طرح پنهنجي شروعات واري راءِ تہ شاهہ جي رسالي ۾ سر ڪيڏارو جا بيت سيد عبداللطيف حسيني قادري هالن پراڻن واري جا چيل آهن، تان هٿ ڪڻي اهو تسليم ڪيو اٿس تہ گهڻا بيت سيد عبداللطيف قادري جي فقيرن چيا ۽ گهڻي ڀاڱي اهي احسان فقير لانگاهہ چيا ......ڊاڪٽر صاحب جي اها اڻ سڌي راءِ جلد ڏهين جي مقدمي جي ص:33 تي نقل ڪيل مرحوم مولانا دين محمد وفائي جي راءِ سان ذري گهٽ ۽ گهڻي ڀاڱي نهڪي اچي ٿي، جنهن ۾ ڄاڻايو ويو آهي تہ شاهہ جي رسالي ۾ درج ڪيڏاري جي سر ۾ جملي 72 بيت آهن، جن مان ڀيٽ ڪندي 41 بيت احسان فقير جي رسالي ۾ لڀن ٿا، باقي 31 بيتن لاءِ خاطري سان ڪجهہ بہ چئي نٿو سگهجي تہ ڪنهن جا آهن.......فرض ڪجي تہ ڊاڪٽر صاحب جي راءِ تہ ڪيڏاري جا گهڻا بيت قادري طريقي جي فقيرن چيا ۽ گهڻي ڀاڱي اهي احسان فقير چيا ۽ مولانا دين محمد وفائي صاحب جي راءِ تہ 41 بيت احسان فقير جا چيل آهن، صحيح آهي تہ پوءِ گهٽ ۾ گهٽ 31 بيتن کي شاهہ صاحب جو ڪلام ڪري مڃيو وڃي، ڇاڪاڻ تہ اهي سڀ شاهہ صاحب جي پراڻن ۽ اوائلي دور جي رسالن ۾ موجود آهن ۽ انهن جي ٻئي وارث جو پتو ڪو نہ ٿو پوي. خبر ناهي تہ ڪهڙي شيءِ مولانا دين محمد

وفائي ۽ ڊاڪٽر بلوچ صاحب کي ان ڳالهہ کان مانع آهي. هي فيصلو پڙهندڙ حضرات تي ڇڏيو وڃي ٿو. (ص: 53ع 54) ڊاڪٽر صاحب جو پنهنجن ئي راين جي متضاد هئڻ باوجود ۽ ٻين عالمن جي راين جو غلط ثابت ٿيڻ باوجود هروڀرو هن ڳالهہ تي زور ڇو آهي تہ سر ڪيڏارو رسالي مان خارج ڪيو وڃي.

حقيقت ۾ ادبي حوالي سان تحقيق دوران ڪنهن بيت يا وائي يا شعري مجموعي جي مالڪيownership ثابت ڪرڻ لاءِ خارجي ۽ داخلي ثبوتن جي هئڻ ۽ انهن جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ ضروري آهي. هن تحقيقي طريقہ ڪار ۾ چند شاهدين تي محدود ٿي ويهڻو نہ آهي پر مالڪي طئي ڪرڻ لاءِ شاهدين جي وڏيڪ ڳولا ڪرڻ ضروري آهي. انهن شاهدين مان وري داخلي ثبوتن کي وڏيڪ اهميت حاصل آهي. ڇا ڪاڻ تہ خارجي شاهديون صرف حقيقت جي ويجهو آڻي سگهن ٿيون پر اهي حتمي نہ هونديون. ڇا ڪاڻ تہ خارجي شاهديون جعلي. ڪن اثرات هيٺ ملاوٽ جو شڪار، ٺوڙ مروڙ جو شڪار ٿي سگهن ٿيون. هنن ڳالهين جي ڇنڊڇاڻ ٿيڻ گهرجي تہ ڇا شاهدي ڏيڻ يا لکڻ وارو ان حالت ۾ هو جو سچ ڄاڻي سگهي؟ وري ترتيب ڏيندڙ حضرات. مدير. سهيڙيندڙ وغيره جو علم. فڪر. نظريو. وابستگي. پسند ناپسند. شهريت ۽ ساک. تعصب. حسد. جانبداري ۽ غير جانبداري کي بہ پرکڻ گهرجي ۽ ان سان گڏ ان عالم ۽ محقق جي علم نفسيات ۾ مهارت ۽ اهو تہ ڪٿي ڪو محقق ذاتي غرض. انا. مشهوري يا نواڻ لاءِ جواز جي تلاش تہ نہ پيو ڪري. همدردي حاصل ڪرڻ جي مطلب سان تہ ڪو نہ پيو ڪري يا ڪنهن علمي قدم لاءِ ترغيب طور تہ ايئن ڪو نہ ٿو ڪري؟

ان جي برعڪس داخلي شاهديون تحقيقي عمل ۾ مالڪي طئہ ڪرڻ لاءِ وڏيڪ موزون ثابت ٿين ٿيون. ڇاڪاڻ تہ اسلوب بيان جو مالڪ (شاعر) تي هڪ مخصوص ۽ منفرد رنگ هوندو آهي. اسلوب ۾ لفظن جو استعمال. انهن جو ورجاءُ. اهڙن لفظن جو ذخيرو. مقدار ۽ معيار جي لحاظ سان ڪيترو آهي. شاعر جي شاعريءَ ۾ تجنيس حرفي. تجنيس تام. تشبيهون. استعاره جو استعمال ڪيتري مقدار ۽ ڪيڏي معيار جو آهي. مجموعي طور تي شاعر جو لهجو ۽ زبان جي صحت ڇا آهي؟ ۽ انهن سيني خوبين جي پهلو بہ پهلو پيٽ مستند ڪلام سان ڪرڻ گهرجي تہ جيئن خبر پوي تہ شاعر جي متضاد شاعريءَ جي سندس

مستند ڪلام سان مشابهت ڪيتري قدر صحت جي حامل آهي ۽ان مشابهت جو تعداد ڪيترو آهي. هن پسمنظر ۾ لطيف سائين جي ڪلام ۾ مٿي بيان ڪيل خوبين جو هئڻ ڪنهن بہ محقق ۽ عالم کان ڳجهو نہ آهي ۽انهن معيارن ۽خوبين کي پيش نظر رکندي شاه جي رسالي جي مجموعي طور چندچاڻ تيڻ کپي ۽ سر ڪيڏارو کي بہ انهيءَ تناظر ۾ جانچڻ ۽ پرکڻ گهرجي، باقي مفروضن ۽غير حتمي ۽ غلط روايتن جي آڌارتي رسالي سان هٿ چراند نہ ڪرڻ گهرجي.

محقق جي علمي صلاحيت، جمالياتي بصيرت، گهرو ۽ طويل مطالعو ڪنهن شيءِ جي پرک ۽ پروڙ لاءِ بصيرت ۽ مهارت پيدا ڪن ٿا. جيڪا وري فني تجزيي کان بہ وڌيڪ محترم، معتبر ۽ توجهہ جي مستحق سمجهڻ گهرجي. محقق جي هيءَ صلاحيت وري تحقيق جي عمل ۾ مالڪي طئي ڪرڻ لاءِ ان شاعر جي تصورات ۽خيالات جي مشابهت ڳولڻ، ان مشابهت جي مستند ڪلام سان ڀيٽ ڪرڻ، ان جي صحت معلوم ڪرڻ ۾ مددگار ثابت ٿئي ٿي. انهن سيني خوبين جي پسمنظر ۾ وري شاعريءَ جا مختلف زاويا معلوم ڪري سگهجن ٿا. جيئن مثال طور هن شاعر (شاهہ صاحب) کان سواءِ ٻيو ڪير بہ ايئن ڪري سگهي تو يا ايترو چاٽي سگهي ٿو!؟ سر ڪيڏاري جو هڪ مثال ڏجي ٿو:

”چپر جيئن پهون، تيئن رڻ ڳجهين رانئيو،
وڪا وڪن گڏيا، ٻوڙئو ڏين ڍهون،
مهاين وهون، نير مهانگو ڪنديون.“

هن بيت جو تصوراتي تخيل جي پرواز ۽ خيالات جي وسعت ۾ مختلف شين جي نسبت ڏسو تہ ٻڪرين کي ڳجهن سان تشبيهہ ۾ استعمال ڪيو ويو آهي تہ وري ٻئي طرف بهادرن جي ويڙهہ جي نتيجي ۾ وهندڙ خون جي نتيجي ۾ انهن جي ونين کي ايڏي تعداد ۾ ماتمي لباس پارايو ويو آهي جو نير مهانگو ٿئي. هيءَ آهي شاهہ صاحب جي ڪيميا گري، ڪنهن ٻئي شاعر جو تہ اهڙي معيار جو بيت هن سان ڀيٽي ڏسو.

هڪ ٻيو بيت سر ڪيڏاري مان مثال طور ڏجي ٿو:

“ڳجهن ويٺي ڳرهٽا، ڏنجها ڏک گهٽا،
تنگي لٿين تونڻ جي، سورهيہ ساماٽا،
ڪندا راماٽا، ڪونئر ڪلي جا ڪوڏيا.“

مطلب تہ ڳجهن پاڻ ۾ ويٺي سور ۽ ڏک اوريا ۽ خوراڪ جي تنگي سبب گهٽا ڏنجها ڏنائون پر سورهين جي جوان ٽيڻ تي کين آسرو ٿيو آهي تہ سورهيہ جيڪي جوان شهزادا ۽ ڳيرو جنگ جا شوقين آهن، سي جنگ جون پڪارون ۽ هڪلون ڪندا، هل ۽ هنگامو ٿيندو، آخر جنگ لڳندي ۽ شهيدن ۽ سورهين جي ماس تي پلجڻ ٿيندو. ڳجهہ جهڙي ڪني ۽ مڪروهہ پکيءَ جي ماس کائڻ واري عادت کي شاهہ صاحب ڪيئن نہ سورهين جي جنگ سان نسبت ۾ آندو آهي. هڪ ٻيو بيت سر ڪيڏارو مان آهي تہ:

"ڳجهڙين ڳارو، راتو ڏينهن رڻ ۾،
پيپون پچن پاڻ ۾، ڪنهن منهن ڪيڏارو،
کين ڪڳ مارو، ڪانئر پئو ڪنو ٿئي."

مطلب تہ ڳجهون رات ڏينهن رڻ ۾ رهن ٿيون ۽ هڪٻئي کان پيون پچن تہ ڪيڏارو يعني جنگ جو ميدان ڪهڙي طرف آهي، ڇاڪاڻ تہ هو بهادرن جو ماس کائين ٿيون، تلوار جي ڪنل جو ماس کائين ٿيون پر ڪانئر يعني بزدل ۽ گيدي پلي پيو ڪنو ٿئي ۽ ڏپ ڪري ۽ ڳجهون ان جي ماس يا گوشت کي ڪو نہ ٿيون کائين. ڇا تہ ڪمال آهي شاهہ سائينءَ جي تخيل جو ۽ ڪيئن نہ بهادرن ۽ بزدلن ۾ فرق محسوس ڪرايو اٿن تہ ڪانئر کي تہ ڳجهہ بہ ڪو نہ ٿي کائي، يعني ڪانئر ڳجهہ لاءِ بہ وڏيڪ ڏڪار لائق آهي، ڇا هنن چند بيتن جي تصوراتي ۽ خيالي مشابهت شاهہ سائين جي ڪلام سان فرق ۾ آهي، ڇا هن مشابهت جي پيٽ ۽ صحت معياري نہ آهي. ڪو ٻيو شاعر انهن عام سادين شين جي استعمال کي هن طرح معنيٰ خيز بڻائي سگهي ٿو تہ پوءِ سر ڪيڏاري کي شاهہ سائين جو مڃڻ ۾ باقي ڪهڙو اعتراض آهي؟

انهيءَ کان علاوه مالڪي طئہ ڪرڻ لاءِ اجا ٻيا بہ رُخ آهن، جيئن شاعر جي شاعري ۾ موجود واقعن، ماڳ مڪان جو ذاتي مشاهدو يعني واقعاتي شهادت وارو پهلو، انهن علائقن، ماڳن ۽ ماحول جو سير سفر، انهن علائقن جي ماڻهن سان تعلقات ۽ وابستگي بہ هن تحقيقي عمل ۾ مددگار ثابت ٿي سگهي ٿي، مثال طور سسئيءَ جي سفر کي ذهن ۾ رکندي، سسئي جي سورن ۽ ڏکن جو تصور ڪندي، شاهہ جي شاعريءَ کي پڙهبو تہ لفظ ۽ بيت متحرڪ ڪئميرا وانگر هر شيءِ جو عڪس ذهن تي ڇٽيندا

ويندا. ڇا اهڙي حقيقت نگاري ڪنهن ٻئي شاعر جي ڪلام ۾ ممڪن آهي؟ شاهہ صاحب وٽ انهيءَ ڪري ممڪن ٿي آهي جو شاهہ عملي طور انهن پنڌن ۽ پيچرن مان سفر ڪيو ۽ هر شيءِ کي مشاهدي جي اک ۾ محفوظ ڪيو. سر سهڻيءَ ۾ درياهہ جو ماحول هجي يا سر ڪاموڏ ۾ ڪينجھر جو منظر، سر سارنگ ۾ تر جي سُڪار ۽ ڏڪار جو ماحول هجي يا سر مومل ۾ لڊاڻي ڪنڌي مومل جي ڪاڪ جي طلسماتي تصوير، ڪو بہ شاعر شاهہ سائينءَ جو هن حوالي سان ثاني نہ آهي، ڇا ڪاڻ تہ اهي سڀ ماڳ مڪان شاهہ صاحب نہ رڳو سير سفر دوران ڏٺا ۽ مشاهدو ڪيو پر رسالي جي ماڳ مڪان ۽ هر ڪردار جي ڪيفيت کي نهايت خوش اسلوبيءَ سان بيان ڪيو. سڄي جو سڄو رسالو انهن سينڌي شين جو مخزن آهي. هڪ اڌ ڪٿ پنڊار آهي. هن ئي رُخ کان توهان وري سر ڪيڏارو ۾ بهادرن جي انداز جنگ ۽ قربانيءَ کي ڏسو، ميدان جنگ جي ڪارزار کي محسوس ڪريو ۽ انهن جي عورتن جي جذباتي ۽ احساساتي ڪيفيت جي گهرائي ۽ ان جي وري شاعري ۾ ڀرپور اپٽار پڙهو. ڪنهن جي وس ۾ آهي، ايترو ڇاڻ ۽ ايئن ڪري ڏيکارڻ!؟

مطلب تہ مالڪي جو اعتبار داخلي ۽ خارجي ٻنهي ثبوتن جي مجموعي ۽ گڏيل وزن ۽ تعداد سان قائم ٿيندو آهي. صرف ٻنهي کي ملائي ڪري ئي ڪا نسبت قائم ڪري سگهجي ٿي. اهڙيءَ طرح جڏهن داخلي شاهدي مشڪوڪ يا محدود هجي، اتي خارجي شاهدي ثبوتن جي صرف ويجهو آڻي سگهي ٿي. درست تہ هي آهي تہ مختلف قسمن جون شاهديون جڏهن هڪ مرڪزي نقطي تي مرڪوز ٿي وڃن تڏهن مالڪيءَ جي باري ۾ حتمي استدلال هٿ اچي ٿو.

مٿئين بحث جي پسمنظر ۾ ۽ بيان ڪيل داخلي ۽ خارجي ثبوتن جي چنڊ ڇاڻ ڪندي حاجي بانهون خان پنهنجي رسالي جي ص: 27 تي جيڪو تقابلي جائزو پيش ڪيو آهي، سو سر ڪيڏارو کي شاهہ صاحب جو سر مڃڻ لاءِ نهايت مڪمل ۽ مستند آهي"...... شاهہ صاحب جي مختلف قديم رسالن ۾ 88 بيت ۽ 6 وايون آهن، جن مان 50 بيت (45بيت گنج شريف ۾ لکيل آهن) اهڙا آهن جيڪي (ڪن ڪُپل بيتن ۾ ڪجهہ لفظي ڦير ڦار ۽ ڪجهہ مصراعن جي اضافي سان) احسان فقير واري رسالي ۾ لکيل آهن. انهن 50 بيتن جو باهمي مقابلو ضميمي "الف" ۾ ڏنو ويو آهي ۽ باقي شاهہ صاحب جي رسالن وارا رهيل 38 بيت

ضميمي "ب" ۾ احسان فقير جي رسالي مان سر ڪيڏارو جا رهيل 44 بيت ۽ احسان فقير جي مذڪوره رسالي جي صفحن 51 کان 66 تي لکيل بيت سر ڏناسري، سر سارنگ، يمن ڪلياڻ، سر بلاول، سر آبري، سر معذوري، سر مارئي، سر سهڻي ۽ سر يمن ۾ احسان فقير جا چپيل جملي 33 بيت ضميمي "ج" ڏنا ويا آهن. انهن ٽنهي ضميمن جي مطالعي ما ن هڪ تہ اهو بخوبي معلوم ٿيندو تہ شاهہ صاحب جي رسالن ۾ لکيل ڪيڏارو شاهہ صاحب جو ڪلام آهي، جنهن مان ڪي بيت لفظي ڦير ڦار ۽ ڪي بيت ڪن مصراعن جي اضافي سان صوفي فقير محمد صديق جي "راڳنامي" وانگر احسان فقير جي چپيل ڪيڏاري ۾ شامل ڪيا ويا آهن ۽ ٻيو ڏسڻ ۾ايندو تہ ضميمي "الف" ۾ اهڙي قسم جي اضافي مواد ۽ ضميمي "ج" ۾ لکيل احسان فقير جي سر ڪيڏاري جي 44 بيتن ۽ ٻين سرن جي 33 بيتن ۾ اها پختگي ۽ رعنائي ڪانهي، جيڪا ضميمي "الف" ۾ شاهہ صاحب جي ٻلي ڏيکاريل بيتن ۽ ضميمي "ب" ۾ درج ڪيل شاهہ جي 38 نج بيتن ۾ آهي."

بلوچ صاحب جن محققن ۽ عالمن جي روايتن جي آڌار تي سر ڪيڏارو ڏاريو ڪلام قرار ڏنو آهي. انهن مان پهريون عالم ۽ محقق محمد صالح پٽي آهي، جنهن صاحب صرف اهو چيو آهي تہ، "سر ڪيڏارو احسان فقير جي پڙ تي ڳايو ويندو هو." هيءَ روايت بہ ٻي مقصد ثابت ڪئي وئي آهي تہ صرف ڳائڻ جي بنياد تي سر ڪيڏاروڪي احسان فقير جو نتو چئي سگهجي.

ٻي روايت صوفي فقير جي نسبت سان دليل طور ڄاڻائي وئي آهي، سا پڻ متئين روايت وانگر ڳائڻ جي بنياد تي رکي وئي آهي ۽ پڻ متئين روايت وانگر غلط ثابت ٿي.

ٽئين روايت جيڪا بلوچ صاحب ۽ تبسم صاحب جي آهي تہ ڪيڏارو جا 12 بيت صادق فقير جا ڄاڻايا ويا آهن، هيءَ روايت پڻ ٻانهون خان شيخ غلط ثابت ڪئي آهي تہ هن فقير هي بيت 1210 هجريءَ کانپوءِ چيا. جڏهن تہ اهي بيت 1210 هجريءَ کان اڳ جي لکيل شاهہ جي رسالن (1207هہ) گنج شريف ۽ ٻچيري وارن سيدن وارو نسخو جيڪو 1202هہ ۾ لکيو ويو، ان ۾ درج ٿيل آهن تہ پوءِ هي بيت صادق فقير جا ڪيئن چئبا؟

چوٿين روايت مير عبدالحسين سانگيءَ جي آهي. جنهن تحت سر

ڪيڏارو جي آخري داستان جا 19 بيت فتح فقير جا چپيل ڄاڻايا ويا آهن ۽ انهن بيتن کي 1250 هجريءَ ۾ رسالن ۾ داخل ڪرڻ جي ڳالهہ ڪئي وئي آهي. هيءَ روايت پڻ ٻانهون خان غلط ثابت ڪئي آهي، ڇا ڪاڻ تہ هي 19 بيت (1207هہ) گنج شريف ۾ اڳ ئي درج ٿيل آهن ۽ ساڳئي وقت 1202 ۾ لکيل ٻچيري وارن سيدن جي نسخي ۾ پڻ آهن تہ پوءِ هن بي بنياد روايت جي بنياد تي اهي بيت فتح فقير جا ڪيئن مڃي سگهجن.

پنجين روايت جيڪا بلوچ صاحب وقت بہ وقت ڦيرائيندو رهيو آهي تہ هي بيت سيد عبداللطيف حسيني جا چپيل آهن، يا وري لکي ٿو تہ قادري طريقي جي پير مرشد سيد عبداللطيف قادريءَ جي فقيرن چيا ۽ گهٽي ياڳي احسان فقير لانگاهہ چيا. هي روايت متضاد آهي ۽ اهڙي ئي روايت مولانا دين محمد وفائي جي آهي، جيڪا پڻ بيتن جي مختلف تعداد کي ٻين صوفين سان نسبت ڏئي سر ڪيڏارو کي ڏاريو ڪلام چيو ويو آهي. اهي سڀ روايتون اڳ بيان ڪيل تجزيي ۾ ثبوتن ۽ تاريخي حوالن سان غلط ثابت ٿي چڪيون آهن پر پوءِ بہ 31 بيت هنن ٻنهي صاحبن لاوارث قرار ڏنا آهن، انهن جو ڪو بہ وارث ثابت نہ ٿيو آهي تہ انهن بيتن کي بہ شاهہ سائينءَ جو ڪلام نہ مڃيو ويو آهي. مطلب تہ ٻانهون خان مفصل بحث ڪندي هنن صاحبن جون هي روايت پڻ غلط ثابت ڪيون آهن.

آخري روايت ليلارام واري پڻ تفصيلي طور دليلن سان غلط ثابت ڪئي وئي آهي، مطلب تہ سر ڪيڏارو کي ڏاريو ڪلام قرار ڏيڻ لاءِ بلوچ صاحب جيڪي بہ روايتون دليل طور ڄاڻايون هيون ۽ پنهنجي طرفان جيڪا منطقي روايت انهن بي بنياد روايتن جي آڌار تي پيش ڪئي هئي ۽ پوءِ سر ڪيڏارو کي غير لطيفي ڪلام سمجهي رسالي مان ڪڍيو ويو، سي سڀ جو سڀ روايتون غلط ثابت ٿيون، يعني خود بلوچ صاحب جو فيصلو پڻ غلط ثابت ٿيو، تنهن ڪري سر ڪيڏارو شاهہ صاحب جو ئي سر مڃڻ گهرجي ۽ آئنده ترتيب ڏيندڙ هر محقق تي واضح هئڻ گهرجي تہ سر ڪيڏارو کي رسالي ۾ داخل ڪرڻ گهرجي. جيئن حاجي ٻانهون خان شيخ صاحب سر ڪيڏرو کي شاهہ جي رسالي ۾ درج ڪيو آهي ۽ رسالي جي مقدمي ص: 27 ۽ 28 تي حتمي راءِ ڏيندي لکيو اٿن تہ، ” وڏي تپرس جي ڳالهہ اها ٿيندي تہ شاهہ صاحب سر رامڪلي ۾ هندو جوڳي فقيرن، سر ڏهر ۾ ڪڇ جي لوڙائو ۽ ڏاڙيل لاکي ڦلاڻي ۽ سر گهاتو ۾ موربڙي

مهاڻي ۽ ان جي ياٽرن جي ڪن خوبين کي ساراهي پر حضرت امام حسين ۽ ان جي خاندان جن اسلام کي زندهہ رکڻ لاءِ هيڏي قرباني ڏني، ان لاءِ ڪجهہ بہ نہ چوي. هن ساري بحث مان عيان آهي تہ شاهہ صاحب جي رسالن ۾ موجود سر ڪيڏارو سندس چپيل آهي ۽ ڪن بن ٽن بيتن ۾ لفظن ”احسان سين“ جي موجودگي ان حقيقت جي نفي نٿي ڪري سگهي. انهيءَ ٻاونجري جي روشنيءَ ۾ مون سر ڪيڏارو شاهہ صاحب جو ڪلام سمجهي پنهنجي طرفان مرتب ڪيل رسالي ۾ داخل ڪيو آهي.“ هاڻ فيصلو واضح آهي تہ سر ڪيڏارو شاهہ صاحب جو ئي ڪلام آهي. حاجي ٻانهون خان شيخ صاحب جيڪي رسالي جا ڪردار نالن سان ڄاڻايا آهن، انهن کان علاوه بہ ڪي ڪردار آهن، جي کي شاهہ صاحب تعريفي انداز سان پيش ڪيو آهي، جيئن سر پرڀاتي ۾ سخي ڄام سپڙ جيڪو لسٻيلي جو حاڪم هو. سر ڏهر ۾جسودا جُنگ جيڪو واپاري هو، سر بلاول ۾ حاڪم ڄادم جکرو، سمون ابڙو ۽ وِگند فقير ۽ ڪي نالن کان وانجهيل ڪردار جهڙوڪ ڪاپائتي، وينجهار، وڻجهارا وغيره. انهن سيني ڪردارن کي جيڪڏهن لطيف سائين ڳائي سگهي ٿو تہ پوءِ امام حسين ۽ ان جي خاندان لاءِ ڪيئن ٿو خاموش رهي سگهي؟

مٿئين بحث کي اڳتي وڌائيندي هڪ حقيقت جو ذڪر ڪرڻ نهايت ضروري آهي تہ شاهہ سائين جي شاعريءَ ۾ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ، واهڻ وسندي، ڪک پن، جانور ۽ پکين، ڪرت ۽ ڪار، هنر ۽ فڪر، ماڳن ۽ مڪانن، رسمن ۽ ريتن، ماڻهن ۽ پوکن، دريائن، واهن ۽ ڍورن، رستن ۽ پيچرن، مندن ۽ موسمن، ڪاڇي، ٿر ۽ جبل، سمنڊ ۽ سڌن پٽن جو ڀرپور ذڪر ملي ٿو. وڏي ڳالهہ تہ لطيف سائينءَ جي دور واري سنڌ يعني مغل دور ۽ لطيف سائينءَ کان اڳ جي ويجهڙائيءَ واري سنڌ جي تاريخ خاص طور تي ارغونن ۽ ترخانن وارا دور جيڪي مجموعي طور سنڌ ۾ سماجي اٿل پٿل جا دور رهيا آهن، ٻاهرين حملي آورن جون يلغارون بہ هيون تہ سنڌين جي مزاحمتي جنگين جو دور بہ هو. لڪين ڪونڌر ڪُنا بہ هئا تہ ڪروڙين ڪاتئر ڪنا بہ ٿيا هوندا، تہ اهڙي قومي ۽ سگهاري ويڙهاند کي بہ لطيف سائين ڪيئن ٿو فراموش ڪري سگهي؟ جڏهن تہ سر بلاول ۾ سنڌي بهادر دودي سومري جي علاءُ الدين سان مهاڏو ۽ ان جي نتيجي ۾ پيدا ٿيل صورتحال کي چٽيو آهي ۽ سر ڪيڏارو جا اهي بيت جن ۾ سڌيءَ طرح امام حسين جن جو ذڪر نہ آهي، اهي يقينن

سنڌ جي انهن سورهيہ سرويچن جو ڪيڏارو آهي، جن کي "سنڌ ڪيڏارو" بہ چئي سگهجي ٿو، جيئن مثال طور هڪ بيت هيٺ ڏجي ٿو:

"چپر جيئن پهون، تيئن رڻ ڳجهين رانئيو،
وڪا وڪن گڏيا، ڊوڙئون ڏين ڊهون،
مهاين وهون، نير مهانگو ڪنديون."

هي بيت "نير مهانگو" ماتمي لباس جي علامت طور استعمال ٿيو آهي. جيتوڻيڪ ڪارو رنگ ماتمي لباس هئڻ گهرجي پر لطيف سائين لفظ "نير" استعمال ڪيو آهي، هن لفظ جي معنيٰ "نيرو يا آسماني" آهي ۽ هي سنڌ جي پراڻي روايت آهي تہ سنڌ ۾ ماتمي لباس "گهرو نيرو" رهيو آهي. هن جو ثبوت حليم باغيءَ جي شاعريءَ جي هڪ سٽ آهي تہ:

"تو جي ڳاڙها جوڙا پاتا، ننگر شهر ۾ نيرو مهانگو."

هن حقيقت جي تصديق هڪ فنڪشن ۾ محترم عبدالواحد آريسر ۽ محترم حليم باغي وچ ۾ ٿيل بحث ۾ پڻ سامهون آئي تہ واقعي سنڌ ۾ "گهرو نيرو" رنگ ماتمي لباس رهيو آهي. هيءَ حقيقت پڻ قومي مزاحمتي پس منظر ۾ سر ڪيڏارو کي شاهہ صاحب جي ڪلام طور ميجرائي ٿي.

# ڪيت مارئي ۽ ڏول مارئي

شاهہ سائين جي رسالي جي پراڻن قلمي نسخن، بمبئيءَ وارو ڇاپو، سرڪاري ڇاپو، مرزا قليچ بيگ واري شاهہ جي رسالي، محمد عثمان ڏيپلائيءَ واري شاهہ جي رسالي، مولانا غلام مصطفيٰ قاسميءَ واري شاهہ جي رسالي، خانبهادر محمد صديق ميمڻ وارو شاهہ جو رسالو ۽ گنج ۾ عمر مارئي يعني ڪيت مارئي ۽ڏول مارئي جا بہ الڳ سُر ملن ٿا پر پوءِ واري دور جي رسالن جهڙوڪ بانهون خان، علامہ آءِ آءِ قاضي، ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڪلياڻ آڏواڻي، عثمان علي انصاري، غلام محمد شاهواڻي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جن پنهنجي ترتيب ڏنل رسالن ۾ ڏول مارئي سُر کي خارج ڪري ڇڏيو آهي. هن سُر کي خارج ڪرڻ جو سبب سواءِ غير سنڌي لهجي جي استعمال جي ٻيو نہ آهي، صرف انهيءَ مفروضي تي هن سُر کي رسالي مان خارج ڪرڻ عقلمندي نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ شاهہ سُر ديسي ۾ بروهڪي ٻوليءَ جا بيت چيا آهن، جيڪي بلوچ صاحب شاهہ جي رسالي ۾ سُر سسئي داستان ستون ۾ 8 بيت ڏنا آهن تہ پوءِ سُر ڏول مارئي جي چند بيتن جو ڪنهن علائقائي لهجي ۾ هئڻ ڪا اربع خطا نہ آهي. هتي هن قسم جو فيصلو ڪندي بلوچ صاحب شاهہ جي ڪلام جي پرک جي پهرئين رسالن جي قدامت واري پيٽ جي معيار جي خود نفي ڪئي آهي.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو هي فيصلو پنهنجي جاءِ تي اختلافي ۽ قابل بحث آهي پر انهن 11 بيتن ۽ هڪ عدد وائيءَ کي جن ۾ همبير سومري جو نالو اچي ٿو، جيڪي سُر عمر مارئيءَ ۾ موجود آهن. انهن بيتن کي بہ بنا پرک جي ڏول مارئيءَ جي بجاءِ عمر مارئيءَ ۾ رکيو ويو آهي. جڏهن تہ اهي بيت پرک هيٺ آڻڻ سان خبر پوندي تہ ڏول مارئيءَ جا ئي آهن. هن قسم جي پرک ڪرڻ لاءِ هيٺين ڳالهين جي تحقيق ڪرڻي پوندي:

1ـ عمر ڪوٽ يا امر ڪوٽ جو تاريخي پسمنظر.
2ـ عمر سومرو ۽ همير سومرو جو دور حڪومت.
3ـ مارئي (ڪيٽ واري) ۽ مارئي (مارل ڍول واري) جو خانداني پسمنظر.
4ـ ٻنهي داستانن جي الڳ هئڻ جو تاريخي ۽ لوڪ ادب وارو پسمنظر.
5ـ مٿين تحقيقي پس منظر ۾ شاهہ سائينءَ جي بيتن ۾ موجود شاهديون ۽ انهن جي پرک.

تاريخي مواد جي روشنيءَ ۾ "عمر ڪوٽ" نالي قلعي جو ڪو وجود نہ آهي پر اهو امر ڪوٽ آهي. هن قلعي کي عمر سومري سان منسوب ڪرڻ سبب اها غلطي ٿي آهي. البت "امر ڪوٽ" جو قلعو تاريخ ريگستان جي ليکڪ رائچند رانوڙ جي راءِ مطابق ٻارهين صدي عيسوي ۾ امر سگهہ سوڍي کان بہ اڳ ۾ قائم هو ۽ ٻئي طرف ڪا بہ تاريخ اهڙي شاهدي نہ ٿي ڏئي تہ ڪنهن بہ وقت ۾ امر ڪوٽ سڄي سنڌ يا مُکيہ سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هجي. سنڌ جو حاڪم عام طور تي ان کي مڃيو ويو آهي، جنهن جي حاڪميت سنڌ جي سر سبز علائقي يعني ٺٽو، سيوهڻ ۽ بکر جي گڏيل علائقي تي رهي هجي. ٻي صورتحال ۾ ٺٽو، سيوهڻ، بکر ۽ ٿر "عمر ڪوٽ" گادي هئڻ واري دور وارن حاڪمن کي هڪ جيتري علائقائي حاڪميت واري اهميت آهي، نہ ڪي سڄي سنڌ جي حاڪميت واري حيثيت. جڏهن تہ وري سومرن جي حاڪميت جي دور ۾ بہ عمر ڪوٽ سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ نہ رهيو آهي، پر سندن پهريون تخت گاهہ ٿرڙي (ماتلي) هو، پوءِ محمد طور ٿيو ۽ ان کانپوءِ ٺٽو، سيوهڻ، خداآباد، حيدرآباد وغيره بڻيا.

تنهن ڪري ايئن چئي سگهي ٿو تہ هنن ٻنهي داستانن ۾ عمر سومرو، همير سومرو، امر ڪوٽ (ٿر) جا حاڪم رهيا آهن ۽ پوري سنڌ جا حاڪم نہ آهن ۽ سومرا دور جي مُکيہ حاڪمن مان بہ نہ آهن. ڇاڪاڻ تہ مختلف تاريخي شاهدين جي روشنيءَ ۾ سومرن جي مُکيہ حاڪمن جي ترتيب مطابق انهن جو دور حاڪميت هيٺين ريت آهي:

1ـ عمر سومرو (پهريون): 1141ع کان 1180ع تائين.
2ـ عمر سومرو (ٻيو): 1355ع کان 1390ع تائين.
3ـ همير سومرو: 1400ع کان 1439ع تائين.
(پراڻو پارڪر منگھارام اوجھا صفحو: 84ـ85، سنڌي ادبي بورڊ 1998ع)
1ـ عمر سومرو (پهريون): 1180ع کان 1181ع تائين.

2۔ عمر سومرو (ٻيو): 1334ع کان 1373ع تائين.
3۔ همير سومرو: 1419ع کان 1439ع تائين.
(تاريخ دولت علويہ)
1۔ عمر سومرو ٻيو: 1378ع کان 1390ع تائين.
2۔ همير سومرو: 1400ع کان 1439ع تائين.
(تحفتہ الڪرام جا حاشيا صفحو: 96۔97)
عمر (پهريون): 1142ع کان 1180ع تائين.
عمر (ٻيو) 1335ع کان 1350ع تائين.
(ايم ايچ پنهور)

هن تاريخي پسمنظر ۾ عمر پهرين جي وقت ۾ ٿرڙي (ماتلي) سنڌ جي گادي هو پر امر ڪوٽ نہ، ۽ عمر ٻئي جي دور ۾ بہ سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ نتو هو. ان ڪري عمر سومرو پهريون جيڪو ٿرڙي تي حاڪم هو، سو مارئي واري قصي جو مکيہ ڪردار ٿي نہ ٿو سگهي. ٻي صورت ۾ عمر سومرو امر ڪوٽ تي ويٺل ٿر جي ڪجھ حصي جو ننڍڙو حاڪم ٿي سگهي ٿو ۽ عمر سومرو ٻيو جيڪڏهن مارئيءَ جي قصي جو مکيہ ڪردار سمجهيو وڃي تہ پوءِ بہ هي حاڪم پوري سنڌ جو نہ پر سمن جي دور ۾ صرف امر ڪوٽ جو گهٽ اهميت وارو حاڪم هوندو، جيڪو وري ڄام جوڻي جو دور آهي (1388۔1371). پر هوڏانهن وري تاريخ ريگستان جو مصنف ساڳي راءِ جو اظهار ڪري ٿو تہ نئي مان سومرن جي حڪومت وڃڻ کان پوءِ عمر سومري سنہ 1355ع ۾ امر ڪوٽ سوڍن کان هٿ ڪيو ۽ 1390ع تائين حڪومت ڪئي پر انهيءَ لڙائيءَ جو ڪو بہ احوال نٿو ملي. جي عمر سومرو ٻيو مارئيءَ جي داستان سبب مشهور آهي، جيڪو عمرڪوٽ کان ٿن ڏينهن جي پنڌ تي 50 ڪوهہ يعني 100 ميل بہ منزلون هٽي يالوا پهتو.

مٿئين بحث ۽ تاريخي شاهدين ۽ مفروضن جي بنياد تي چئي سگهجي ٿو تہ عمر مارئيءَ جو قصو سمہ دور جو آهي ۽ عمر سومرو ٻيو فقط ٿر جو حاڪم هو، سنڌ جو نہ ۽ هي دور 1371ع ۔ 1388ع جو آهي.

ٻئي طرف وري معمور يوسفاڻي صاحب پنهنجي ڪتاب "لطيف جا ٿر تان پيرا" ۾ لکن ٿا تہ ڍولو نرور يارهين صدي عيسوي جي شروع ۾ ڍٽ جو ننڍو حاڪم هو ۽ سندس والد جو نالو انڙ راءِ هو ۽ مارئي (مارل) جي پيءَ جو نالو پونگل راءِ هو، جيڪو ٿر جو حاڪم هو. انڙ راءِ پونگل راءِ ٻئي

دوست هئا. ڍول ۽ مارئي (مارل) جو رشتو ننڍپڻ ۾ ئي ڪري ڇڏيو. ڍول ۽ مارل ننڍا هئا تہ سومرن جي حاڪم همير سومرو امر ڪوٽ تي قبضي ڪان پوءِ پونگل راءِ کي ٽر مان لوڏي ڪڍيو. هو جيسلمير طرف هليو ويو ۽ پونگل ڳڙهہ جي نالي سان نئون ڪوٽ ٻڌايو ۽ اتي حڪومت ڪئي، ۽ امر ڪوٽ جي حاڪم همير سومرو تي بہ ٽي ڀيرا اوچتا حملا ڪيا. معمور يوسفاڻيءَ جي راءِ کي مدنظر رکندي ۽ همير سومرو جي دور کي جيڪڏهن تاريخي ڪتابن جي حوالي سان پرکجي تہ همير جو دور مختلف تاريخن ۾ 1419ع-1439ع ۽ 1400ع-1439ع لکيو ويجي ٿو. هيءَ صورتحال معمور يوسفاڻيءَ جي هنن لفظن سان بلڪل تضاد ۾ اچي ٿي تہ "ڍولي تي همير جي حملي ۽ مارئي (مارل) کي امر ڪوٽ ۾ بند ڪرڻ واري انهيءَ واقعي کان لڳ ڀڳ بہ سئو سال کن پوءِ جڏهن ساڳئي خاندان جي حاڪم عمر سومري هٿان مارئي (کيت واري) کي ڪٽڻ ۽ ڪوٽ ۾ بند ڪرڻ جو واقعو نمودار ٿيو ۽ اها ڳالهہ عام مشهور ٿي تہ همير وارو قصو جيڪو بہ سئو سال اڳ هو، ان ۾ شامل ٿي ويو."

هاڻ تاريخي ڪتابن ۾ همير سومرو عمر پهريون عمر ٻئي ڪانپوءِ جي دور جو حاڪم آهي ۽ جڏهن تہ يوسفاڻي صاحب همير کي عمر سومرو (ٻيو) کان 200 سال اڳ لکي ٿو. يعني 1171ع يا وري يوسفاڻي صاحب ڍولو نرور کي يارهين صديءَ جي شروع جو هڪ ننڍڙو حاڪم لکي ٿو تہ همير هن ڍول مارئي (مارل) جي قصي جو مکيہ ڪردار وري بہ تقريبن عمر کان 250 سال کن اڳ جي دور جو حاڪم ثابت ٿئي ٿو.

مٿئين سڄي صورتحال عمر سومرو ۽ همير سومرو جي دور حاڪميت کي ٻنهي داستانن جي مکيہ بادشاهي ڪردارن سان بلڪل متضاد آڻي بيهاري ٿي.

تنهن ڪري نتيجو اهو عڪس ڪرڻ گهرجي تہ اهي ٻئي حاڪم سومرن جي دور جا مکيہ ۽ سنڌ جي وڏي حصي جي حاڪميت رکندڙ نہ هئا پر امر ڪوٽ ۽ ٿر جي علائقن جا ننڍڙا ۽ علائقائي حاڪم رهيا آهن.

تنهن ڪري هنن ٻنهي قصن جا عورت ڪردار يعني مارئي کيت جي مڱ جيڪا عمر سومري کوهہ تان کڻي امر ڪوٽ ۾ بند ڪئي، سا غريب طبقي جي غير شادي شده ڇوڪري آهي ۽ جنهن جي عظمت ۽ پاڪ دامني سنڌس مٿي، مائٽن ۽ محبوب (کيت) سان محبت ۽ سچائي ڏسي مارئيءَ کي پيڻ ڪري واپس ملير موڪليو. جڏهن تہ مارئي (مارل

ڏول واري) جنهن کي همير سومري ڄڄ مان کنيو ۽ امر ڪوٽ ۾ قيد ڪيو، اها حاڪماڻي خاندان جي شادي شده عورت آهي، جنهن کي پوءِ سندس وڏيولو نرور حرفت ۽ چالاڪيءَ سان ڪوٽ ٽپائي واپس وٺي ويو. اهي ٻئي ڪردار الڳ خانداني پس منظر رکندڙ آهن، ٻه الڳ داستان آهن.

جيڪا خاص تحقيق طلب حقيقت آهي، اها هيءَ آهي تہ همير سومري جي هن قصي جو ذڪر سُر ڏول مارئي جي مختصر غير سنڌي لهجي ۾ تہ آهي، پر ساڳئي وقت مارئي (مارل) کي امر ڪوٽ ۾ بند رکڻ جا اهڃاڻ ۽ اشارا شاهه سائين رح جي سُر عمر مارئيءَ ۾ بہ موجود آهن، جنهن ۾ همير جي نالي جا بيت ۽ عمر جي نالي جا بيت بلڪل الڳ پيا آهن. تقريبن 12 بيت همير جي نالي جا ۽ 37 بيت عمر جي نالي جا (بلوچ واري رسالي ۾) آهن ۽ ڪيترائي بيت بنا نالن جي بہ آهن.

پر محققن همير ۽ عمر کي هڪ سمجهي ٻئي نالا گڏوگڏ پئي استعمال ڪيا آهن، جن کي پڻ ڪهاڻي ۽ ڪردارن جي ڪيفيت ۽ پسمنظر ۾ پرکي الڳ ڪري عمر مارئي ۽ ڏول مارئي بہ الڳ الڳ سُر ڪري سگهجن ٿا.

هيٺ ڏنل بيتن جي پيٽ هن تحقيقي عمل ۾ مددگار ثابت ٿي سگهي ٿي.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي رسالي جي ترتيب مطابق سُر مارئي ۾ ڏول مارئي سان تعلق رکندڙ همير سومرو جي نالي وارا بيت ۽ وايون.

(1) داستان پهريون بيت نمبر 2، صفحو: 474

وطن مون ملير، قضا آنديس ڪوٽ ۾،

......

هاڃا ڪئو همير، باالله نِئي ٿو بند ۾.

(2) داستان ٻيو، بيت نمبر 5، صفحو: 477

نہ ڪا خبر نہ ڪو خواب، نہ ڪو اوني آئيو،

......

هميرن حساب، ڪُهہ ڄاڻان ڪيئن ٿئو.

(3) داستان ٻيو، بيت نمبر 18، صفحو: 478

سهسين سيبا ڪنجري، لوئي ليڙ ٽيام،

......

جا ڏٺ ڏکيام، تنهن جو پرورپن رهايئين.

(4) داستان ٽيون، بيت نمبر 2، صفحو: 480

ميندا ڏوۓ نہ مارئي، آهيس مَنُ ملير،
ڪڏي تہ ڪاڻ لهي، هتان هيۓ همير.

....

(5) داستان چوٿون، بيت نمبر 18، صفحو: 484

سيل پڇڻ جي سومرا، مَتِ مَ آڇج مير،
گهٽين ٿورين ڏينهڙين، ويندس هت همير.

......

(6) داستان پنجون، بيت نمبر 20، صفحو: 487

هتين هت ڪڙول، هينڙي پييم هُن جا،
سانگي ساريم سومرا، جي ڏاتي پاسي ڏول.

......

(7) داستان ڇهون، بيت نمبر 15، صفحو: 491

جئن ڳنڍيون منجهہ ڳنڍير، تيئن مون من ماروئڙن سين،
پييون لس لطيف چئي، هينئڙي منجهہ همير.

......

(8) داستان نمبر ڇهون، بيت نمبر 14، صفحو: 491

جيئن ڳنڍيون منجهہ ڳنڍيرَ تيئن مون مَنُ ماروئڙن سين،

......

تني ريۓ همير گهنگهر گهاريان ڏينهڙا

(9) داستان نائون، بيت نمبر 3، صفحو: 498

جي گهر گهاريم ڏينهڙا، هيڪاندي حضور،

......

هميراٽا هتڙا، ڪينَ مجيينديس مور.

(10) داستان نائون، بيت نمبر 5، صفحو: 499

اڄ اڏنگا ويڻ، مون کي مُڪا جيڏيين،
هاري! هميرن جا، جِڪس ڪاڏئي ڪيڻ،

.....

(11) داستان يارهون، بيت نمبر 23، صفحو: 506

اني ٿي وراڻ، ڪِين واڏايون آئيون،

......

همير نئون هاڻ، مُمت لهندي مارئي.

(12) داستان ٻهريون، وائي نمبر 1، صفحو: 479

پرچن شال پنهوار،
ڍولا مارون مون سين پرچن وو،

.....

عمر چاريان ان جا ٻڪر شال ٻيهار،

(13) داستان چوٿون، وائي نمبر......صفحو: 485

عمر آءٌ مري تان نـَ ڇڏيندي، لوا
منڙي مارونڙون جي

......

هميراڻا هنڙا، ممر ڪين مڃيندين.

(14) داستان ستون، وائي نمبر 22، صفحو: 494

تان تون پر پروڙ، لڏڻ ضرور،
سومرا سيل مَ پيچ ستين جي.

......

اپي ارداسون ڪري هميراڻي حضور.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي رسالي جي ترتيب مطابق سُرکيت مارئي سان تعلق رکندڙ عمر سومرو جي نالي وارن بيتن ۽ واين جي فهرست هيٺ رکجي ٿي:

(1)داستان پهريون جو بيت نمبر 1، 3 ۽ 19.

(2) داستان ٻيون جو بيت نمبر 9، 12، 13، 20 ۽ 22.

(3) داستان ٽيون جو بيت نمبر 3، 4، 6، 13، 14، 16، 18، ۽ 19.

(4) داستان چوٿون جو بيت نمبر 8 ۽ 20.
(5) داستان پنجون جو بيت نمبر 4.
(6) داستان ڇهون جو بيت نمبر 3، 5، 6، 7، ۽ 17.
(7) داستان ستون جو بيت نمبر 1، 3، 5 ۽ 17.
(8) داستان اٺون جو بيت نمبر 19.
(9) داستان نائون جو بيت نمبر 4.
(10) داستان ڏهون جو بيت نمبر 4.
(11) داستان يارهون جو بيت نمبر، 6، 17 ۽ 24.
(12) داستان ڇهون، وائي نمبر 22.
(13) داستان نائون، وائي نمبر 21.

# لاکو ڦلاڻي ۽ مِهر راڻي

لاکي ڦلاڻي تي لکيل اڳئين مضمون ۾ مهر راڻي جي ڪردار کي جاچي واڻي پاسيرو رکيو ويو هو. ڇا ڪاڻ تہ لاکي جي ڏاڙيل دور سان هن عورت جو ڪو بہ سڌو واسطو نہ هو ۽ نہ ئي هن ڪردار جي حيثيت لاکي جي لوڙين سان ايتري اهم هئي. جيتري جسمان اوڏڻ ۽ لاکي جي دوستن جيسي ۽ جيسراج يا راءِ ڪنگمار ۽ چنچل ريبارڻ جي هئي. هن مضمون جي عبرت مئگزين ۾ ڇپجڻ کان پوءِ هڪ مهربان دوست خط لکي مهر راڻي ۽ لاکي ڦلاڻي يا راءِ لاکو جي ڪردارن بابت سوال ڪيا آهن. هي دوست خالد زمان ڪنير، نوهٽو مهراڻو جا رهواسي آهن. هن دوست مهر راڻي ۽ لاکي جي ڪردارن کي عشقيہ داستان ڪوٺيو آهي. لاکي ڦلاڻي ۽ راءِ لاکي متعلق بہ بہ الڳ ڪردار هئڻ يا هڪ ئي ڪردار هئڻ جي تحقيقي وضاحت جي ڳالهہ ڪئي آهي. انهن ڪردارن ۽ ڪهاڻيءَ سان تعلق رکندڙ ماڳ مڪانن جي جاگرافيائي نشاندهي ڪئي آهي ۽ آخر ۾ هڪ بيت جي پڙهڻيءَ تي بہ پنهنجي راءِ ڏني آهي.

هنن سوالن جي مدنظر هن وقت تائين جيتري بہ تحقيق ٿي آهي ۽ جيڪي بہ ڪردار ۽ ڪهاڻيون زيربحث آيا آهن، تن جي حقيقت ۽ شاهہ سائينءَ جي رسالي جي بيتن ۾ موجود شاهديون گهٽ ۾ گهٽ هن ڳالهہ تي متفق آهن تہ لاکا ڀل ڪيترا بہ هجن. پر سر ڏهر ۾ جنهن لاکي جو ذڪر اچي ٿو، سو لاکو ڦلاڻي آهي. جيئن ڊاڪٽر بلوچ پنهنجي رسالي جي صفحي 74 تي لکن ٿا: "اڳئين وقت جي وڏي، ارڏي ۽ اڻتر سردار لاکي ڦلاڻي جي ڳڻن، ڳالهين ۽ ڏاڍاين جا اهڃاڻ هن داستان جو مکيہ موضوع آهن. سندس ڳڻ اهي جو غريب اوڏڻ سان پرٽيو ۽ اوڏن جي لڄ پت رکيائين ۽ کين پاڻ وٽ اجهو ۽ اوٽ ڏنائين. سندس ڏاڍائي اها جو هر طرف هلائون ڪري مال ڦري ڪاهي راڄن کي لڏايائين، ريبارين ۽

جاڙيجن جا تہ وڳ ڪاهيائين، پر اهي راڄ جيڪي ملڪ جي حاڪم راءِ ڪنگهار جي پناهہ هيٺ هئا، تن جون بہ لوڙيون هنيائين.“ ڊاڪٽر بلوچ صاحب بہ سر ڏهر ۾ ذڪر هيٺ آيل لاکي کي لاکو ڦلاڻي لکيو آهي ۽ ان جي حقيقت حاڪم ۽بادشاهہ واري نہ پر هڪ سردار واري ڄاڻائي آهي، جنهن سان راءِ ڪنگهار، ربباري ۽ اوڏ، ڪهاڻيءَ جي تاڃي پيٽي ۾، سلهاڙيل لکيا آهن. اهڙي ئي حقيقت جو اظهار حاجي بانهون خان پنهنجي رسالي جي صفحي : 228 تي هن طرح ڪيو آهي، ”.... لاکو جيڪو پنهنجي پيءُ يا ڏاڏي جي نالي ”ڦل“ جي نسبت سان ڪڏهن لاکو ڦل يا ڦلاڻي سڏيو ويندو هو، اهو ڪڇ جي علائقي جو هڪ سورهيہ ۽ سخي سردار هو پر ڪڇ ڀڄ جي حاڪم راءِ ڪنگهار جاڙيجي سمي جي غلط فيصلي سبب جيڪو هن لاکي جي ساٿين ”جيسي ۽ جيسراڄ“ جي قاتلن (جيڪي ذات جا ربباري هئا) جي حق ۾ ڪيو، ڪاوڙجي لوڙائو يعني ڏاڙيل ٿي پيو. لوڙائو ٿيڻ جي دور ۾ هن ”جسمان“ نالي هڪ اوڏ قوم جي عورت سان شادي ڪئي، جيتوڻيڪ ڪيس زال ”مهر راڻي“ نالي اڳي هئي.“ ڊاڪٽر بلوچ جي بنسبت حاجي بانهون خان، لاکي متعلق واضع ۽ جامع راءِ ڏني آهي ۽ لاکي کي پيءُ يا ڏاڏي جي نسبت سان ڦلاڻي سڏيو آهي، لاکي جي لوڙين جو سبب ساٿين جيسي ۽ جيسراڄ جي قتل کي ڄاڻايو آهي، راءِ ڪنگهار ۽ رببارين سان لاکي جي اختلافن جو سبب بہ ساٿين جي قتل واري واقعي کي ئي لکيو آهي. جسمان اوڏڻ سان لاکي جي شاديءَ جو ذڪر بہ ڪيو آهي ۽ ساڳئي وقت مهر راڻيءَ کي لاکي جي زال بہ لکيو آهي.

لاکو ڦلاڻي جيڪو سر ڏهر جي زير بحث ڪهاڻيءَ جو سورمو آهي، تنهن کي نالي وارن محققن لاکو ڦلاڻي ئي لکيو آهي ۽ گهڻو ڪري سيني محققن مٿي ڄاڻايل ڪهاڻي ۽ ڪردارن کي ساڳئي پسمنظر ۾ پيش ڪيو آهي. انهن محققن ۾ شيخ محمد اسماعيل، محمد حسين ڪاشف، ڊاڪٽر شاهنواز سوڍر، علي احمد بروهي، ڊاڪٽر غلام نبي سڏايو، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، فقير محمد لاشاري وغيره شامل آهن، ۽ معمور يوسفاڻي لاکي ڦلاڻي ۽ مهر راڻيءَ جي تعلق تي تفصيلي بحث ڪيو آهي. مطلب تہ هن سر ۾ هڪڙو لاکو آهي ۽ اهو لاکو ڦلاڻي آهي ۽ شاهہ سائين هن ڪردار کي ڪجهہ بيتن ۾ ”لاکو ڦلاڻي“ ۽ ڪجهہ بيتن ۾ صرف ”لاکو“، ڪجهہ بيتن ۾ ”ڄام“ ۽ ”راءِ“ جي لقب

سان بہ ذڪر ڪيو آهي، جيئن:

(1) ”لاکا لک هئا، ڦلاڻيءَ ڦير ٻئو،
آجا اوڏ ٿيا، پلي لڳي جنهن جي.“

(2) ”لاکا لڄ سندياءِ، اوڏ اڳلي آهيان،
پڪا سي پرتاءِ، جي اجهي تنهجي اڏئا.“

(3) پڄڻان پلي پير، وڏو راءَ رڪاب ۾،
ڪڇ رهندو ڪير، لاکو لوڙائو ٿيو.“

(4) ”ڏنگهر ڍلو م ٿئي، اڏئو جو اوڏن،
جنهن پر ويهي ڪن، ليکو لاکي جام سين.“

مٿي ڄاڻايل شاهدين ۽ رسالي جي بيتن جي روشنيءَ ۾ معلوم ٿئي ٿو تہ شاهہ سنڌ جي سورهيہ ۽ بادشاهي ڪردارن کي اصل نالي کان سواءِ چند ٻين نالن سان بہ سڏيو آهي ۽ اهڙا نالا انهن ڪردارن جي خاصيتن ۽ خوبين سبب يا علائقائي نسبت سبب سڏيا ويا آهن، جيئن شاهہ سائين سر مومل راڻو ۾ راڻي جي ڪردار کي سوڍو، ڍولو، ڍاٽي ڍول، ڏوج ڌرتيءَ جا ڌڻي، ڪامل ڌڻي، راءِ، ڍٽ ڌڻي وغيره جي لقب سان زير بحث آندو آهي. اهڙيءَ طرح ميهار کي ساهڙ، ساهڙ جام، سنگهار، وچار، پي، ٻيلائي ۽ هوت بہ سڏيو آهي. چنيسر کي جام، داسڙو، وينجهار، ڍولا، راءِ ۽ ريسارو راڄاڻ جي نالن سان ذڪر ڪيو آهي. سر سورٺ راءِ ڏياچ ۾ وري راءِ ڏياچ کي داتا، راجيا، راڇا، ڏاتار، ملوڪ، ملڪ ڌڻي ۽ گهوٽ سڏيو آهي. سر ڪاموڏ ۾ جام تماچيءَ کي تڙ ڌڻي، راءِ، راجا، جام ۽ تڙ راءِ جهڙن نالن سان ذڪر ڪيو آهي. اهڙيءَ طرح پنهونءَ کي ڪامل ڌڻي، جام، ڪوهيار، ٻاروچو، آري، سردار، ڪيچ ڌڻي ۽ هوت وغيره جي نالن سان بيتن ۾ ذڪر ڪيو آهي. مطلب تہ انهن ڪردارن جا اهي نالا سندن خوبين، حيثيت ۽ علائقائي نسبت سبب آهن ۽ شاهہ صاحب پيار ۽ پنهنجائپ سبب انهن ڪردارن کي سنن نالن سان ذڪر ڪيو آهي، تنهن ڪري لاکي جي معاملي ۾ بہ لاکو، ڦلاڻي، راءِ ۽ جام جهڙن نالن ۾

منجهي ٻن الڳ ڪردارن تي نہ سوچڻ گهرجي پر لاکو هڪ ئي ڪردار آهي ۽ سندس ٻيا نالا بہ ايئن آهن، جيئن ٻين ڪردارن جا آهن.

ٻيو اختلاف رسالي جي بيت جي پڙهڻيءَ متعلق آهي.

”لاکا لک سڄڻ، ڦُلاڻي ڀير ٻيو،
جنهن پر راڻا، راڄيا ڪوٽن پر ڪنبن،
جنهن جو جاڙيجن، ستي سنڪو نہ لهي.“

هن بيت ۾ پهرين سٽ جي لفظ ”ڀير“ ۽ آخري سٽ جي لفظ ”سنڪو“ تي لکندي خالد زمان ڄاڻايو آهي تہ، ”... لطيف سائينءَ جو اهو بيت اسان وٽ هيئن پڙهيو ويندو آهي..... لفظ ”ڀير“ جي معنيٰ آهي منهن مهاندو، مزاج ئي ٻيو آهي، جڏهن تہ رسالن ۾ لفظ ”ڀير“ جي بجاءِ ”ڦير“ لکيل آهي ۽ معنيٰ نوع، نمونو وغيره لکيل آهي، لفظ جي معنيٰ Context ۾ ساڳي ٻيهي ٿي پر شاهہ صاحب جي بيت کي پڙهندي هڪ ڳالهہ نہ وسارڻ گهرجي تہ بيت جي ٻوليءَ ۾ تجنيس حرفي هڪ حاوي خوبي آهي ۽ اها متاثر نہ ٿيڻ گهرجي. تجنيس حرفي شاهہ سائينءَ جي بيت جي بنيادي سڃاڻپ آهي. رسالي ۾ اهڙا بيت گهٽ ملندا، جن ۾ تجنيس حرفي نہ رکيل هجي.

آخري اختلاف آهي مهر راڻي ۽ لاکو ڦلاڻيءَ جي عشقيہ داستان متعلق تہ هن ڏس ۾ حاجي ٻانهون خان پنهنجي رسالي ۾ هن قصي جي تصديق ڪئي آهي ۽ معمور يوسفاڻي پنهنجي ڪتاب ”ست سورهيہ ڏهہ ڏاتار“ (شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي رسالي جا تاريخي ڪردار) تفصيلي طور صفحي: 88 کان صفحي: 93 تائين هي ذڪر ڪيو آهي، ڪهاڻيءَ جا ڪي واقعا مختلف روايتن ۾ ٿورو گهڻو فرق ۾ ٿي سگهن ٿا پر ڪهاڻيءَ جو بنيادي تاڃي پيٽو ۽ ڪردار ساڳيا آهن، ڪهاڻي ڪجهہ هن طرح آهي: ”ڪنهن زماني ۾ نهٽي تي رانوڙن جو راڄ هو ۽ مهر راڻي رانوڙن جي سردار جي ڌيءَ هئي، هن پنهنجي شاديءَ لاءِ ڪي شرط رکيا هئا. جيڪي لاکو ڦلاڻيءَ پورا ڪري سگهيو ۽ ڪڇ کان ڄڃ وٺي سنڌ ۾ اچي ”مهر راڻي“ سان شادي ڪئي. هن عورت جو ڪردار ڪجهہ مشڪوڪ رهيو ۽ ڪي ڪوڙيون سچيون ڳالهيون لاکي ڦلاڻيءَ تائين پهتيون، جنهن سبب لاکي ڦلاڻيءَ ”مهر راڻي“ کان منهن موڙيو، لاکي جي اهڙي ورتاءَ تي مهر راڻيءَ کي ڏک رسيو ۽ هن لاکي جي خدمت ۾ پهچي

ڪيس عرض ڪيو تہ سردار منهنجو عرض آهي تہ مون ڏانهن جيڪي بہ ڪوڙيون يا سچيون ڳالهيون منسوب آهن، اهي خدا جي واسطي مون کي بخش ڪر.

مهر راڻيءَ جو عرض ٻڌي لاکي هن کي معاف ڪيو ۽ وري هن ڏانهن ڌيان ڏريو. ان ڪانپوءِ لاکو ڦلاڻي مهر راڻيءَ سان اهڙي نموني هليو جو مهر راڻيءَ سمجهيو جڻ تہ لاکي هن جا سڀ ڏوهہ معاف ڪيا هجن. مهر راڻيءَ کي ڏوهہ بخش ڪرڻ ڪانپوءِ لاکو ساٿين کي ساڻ ڪري ڪڇ ڏانهن موٽيو، انهيءَ ڏس ۾ ڪافي وقت گذري ويو ۽ لاکي مهر ڏانهن موٽڻ ۾ دير ڪئي تہ مهر راڻي لاچارتي لاکي ڏانهن ريبارو (قاصد) روانو ڪيو، جنهن لاکي کي مهر جون آزيون ۽ نيزاريون پيش ڪيون ۽ سردار لاکو موٽي مهر وٽ آيو ۽ ڪيس اهڙو تہ قرب ڏنو ۽ ڪهل ڪئي جو مهر هر وقت پنهنجين هڪ جيڏين سان ورجي واڪاڻ ۾ رڌل رهندي هئي.

لاکي جي عادت هوندي هئي تہ هو جڏهن بہ مهر وٽ موٽي ايندو هو تہ مهر کي ڏاج ۾ مليل مڱڻهارڪان کماچ تي راڳ ٻڌندو هو ۽ ڪيس دل گهريو دان ڏيندو هو. هڪ دفعي لاکو مڱڻهار جي راڳ کان ايترو تہ خوش ٿيو جو ڪيس چيائين تہ، "اج جيڪي گهرڻو اٿئي سو گهر." اٿ گهوڙا ۽ مال ملڪيت تہ اڳ ئي ڪيس اڻ گهريا مليا ٿي، سو مڱڻهار ويچارو مت منجهائي بيٺو، مڱڻهار کي اوٽو جهوٽو ڏسي مهر راڻي متس قياس ڪري، پنهنجي ڳچيءَ ۾ پاتل قيمتي هار ڏانهن اشارو ڪندي چيو تہ اهو گهر. گهڙيءَ پل بعد لاکي، مڱڻهار کان سندس مرضي معلوم ڪئي تہ مڱڻهار چيو، "بس سائين، اوهان جي مهر کپي." ۽ آڱر سان مهر راڻيءَ جي ڳچيءَ ۾ پيل قيمتي هار ڏانهن اشارو ڪيو، جيئن مهر ڪيس اشاري ۾ سمجهايو هو پر لاکي غلطيءَ ۾ سمجهيو تہ مڱڻهار جو اشارو مهر راڻيءَ ڏانهن آهي ۽ مهر راڻي تو گهري ۽ شايد مهر راڻيءَ جي بہ مرضي آهي، سو هڪدم اٿي ڪڙو ٿيو ۽ مڱڻهار کي چيائين تہ، "مون مهر تو کي ڏني، اڄ کان پوءِ مون تي حرام آهي." لاکي جا اهي لفظ ٻڌي مڱڻهار چيو تہ، سردار مون تہ مهر راڻيءَ جي ڳچيءَ ۾ پاتل هار گهريو هو. مهر تہ منهنجي ماءَ آهي. آئون ان کي ڪيئن تو بري نيت سان ڏسي سگهان پر لاکي چيو تہ، "بس هاڻي جيڪو ٿيڻو هو اهو ٿي ويو" ۽ لاکو انهيءَ ويل ساٿين سميت اتان اٿيو ۽ هليو ويو ۽ مهر، مڱڻهار وٽ رهجي وئي. اها خبر جڏهن مهر جي مائٽن کي پئي تہ ڪيس وٺڻ آيا پر مهر موٽڻ کان انڪار ڪيو ۽ چيائين

تہ، "آئون لاکي ڦلاڻيءَ جي آهيان، ان جا ڪک ڇڏي ٻئي هنڌ هرگز نہ هلنديس." ان کان پوءِ مهر راڻين وارو روپ لباس لاهي غريباڻو لباس پهري اتي ئي هڪ ڪکائين جهوپڙي جوڙائي ان ۾ رهڻ لڳي ۽ اهو مائٽاڻو مگڻهار سندس سارسنڀال لهندو رهيو."

ڪافي سالن کان پوءِ لاکو ڦلاڻي ڪنهن مهم تان موٽندي "نوهٽي" جي ويجهو اچي مٿيو. ڪيس اسات اچ لڳل هئي. سو هڪ ساٿيءَ کي پاڻي هٿ ڪرڻ لاءِ موڪليائين. لاکي جو ساٿي پاڻيءَ جي ڳولا ۾ هلندي اچي "مهر جي جهوپڙيءَ" تائين پهتو ۽ جهوپڙيءَ ۾ هڪ ضعيف ۽ ڪمزور عورت کي ويٺل ڏسي کانئس پاڻي گهريائين، عورت کيس پاڻيءَ جو وٽو ڀري ڏنو، جيڪو سمورو هو پي ويو ۽ کانئس ٻيو پاڻي پنهنجي سردار لاءِ گهريائين، جنهن تي عورت پڇيس تہ تنهنجو سردار ڪير آهي، تنهن تي هن وراڻيس تہ "سورهيہ لاکو ڦلاڻي" لاکي جو نالو ٻڌي وٽو عورت جي هٿ مان ڪري پيو. عورت پاڻ کي سنڀالي وٽو پاڻيءَ جو ڀري ان ۾ سنها ڪک وجهي ڏنائين تہ وڃي سردار کي ڏي. ساٿي جڏهن پاڻيءَ جو وٽو لاکي کي ڏنو تہ هن هڪدم ڪٽي ڇپن تي آندو پر ڪکن جي ڪري هبڪي ويو ۽ آهستي آهستي ڪک ڪيڏندو پاڻي پيئندو ويو. جڏهن لاکو سامت ۾ آيو تہ پڇائين تہ پاڻيءَ ۾ ڪک ڪنهن وڌا آهن؟ سندس ساٿي لاکي کي سموري حقيقت ٻڌائي تہ لاکو پروڙي ويو تہ اها "مهر" ئي آهي. سو ساٿيءَ کي وٽو هٿ ۾ ڏيندي چيائين تہ هي وٽو ان عورت کي ڏئي اچ ۽ چوينس تہ، "مهر اچا پئي جيئين!" لاکي جو ساٿي وٽو کڻي مهر وٽ پهتو ۽ کيس لاکي جو نياپو ڏنائين، جيڪو ٻڌڻ سان مهر رڙ ڪري پٽ تي ڪري ۽ سندس روح پرواز ڪري ويو. لاکي ڦلاڻيءَ جي ساٿيءَ اها خبر ڊوڙندي وڃي کيس ٻڌائي ۽ لاکو ڊوڙندو اچي اتي پهتو ۽ مهر جو لاش هنج ۾ کڻي روئڻ لڳو. ايتري ۾ مهر جو خدمتگار مگڻهار بہ پهچي ويو. جيڪو اها حالت ڏسي بي حال ٿي ويو. سرت ۾ اچڻ تي مهر جي زندگيءَ جو سمورو احوال لاکي کي ٻڌايائين. پوءِ ٻنهي ڄڻن گڏجي مهر جي غسل ۽ ڪفن دفن جو بندوبست ڪري کيس اتي ئي دفن ڪيو. جتي پوءِ ٻيا ماڻهو بہ دفن ڪيا ويا ۽ اتي هاڻ هڪ وڏو قبرستان ٺهجي ويو آهي، جنهن کي اڄ بہ "مهر جو قبرستان" سڏيو وڃي ٿو. انهيءَ قبرستان جي پرواري ڍهر کي "مهر جو ڍهر" ڪوٺيو وڃي ٿو. هن ئي ڍهر ۾ مهر راڻي جي نالي سان "مهر راڻي" ۽ "مهر جي ترائي" بہ ترايون آهن.

چون ٿا تہ مهر راڻيءَ جي موت واري واقعي کانپوءِ لاکي ڦلاڻيءَ جي دل

تي اهڙو تہ گهرو اثر ٿيو جو هن ان کان پوءِ لوڙيون هڻڻ بلڪل ڇڏي ڏنيون.“

هن ڪهاڻيءَ جي واقعاتي پسمنظر ۾ رسالي جا ڪيترائي بيت موجود آهن ۽ انهن بيتن جي صرف پيرائتي سناءَ ٿيڻ گهرجي تہ جيئن عام پڙهندڙ کي ڪهاڻيءَ جي فڪري سمجهہ ۾ آساني ٿئي پر ان کان علاوهہ سر ڏهر ۾ لاکي ڦلاڻيءَ جي ڪردار کي مهر راڻيءَ جي ڪردار سان سلهاڙي انهن ماڳن مڪانن جي تاريخي ۽ جاگرافيائي ڇنڊ ڇاڻ ٿيڻ گهرجي ۽ ساڳئي وقت مهر راڻيءَ جي حسب نسب ۽ ان سان واڳيل واقعن ۽ ماڳن جي بہ تحقيق ٿيڻ گهرجي.

سر ڏهر ۾ لاکي ڦلاڻي ۽ مهر راڻيءَ جي داستان سان تعلق رکندڙ، وني جو ور سان وڙ ڪرڻ يا نہ ڪرڻ، ڪر سين ڪِلون پائڻ ۽ ڪانڌ جي ڪاوڙ، ڪپت يا ور جي وڏائي ۽ وڙ جي موضوعن وارا بيت، داستان 3 ۾ اڪثر رسالن ۾ ملن ٿا ۽ ٻانهون خان شيخ اهڙن بيتن کي سر ڏهر جي داستان 2 ۾ رکيو آهي پر ڊاڪٽر بلوچ صاحب اهڙا سڀ بيت سر رپ ۾ رکيا آهن ۽ ساڳئي وقت سر سارنگ جا ورڪان وچڙيل وني جي واتان چيل بيت پڻ رپ ۾ رکيا آهن، جيڪو موضوع جي حوالي سان معيوب لڳي ٿو. ڇاڪاڻ تہ سر رپ ۾ روحاني رمزوارا بيت آهن ۽ انهن جي ڪيفيت ۽ خيال الڳ آهي ۽ سر ڏهر جي مٿي ذڪر ڪيل بيت ۽ سر سارنگ جا ذڪر ڪيل بيت خيال ۽ ڪيفيت جي نسبت ۾ الڳ آهن.

سر ڏهر جي مٿي ڄاڻايل موضوع وارا بيت سيني قلمي ۽ ڇاپي رسالن ۾ سر ڏهر ۾ ئي لکيل آهن ۽ لاکي ڦلاڻي ۽ مهر راڻيءَ جي ڪهاڻيءَ جي پس منظر ۾ اهي بيت. ڪهاڻي ۽ ڪردارن جي مختلف مرحلن ۽ ڪيفيتن سان نهڪي اچن ٿا ۽ انهن بيتن کي انهيءَ ڏس ۾ پرکڻ گهرجي ۽ سر ڏهر ۾ ئي رکڻ گهرجي. حالانڪ رسالن ۾ اهي بيت ڪنهن بہ محقق ۽ مدبر هنن ڪردارن ۽ سندن ڪهاڻيءَ سان نسبت ۾ نہ ڏيکاريا آهن، تنهن ڪري هي بيت وارثيءَ کان وانجهيل لڳن ٿا تہ اهي بيت ڪهڙي ڪهاڻي ۽ ڪهڙن ڪردارن سا ن نسبت رکن ٿا! جڏهن تہ رسالي جي هر سر جا بيت ڪنهن نہ ڪنهن ڪهاڻي ۽ ڪردار سان نسبت ۾ آهن. لاکي ڦلاڻي ۽ مهر راڻيءَ جي ڪهاڻي ۽ انهن ڪردارن کي پرکبو تہ اهي بيت هيٺين ريت ڪهاڻي ۽ ڪردارن سان نسبت ۾ بيهندا:

جيئن هن مضمون ۾ لاکي ڦلاڻي ۽ مهر راڻيءَ جي مختصر ڪهاڻي لکي وئي آهي تہ مهر راڻيءَ جو ڪردار ڪجهہ مشڪوڪ رهيو ۽ ڪي ڪوڙيون سچيون ڳالهيون لاکي ڦلاڻيءَ تائين پهتيون. جنهن سبب

لاکي ڦلاڻي مهر راڻيءَ کان منهن موڙيو ۽ شاهہ سائين لاکي ڦلاڻيءَ جي واتان مهر راڻيءَ کي ميارڏيڻ لاءِ هي بيت چيا:

"ور سين وڄهيو ڪاڻ، کر سين کلون پائيين،
پوري منڊ اڄاڻ!، ڪڻ ڇڏيو تهہ ميڙييئن.

—

"ور سين وڙ نہ ڪري، کر سين خبرون ڪوڙ،
جا ڏسي منهن ڏنگو ڪري، جيءُ نہ تنهن سين جوڙ،
جانہ لاءِ نرتئون توڙ، سا سک نہ سنيري ڪڏهين."

اهڙي صورتحال ۾ جڏهن ڪانڌ ڪٽنيل هجي ۽ ونې ورکي پرچاڻڻ لاءِ شاهہ سائين جي هن شعر جو ضرور دل ۾ دور ڪيو هوندو:

"ڍول مَ ڪٽي ٻانهڙي، پرهہ مَ ڪٽي پاند،
آئون پنهنجو ڪانڌ، لوڪان لڪي رانئيان."

جڏهن وري مهر راڻيءَ لاکي ڦلاڻيءَ کي معافيءَ لاءِ چيو تہ، "سردار منهنجو عرض آهي تہ مون ڏانهن جيڪي ڪوڙيون يا سچيون ڳالهيون منسوب آهن، اهي خدا جي واسطي مون کي بخش ڪر." مهر راڻيءَ جي هن جذباتي ۽ احساساتي ڪيفيت جو اظهار هن بيت کان وڌيڪ اثرائتو ڪيئن ٿو ٿي سگهي؟:

"جي تون قائم ڪانڌ، تہ آءُ ورلهي مَ ٿيان،
پرين تنهنجي پاند، ڍولا ڍَڪي آهيان."

مهر راڻيءَ جو عرض ٻُڌي لاکي هن ڏانهن توجہ ڪيو ۽ ان سان اهڙو تہ پيار ۽ قرب ونديو جو هوءَ هر وقت جيڏين ۽ سرتيين سان پنهنجي ور جي واکاڻ ۾ رڌل رهندي هئي ۽ مهر راڻيءَ سمجهيو تہ لاکي سندس سڀ ڏوهہ بخش ڪري ڇڏيا آهن. واقعي هو بہ ايئن. شاهہ سائين مهر راڻيءَ جي خوشيءَ جي ترجماني هن طرح فرمائي آهي:

"ڪانڌ ٻين ڪيترا، مون ور ڏي ڪانڌ،
پاٽان ڏيئي پاند، عيب منهنجا ڍَڪيا."

—

"ڪانڌ ٻين ڪيترا، مون ور وڏي وٿ،

پاڻان ڏيئي هٿ، عيب منهجا ڍڪيا.“

—

”ڪانڌ ٻين ڪيترا، مون ور وڏي جُوءِ،
لوڪ نہ آڇي اوءِ، ڏنا ڏوهہ اکين سين.“

—

”ڪانڌ ٻين ڪيترا، مون ور وڏي ذات،
عيب نہ آڇي وات، جي ڏسي ڏوهہ اکين سين.“

مهر راڻيءَ کي ڏوهہ بخش ڪري لاکو ساٿين سميت وري ڪنهن مهم تي هليو ويو، انهيءَ ڏس ۾ ڪافي وقت گذري ويو پر لاکو نہ موٽيو. جڏهن تمام گهڻو وقت گذري ويو، تڏهن مهر راڻي لاچار ٿي ريبارو (قاصد) موڪليو. لطيف سائين مهر راڻيءَ جي اوسيئڙي ۽ انتظار سان گڏ مهر جي منٿ ميڙڪي هن طرح بيت جو رنگ ڏنو آهي:

”مَ ڪر ڍول ڍلو، ناتو نماڻيءَ سين،
ڪونهي ڪميڻيءَ جو، ٻِگر تو ٻلو،
تنهنجو نانءُ نلو، ونيو ويني آهيان.“

—

”ڪر ڪو ڦيرو ڪانڌ، مون نماڻيءَ جي نجهري،
پکي چنا پانڌ، ڳنڍيو نہ جاڻي ڪو ٻيو.“

لاکو ڦلاڻي، مگهار ۽ مهر راڻيءَ جي اشارن ۾ پيدا ٿيل غلط فهميءَ ڪانڀوءِ جڏهن لاکو ڪاوڙجي هليو ويجي ٿو ۽ مهر راڻي مائٽن کان منهن موڙي گڏ وڃڻ کان انڪار ڪيو ۽ اميراڻو لباس لاهي غريبي حال ۾ اتي رهڻ جو فيصلو ڪيو ۽ چيائين تہ، ”آئون لاکي ڦلاڻيءَ جي آهيان ۽ ان جا ڪک چڏي ٻئي هنڌ هرگز نہ هلنديس.“ ۽ پوءِ پوري چمار ڏهاڳڻ وانگر گذاري تہ ممڪن آهي تہ هينيان بيت، حالانڪ سر ڏهر ۾ ڪو نہ ٿا ملن ۽ ڪن رسالن ۾ آهن بہ نہ، پر مهر راڻيءَ جهڙي عورت جي ڏهاڳڻ هئڻ جي حوالي سان چيل هجن:

”ڪتوري چئين پلئين، توڙي ڏهاڳڻ هوءِ،
توڙي منهن نہ ڏوءِ، تہ پڻ سهاڳڻ اڳري.“

—

"ڏڪنديون ڏهاڳڻيون، رات پوندو سيءُ،
جلي نہ تنين جيءُ، هوت جنين جي هنجهہ."

چون ٿا تہ مهر راڻيءَ جي موت واري واقعي ڪانپوءِ لاکي جي دل تي ايترو تہ گهرو اثر ٿيو جو ان ڪانپوءِ لوڙيون هڻڻ بلڪل ڇڏي ڏنائين ۽ شايد هي بيت شاهہ صاحب انهيءَ مرحلي لاءِ چيو هجي:

"لاکي لوڙيون ڇڏيون، سر ها ٿيا سنگهار،
چوتاڻي چوڏار، وانديون وس چرنديون."

لاکي ۽ مهر راڻيءَ جي انهيءَ واقعي کي ذهن ۾ رکندي سنڌ جي لوڪ ادب کي جانچبو تہ ضرور ڪي شيون اهڙيون ملنديون، جي شاهہ سائينءَ جي ڪهاڻين ۽ ڪردارن بابت معلومات مهيا ڪنديون، جيئن هڪ سگهڙ جو شعر آهي:

"لاکو ڦلاڻي، ڪچو ڪچاڻي،
جنهن ڪري ٻاراڻي، ڇڏي مهر راڻي."

—

"تماچي آندي گندري، لاکي آندي اوڏ،
سما پيا ڪوڏ، ذات نہ پڇن جوءِ جي."

لاکي ۽ مهر راڻيءَ جي داستان جا اچا ڪيترائي مرحلا آهن، جن متعلق بيت رسالن ۾ موجود نہ آهن ۽ ٻين ڪهاڻين کي بہ جڏهن مرحليوار پيرائتو بيتن سان پيٽبو تہ معلوم ٿيندو تہ ڪهاڻين جا مختلف مرحلا ۽ موڙ اهڙا ملندا، جن بابت رسالن ۾ بيت نہ آهن يا وري ڪنهن ٻئي سر يا داستان ۾ لکيل آهن. تنهن ڪري ضرورت انهيءَ ڳالهہ جي آهي تہ رسالن ۾ موجود بيتن جي سٽاءُ ۽ ترتيب موضوعن تحت ٿيڻ گهرجي ۽ ڪهاڻين جي پيرائي ۾ ڪٿل بيتن جي ڳولا ڪرڻ گهرجي. ايئن ڪرڻ سان رسالي جي فڪري سمجهہ ۾ آساني ٿيندي. ان سان گڏوگڏ ڪهاڻيءَ ۽ ڪردارن جي تاريخي ۽ جاگرافيائي پهلوئن ڪان بہ تحقيق ڪري هن قومي ورثي کي نہ رڳو محفوظ ڪري سگهجي ٿو پر ساڳئي وقت رسالي جي پڙهڻي ۽ لفظن جي معنيٰ ۽ بيتن جي سمجهاڻي ۽ تمثيلي تشريح ۾ پڻ مدد ملندي ۽ مونجهارا بہ حل ٿي ويندا.

# هُنڙا هاچا ٿين.....

شاهہ سائين جي ڪلام تي تحقيق جو دائرو گهڻو وسيع آهي. لڳ ڀڳ مَني صديءَ کان بہ مٿي جو عرصو ٿيندو جو رسالي جي تحقيق ۽ تاليف جو سلسلو هلندو رهيو آهي. اجا تائين ڪا بہ متفق راءِ قائم نہ ٿي سگهي آهي. رسالن جي تحقيق ۽ تاليف جا سر چشما ساڳيا ئي قلمي نسخا رهيا آهن. تنهن ڪري غلطين جو ورجاءُ ٿيندو رهيو آهي پر عملي ۽ مشاهداتي تحقيق جو عمل نهايت ئي سُست رهيو آهي. جن بہ حضرات عملي ۽ مشاهداتي تحقيق جي تئونس محسوس ڪندي هن ميدان ۾ پير پاتو آهي تہ انهن کي اهو احساس اجا بہ شدت سان ٿيو آهي تہ رسالن جي صورتخطي، تلفظ، معنائن ۽ تشريحن ۾ نہ رڳو فرق آهي پر انيڪ قسم جون غلطيون پڻ آهن. انهن غلطين جا هيٺيان سبب ٿي سگهن ٿا:

1. بمبئي واري رسالي سميت پراڻن قلمي نسخن جي صورتخطي ابوالحسن واري سنڌيءَ ۾ هئڻ سبب تلفظ جو سمجهہ ۾ نہ اچڻ.
2. ڪهاڻي، ڪردارن ۽ انهن سان لاڳاپيل علائقائي، جاگرافيائي، تاريخي، ثقافتي، معاشي ۽ سماجي پس منظر جي علمي ۽ مشاهداتي تحقيق جي کوٽ.
3. ڪهاڻي ۽ ڪردارن سان لاڳاپيل بوليءَ جي لهجي ۽ محاورن کي سمجهڻ ۾ عملي ۽ مشاهداتي تحقيق جي کوٽ.
4. ڪهاڻي ۽ ڪردارن سان لاڳاپيل ڪرت جي بوليءَ جي لهجي کي سمجهڻ ۾ عملي ۽ مشاهداتي تحقيق جي کوٽ.
5. رسالي ۾ استعمال ٿيل ٻين ٻولين جي لفظن ۽ محاورن جي صحيح معنيٰ سمجهڻ ۾ عملي ۽ مشاهداتي تحقيق جي کوٽ.

مٿي بيان ڪيل سببن کي ذهن ۾ رکندي جيڪڏهن عملي ۽

مشاهداتي تحقيق جي روشنيءَ ۾ شاهه سائينءَ جي ڪلام کي پرکبو تہ پوءِ ڪماڻيءَ جي پس منظر ۾ ڪو بہ ڪردار، ڪو بہ لفظ، ڪو بہ اصطلاح ۽ ڪو بہ پهاڪو يا وري ڪو فڪري نُڪتو سمجهڻ ۽ سمجهائڻ سئولو ٿي پوندو. ڳالهہ آهي شاهہ جي رسالي جي ٻوليءَ ۾ مختلف لهجن جي لفظن کي سمجهڻ جي ۽ معنائن کي پرکڻ جي. سو اسان جي عالمن گهڻيون ئي ڪوششون ڪيون آهن. رسالي جي مختلف سهيڙيندڙن پاران لفظن جون معنائون بہ ڏنيون ويون آهن. شاهہ جي شاعريءَ جون شرحون ۽ لغتون وغيره بہ ناهيون ويون آهن. انهن سان اختلاف ڪرڻ جو مطلب هرگز انهن ذات ڏٺين جي پيار ۽ پريت، ڏاهپ ۽ ڏانءُ جي پورهئي کي نظر انداز ڪرڻ يا انهن جي خلوص نيت ۽ اهليت تي شڪ ڪرڻ ڪونهي پر رهيل ڪم کي اڳتي وڌائڻ ۽ ڪيل ڪوتاهين کي مڪمل ۽ صحيح ڪرڻ واري هڪ ننڍڙي پر محنت طلب ڪوشش آهي. هيئنئر هڪ اهڙي ڪوشش جي شروعات ڪجي ٿي، جنهن جو تعلق شاهہ سائينءَ جي ڪنهن هڪ شارح سان نہ آهي پر هن تحقيقي اختلافن جو شاهہ جي سڀني شارحن ۽ محققن جي ڏنل معنائن سان آهي. مان وري بہ واضح ڪندو هلان تہ انهن صاحبن جي سنڌي ٻولي ۽ شاهہ سائين سان غير مشروط عشق تي شڪ نہ آهي ۽ نہ ئي سندن ڪيل پورهئي جي اهميت کي گهٽ ڪرڻ آهي پر صرف ان ڳالهہ جو احساس ڏيارڻ آهي تہ انهن شروعاتي عالمن هن ڏس ۾ ڪيڏا نہ ڪشالا ڪيا هوندا، انهن کي جس هجي ۽ اسان کي هن ڏس ۾ اڃا اڳتي قدم وڌائڻ گهرجي.

شاهہ سائين جي رسالي تي نظر وجهندا سين تہ سر يمن (جَمن) ڪلياڻ کي پراڻن رسالن جهڙوڪ بمبئي ڇاپو ۽ گنج ۾ جمن لکيو ويو آهي ۽ هاٿوڪي ڏينهن ۾ وري حاجي ٻانهون خان شيخ بہ "جَمن" لکيو آهي. باقي ٻين سڀني رسالن ۾ "يمن" لکيو اٿن. جڏهن تہ اهو لفظ جَمن ٿيڻ کپي، ڇاڪاڻ تہ هن سر ۾ پيالي جا بيت موجود آهن، ۽ ان کان علاوه موکي جي داستان ۾ بہ وتي، وتو يا پيالي جو ذڪر ملي ٿو ۽ جَمن جي معنيٰ بہ آهي وتو. هن ئي سر ۾ هيئنيون بيت ٿوري گهٽي تبديليءَ سان لفظن جي غلطين سان ورجايو ويو آهي، جيئن:

بيت (1)

"آٿي ٿِي اَگار، ڪامي خريدارن سين،
پَسين سي نہ پتار، پَرَ پيتو ئي جن سين."

بلوچ: يمن ڪلياڻ صفحو: 169.

ٻين رسالن ۾ مٿيون بيت هن طرح لکيل آهي:

"آٿي ٿي اڳار، ڪامي ڪِردارن سين،
پسين سي نہ پتار، پُرِ پيٽئہِ جن سين."

1- علامہ آءِ آءِ قاضي يمن ڪلياڻ صفحو: 40
2- غلام محمد شهواڻي يمن ڪلياڻ صفحو: 19
3- ٻانهون خان شيخ يمن ڪلياڻ صفحو: 62
4- ڊاڪٽر گربخشاڻي يمن ڪلياڻ صفحو: 99
5- مرزا قليچ بيگ يمن ڪلياڻ صفحو: 42
6- بمبئي وارو ڇاپو يمن ڪلياڻ صفحو: 25
7- غلام مصطفيٰ قاسمي يمن ڪلياڻ صفحو: 69
8- عثمان علي انصاري يمن ڪلياڻ صفحو: 97
9- گنج يمن ڪلياڻ صفحو: 220

ڪلياڻ آڏواڻي صاحب هي بيت رسالي ۾ ڏنو ئي ڪونهي، هاڻ هڪ ئي بيت جي ٻن مختلف لکڻين ۾ فرق صرف ٻن لفظن جو آهي. هڪڙو "ڪِردارن" ۽ "خريدارن" ۽ ٻيو "پَرُ" ۽ "پُرِ" جڏهن تہ بيت ۾ ٻہ مُکيہ غلطيون آهن: "پتار جيڪو غلط آهي ۽ ٻيو "سين" بہ غلط آهي ۽ صحيح لفظ آهن: "پيتار" ۽ "ري"، هاڻي بيت هن ريت صحيح ٿيندو:

" آٿي – ٿيءَ اڳار، ڪامي خريدارن ري،
پَسين سي نہ پيتار، پَرُ پيتوءِ جن سين."

مطلب تہ انهن خريدارن کان سواءِ آٿي: سڙي اڳار: ڪوئلو ٿي وڃ، ڇاڪاڻ تہ اهي پيتار: پياڪ هاڻ نہ آهن. جن سان گذريل سال پيتو هيئي.

بيتہ وائي (2)

سُپريان جي سونهن جي، ڳالهہ ڪينَ وِجي،
وِجي در دوستن جي، سوري سِرُ هُجي،
عاشقن اَنگهن چڙهئا، ٻئو سڀ ڪو ٻَجي،
پُڇج پوءِ پرينئو، ڀربن سِرُ سجي،
عاقل ئي اوچون ٿئا، پورو ڪيئن پَجي."

1- ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ سُر ڪلياڻ صفحو: 151 تي هن بيت

جي پهرين سٽ "ڪين وڃي" آخري سِٽ مطلب "ڪيئن نہ پڇي،" يعني
چو نہ مشهور ٿئي ۽ ٿوري ڦير ڦار سان هن طرح لکي آهي:

"عاقل ٿي اوجهون ٿئا، پورو ڪوه نہ لَڃي."

باقي ٻين رسالن مٿيون بيت ساڳيءَ ريت لکيو آهي:

2- ڊاڪٽر گربخشاڻي سُر يمن ڪلياڻ صفحو: 107
3- غلام محمد شاهواڻي سُر يمن ڪلياڻ صفحو: 123
4- علامہ آءِ آءِ قاضي سُر يمن ڪلياڻ صفحو: 59
5- ٻانهون خان شيخ سُر يمن ڪلياڻ صفحو: 84
6- ڪلياڻ آڏواڻي سُر يمن ڪلياڻ صفحو: 39
7- عثمان علي انصاري سُر يمن ڪلياڻ صفحو: 110
8- غلام مصطفيٰ قاسمي سُر يمن ڪلياڻ صفحو: 73
9- گنج سُر يمن ڪلياڻ صفحو: 237
10- مرزا قليچ بيگ سُر يمن ڪلياڻ صفحو: 59

جڏهن تہ هن وائي ۾ هڪڙي غلطي آهي "ڪين" هتي "نہ" تي زير ڏيڻ سان معنيٰ ۾ فرق اچي ٿو. يعني "سُپريان جي سونهن جي ڳالهہ نہ وڃي" ۽ ساڳيءَ طرح ڦقرو بہ اُبتو ٿي پوندو ۽ ان کان علاوه پوري وائيءَ جي ڪافين وارا لفظ بہ ساڳئي تلفظ وارا نٿا بيهن. تنهن ڪري وائيءَ جي پهرين سٽ هن طرح ٿيڻ گهرجي:

"سُپريان جي سونهن جي ڳالهہ ڪي (ڪئي) نہ وَڃي."

مطلب تہ سُپرين جي سونهن ۽ حُسن جي ڳالهہ ڪري نٿي سگهجي. ڪِي نَہ وَڃي: ڪَئي نہ وَڃي. محبوب جي حسن جي ڳالهہ ڪرڻ کان گهٽي آهي ۽ هن بيت جي ڪافين وارا لفظ بترتيب هن طرح هئڻ گهرجن تہ جيئن هم آواز محسوس ٿين: هُجي، پُڇي، سڄي ۽ پڇي.

بيت (3)

"سر نسرئا پاند، اُتر لڳا آءُ پرين،
مُون تو ڪارڻ ڪانڌ، سهسين سُڪائون ڪيون."

1- ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ سُر سامونڊي صفحو: 221
2- ڪلياڻ آڏواڻي سُر سامونڊي صفحو: 87
3- غلام محمد شاهواڻي سُر سامونڊي صفحو: 194

4- علامہ آءِ آءِ قاضي سُر ساموندي صفحو: 322
5- ٻانهون خان شيخ سُر ساموندي صفحو: 176
6- گنج سُر ساموندي صفحو: 306
7- ڊاڪٽر گربخشاڻي سُر ساموندي صفحو: 136
8- عثمان علي انصاري سُر ساموندي صفحو: 167

جڏهن تہ هي ساڳيو بيت ٽن رسالن ۾ هيٺينءَ طرح لکيل آهي:

"سَرَنِ سَڙيا پاند، اُتر لڳا آءُ پرين!
مون تو ڪارڻ ڪانڌ، سهسين سُکائون ڪَيون."

9- مرزا قليچ بيگ سُر ساموندي صفحو: 122
10- بمبئي وارو ڇاپو سُر ساموندي صفحو: 61
11- غلامہ مصطفيٰ قاسمي سُر ساموندي صفحو: 144

مشاهدي ۽ علمي تحقيق مان ظاهر ٿئي ٿو تہ هنن ٽنهي رسالن ۾ "سرن سڙيا" لفظ درست لکيو ويو آهي، ڇاڪان تہ موسمي لحاظ سان سر جو ٻوٽو سنڌ ۾ آڪٽوبر جي آخر يا نومبر جي شروعات ۾ نسري ٿو ۽ ان وقت نہ ٿي اتر جون هوائون لڳڻ شروع ٿينديون آهن ۽ نہ ئي پاري جهڙا سخت سرديءَ جا ڏينهن هوندا آهن، جڏهن تہ هن بيت ۾ "اُتر لڳا" لفظ سرديءَ جي شدت کي ظاهر ڪري ٿو، ۽ اهو ڊسمبر ۽ جنوري مهيني ۾ ٿيڻ گهرجي، جيڪو وري ونيءَ کي ور جي وڇوڙي جو احساس ٻيڻو ڪري ٿو. تنهن ڪري مطلب ٿيندو تہ، "اتر واءُ لڳا آهن ۽ سرديءَ جي شدت ايتري وڌي وئي آهي جو پاري پوڻ سبب سر جهڙي سخت ٻوٽي جا پاند، چوٽيون بہ سڙي ويون آهن." مطلب تہ مشاهدي ۽ عملي تحقيق جي کوٽ سبب "سَرَنِ سَڙيا" لفظن کي "سَرِ نسريا" ڪري لکيو ويو آهي.
بيت (4)

"تِئان مومل موٽڻ لِکئو، سهسين جئان سِڪن/سکن،
سي هونهين جاڙ جيئن، جي ڪوري ڪاغذ آئيون."

1- بمبئيءَ وارو ڇاپو سُر مومل صفحو: 299
2- گنج سُر مومل صفحو: 811
3- ٻانهون خان سُر مومل صفحو: 461

هي بيت سواءِ مٿين ٽن رسالن جي ٻئي ڪنهن بہ رسالي ۾ نہ آهي.

۽ هن بيت ۾ بہ لفظ "سکن" ۽ "ڪوري" غلط لکيل آهن. بيت جي مفهوم جي لحاظ سان لفظ "سڪن" آهي ۽ ٻيو لفظ "ڪوري" ٻن لفظن تي مشتمل آهي، جيڪو الڳ ڪري پڙهڻ گهرجي، يعني "ڪو" ۽ "ري"، جنهن جي معنيٰ ٿيندي "بنا ڪنهن"، "بغير ڪنهن"، هاڻ بيت جي معنيٰ ٿيندي تہ جيئن سوين ٻيون سڪن ٿيون، تيئن مومل بہ سڪي سڪي موتڻ لاءِ لکيو. انهن جو جيئڻ تہ هونئن بہ جنيرو آهي، جيڪي بنا ڪنهن ڪاغذ (خط) جي آئيون. هونئن بہ خط ڪورو نہ ٿيندو آهي ۽ ڪوري يعني خالي خط جو ڪو مقصد ئي نہ آهي، تنهن ڪري اهو لفظ "ڪو" ۽ "ري" آهي، جڏهن تہ ٻانهون خان هن لفظ جي معنيٰ "اڻ لکيل" لکن ٿا، هن غلطيءَ جو سبب ٻن لفظن جو ملائي لکڻ ۽ پڙهڻ آهي.

بيت (5)

"گل چنو گرنار جو، پتڻ ٿيون پٽين،
سهسين سورٺ جهڙيون، اپيون اوسارين،
چوٽو چارڻ هٿ ۾، سر سينگاريو ڏين،
ناريون ناڏ ڪرين، راجا راتِ رَم گيو."

هن بيت ۾ مرزا قليچ بيگ ۽ ٻانهون خان شيخ "ناڏ" لفظ جي جاءِ تي "نار" لکيو آهي، باقي رسالن ۾ پورو بيت ساڳيءَ طرح لکيل آهي.

1- بلوچ صاحب سُر سورٺ صفحو: 411 تي ناريون لفظ جي معنيٰ "توبون" لکي تو ۽ "ناڏ" ڪرڻ جي معنيٰ وڏا ڏماڪا ڪرڻ لکي ٿو. جڏهن تہ سورٺ راءِ ڏياچ جو واقعو 1002ع کان 1010ع واقع ٿيو ۽ ان وقت توب جو وجود ئي ڪو نہ هو. ان کان علاوه مرزا قليچ بيگ صاحب ۽ ٻانهون خان شيخ "ناڏ" لفظ جي عيوض "نار" لفظ لکيو آهي. هي لفظ بہ بيت جي واقعاتي پس منظر ۾ سونهين ڪو نہ ٿو. جڏهن تہ ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ "ناڏ" لفظ جي معنيٰ صفحي نمبر 784 تي "مَرڪڻ" لکي ٿو، جيڪو پڻ نهڪي ڪو نہ ٿو. جڏهن علامہ آءِ آءِ قاضي صاحب "ناڏ" لفظ جي ورلاپ لکن ٿا، جيڪا ڪي قدر ويجهو آهي.

1- بلوچ صاحب ناريون: توبون، ناڏ: وڏا ڏماڪا، صفحو: 411
2- ڊاڪٽر گربخشاڻي ناڏ= مرڪڻ، صفحو: 596، 784
3- ٻانهون خان ناز= مرڪن، فخر ڪرڻ، صفحو: 385
4- علامہ آءِ آءِ قاضي ناڏ= ورلاپ، آلاپ، صفحو: 106

5- غلام محمد شاهواڻي صفحو: 655
6- ڪلياڻ آڏواڻي صفحو: 312
7- عثمان علي انصاري صفحو: 542
8- گنج صفحو: 422
9- قليچ (ناز) صفحو: 462
10- قاسمي صاحب صفحو: 455
11- بمبئي وارو ڇاپو صفحو: 251

جڏهن تہ بيت جي ٻئين سٽ ۾ لفظ "جهڙيون" نہ پر "سامهان" يا "سامهون" هئڻ گهرجي. هي لفظ بيت جي وزن بحر ڪي متاثر نہ ڪند و تجنيس حرفي جي ضرورت ڪي پورو ڪري ٿو ۽ ساڳئي وقت معنوي اهميت بہ واضح ٿئي ٿي، ڇاڪاڻ تہ هر عورت سورٺ نٿي ٿي سگهي. هن بيت ۾ راءِ ڏياچ جي سر ڏيڻ کان پوءِ واري ڪار زار ۾ روئندڙ پٽيندڙ هر عورت سورٺ جهڙي نہ آهي. تنهن ڪري اها سٽ هن طرح لکڻ گهرجي:

"سهسين سورٺ سامهون، اُڀيون اوسارين."

ان کان علاوه ٻيو لفظ "ناڏ" ڪرڻ آهي، هن لفظ جي معنيٰ تہ جي علائقي ۾ "توبون، مرڪڻ، ورلاپ يا آلاپ" نہ پر شدت غم سبب سُڏڪڻ، سُڏڪندي، روئڻ جي معنيٰ لاءِ استعمال ٿئي ٿو. هي واقعاتي بيت آهي، جنهن ۾ لفظن ۽ معنيٰ جو درست لکڻ ۽ پڙهڻ اهميت رکي ٿو. ٻي صورت ۾ بيت جي فني ۽ معنوي صورتحال بگاڙ جو شڪار ٿي پوندي.

بيت (6)

"پنيءَ جي پوٽن، پيچ پُٽڪو نہ سُٽيان،
سنجڻ واريون سُتيون، وَجي ويڙهہ ورن،
پڻا سيٽ سڙن، ترهي ٻنهين ڪنڌيين."

1- ڪلياڻ آڏواڻي سُر مارئي صفحو: 274
2- گربخشاڻي سُر مارئي صفحو: 566
3- شاهواڻي سُر مارئي صفحو: 590
4- قاضي صاحب سُر مارئي صفحو: 737
5- عثمان علي انصاري سُر مارئي صفحو: 488
6- غلام مصطفيٰ قاسمي سُر مارئي صفحو: 784

جڏھن تہ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صفحو: 496 تي ھي بيت ھن طرح لکن ٿا:

"پوڻ پُٽڪو نہ سُٽيان، پنيءَ جو پوٽن،
سنجڻ واريون سُتيون، وجي ويڙ وٽن،
پيا سيٽ سڙن، ترھي بنھين ڪنڌيين."

سيني محققن جي لکيل بيت سان صرف بلوچ صاحب جي لکڻيءَ ۾ فرق اچي ٿو ۽ معنيٰ ۾ بہ "تُرھي" لفظ جي معنيٰ ئي بلوچ صاحب ڪوھہ جي معنيٰ لکندي ان کي گماني سڏي ٿو پر سيني صاحبن جي صورتخطيءَ ۾ لفظ "ويڙھہ ورن ۽ ويڙ وٽن" درست لکيل نہ آھن ۽ بيت جي بھتر پڙھڻي ۾ اھو لفظ "وٽ ورن" ھئڻ کپي ۽ بيت جي بيو نمبر سٽ ھن طرح لکجي:

"سنجڻ واريون سُتيون، وجي وٽ ورن."

بيت (7)

"سِبي سيبا ڏي، پوريءَ نينھن نہ ڪچوءِ،
ڪَتيءَ وَتيون ڪِتيون، سِبي سيوي سي،
مَچڻ چونم ڪي، تہ لجايئي تر جائيون."

1- گربخشاڻي سُر مارئي صفحو: 553
2- شاھواڻي سُر مارئي صفحو: 565
3- قاضي صاحب سُر مارئي صفحو: 709
4- غلام مصطفيٰ قاسمي سُر مارئي صفحو: 755
5- بمبئي وارو ڇاپو سُر مارئي صفحو: 434
6- عثمان علي انصاري سُر مارئي صفحو: 460
7- مرزا قليچ بيگ سُر مارئي صفحو: 802
8- ڪلياڻ آڏواڻي سُر مارئي صفحو: 258
9- ٻانھون خان شيخ سُر مارئي صفحو: 399

پر ڊاڪٽر بلوچ صاحب ھن لفظ صفحو: 479 تي "ڪَچوئي" جي جاءِ تي "لڄئو" لکي ٿو، مطلب تہ مٿئين بيت ۾ سٽ جي معنيٰ ٿيندي تہ "سبي" ۽ تويا ڏي ٿي پر "پوري" (مارئي) بنھہ ڪَچو نہ ڪيو. بلوچ صاحب واري لفظ کي پڙھندي معنيٰ ٿيندي "سِبي ۽ تويا ڏي ٿي" پر "پوري نينھن نہ لَڄئو"، جڏھن تہ ھن بيت ۾ مارئيءَ جي لباس جي پراڻي ٿي گِري ۽ ڦاٽي

وچڙ جو ذڪر ٿيل آهي ته ۽ هن بيت ۾ به غلطيون آهن. پهرئين سٽ جي پوئين اڌ حصي "پوري نينهن نه ڪچوئي" يا "پوري نينهن نه لجئو" کي درست ڪري پڙهبو ته پڙهڻي هن طرح ٿيندي: "پوري نئون نه ڪيوءِ" ۽ وري ٻي سٽ ۾ لفظ "سبي" غلط آهي ۽ درست پڙهڻي آهي "ستي". اهڙيءَ طرح درست پڙهڻيءَ کان پوءَ بيت جي معنيٰ ٿيندي ته، "مارئي وري ڪپڙن کي سبي، توبا ڏئي ٿي پائي پر نئون ڪپڙو ڪو نه ٿي اوڍي. ڪٿي يعني لوئيءَ جون وٿون ڪسي ويون اٿس. هي ستي مارئي انهن کي سڌو سنئون ڪري ڳنڍيون ڏئي ٿي ۽ چوي ٿي ته متان ڪي تر ۾ هن کي چون ته هن تر جائين کي لڄايو آهي." بيت جي درست لکڻي هيٺينءَ ريت آهي:

"سِبي سيبا ڏي، پوريءَ نئون نه ڪيوءِ،
ڪٿيءَ وٿيون ڪِٿيون، ستيءَ سيوي سي،
مچڻ چونم ڪي، ته لَڄايئي تر جائيون."

هن طرح بيت جي درست لکڻيءَ سان بيت جي موضوع سان لفظن جي بيهڪ بهتر ۽ معنوي اهميت به مارئيءَ جي ڪردار جي خوبين سان نمڪندڙ آهي. فڪري گهرائي ۽ خيال جي پختگي به واضح ۽ چٽي ٿئي ٿي.

بيت (8)

"مُليئن مُني ماءُ، جنهن پتو ڦِتُس پيٽ ۾،
سُڄاڻي الله، ٿُبي ڏِنائين ڏوڙِ ۾."

1- شاهواڻي سُريمن ڪلياڻ صفحو: 133
2-- مرزا قليچ بيگ سُريمن ڪلياڻ صفحو: 49

هن بيت جي پهرئين سٽ جي ٻئي اڌ حصي جي درست پڙهڻيءَ سان بيت جي معنيٰ ۽ خيال ۾ قابل قدر تبديلي اچي ٿي. ٻي صورت ۾ بيت کي جيئن جو تيئن پڙهڻ سان بيت جي معنيٰ ٿيندي ته، "مُلي جي ماءُ مُني يعني پڇتايو جو هُن جي پيٽ ۾ پتو ڦٽو." ڪرتوت ڪنا مُلي جا. ويچاري ماءُ ڪهڙو ڏوهه ڪيو جو لطيف سائين جهڙو عظيم شاعر ملي جي ماءُ کي پٽ پاراتو ڏئي؟ هن قسم جي پڙهڻي هن عظيم شاعر جي فڪر سان هٽ چراند ۽ بگاڙ آهي. تنهن ڪري بيت جي درست پڙهڻيءَ کان پوءِ معنيٰ ٿيندي ته. "مُلي جي ماءُ کي جيئن ئي پيٽ ۾ پتو (ڳپ)

ڦُتس (سرجيو) تہ هن پڇتائڻ شروع ڪيو.
بيت هيٺين طرح درست لکبو.

"مُلئين مُني ماءُ، جيئن پتو ڦُتس پيٽ ۾،
سجاڻي الله، تبي ڏنائين ڏوڙ ۾."

بيت (9)

"گَونِي ۽ گَونِي، پرين پتائين گج جيئن،
جي من منجهوني، سي ڪيئن وڃن وِسري."

1- بلوچ سُر رِپ صفحو: 418
2- ڪلياڻ آڏواڻي سُر رِپ صفحو: 356
3- شاهواڻي سُر رِپ صفحو: 740
4۽ قليچ سُر رِپ صفحو: 651
5- قاسمي سُر رِپ صفحو: 619

هن بيت جي ٻن شروعاتي لفظن کي ڪن صاحبن گَونِي ۽ گُونِي ۽ ڪن وري گُوني ۽ گوني لکيو آهي ۽ سيني رسالن ۾ هن فقري جي معنيٰ ڏني آهي: چُريل، رگيل ۽ رنگارنگي. جڏهن تہ پرت جو ڪم ڪندڙ عورتن ۽ لطيفي سُگهڙن سان بحث مباحثي ڪانپوءِ واضح ٿيو تہ اهي لفظ "کُوٽي ۽ کُوٽي" آهي، جنهن جو بنياد لفظ "کُٽ" آهي. کٽ گج جي ٻاهران رنگين پٽين ۽ ڪنارين کي چئبو آهي. هن عملي تحقيق ڪانپوءِ بيت جي لکٽي هن طرح آهي:

"کُوٽي ۽ کُوٽي، پرين پتائين گج جيئن،
جي من منجهوني، سي ڪيئن وڃن وِسري."

بيت (10)

"گَندُ جَنين جي گوڏِ ۾، پاٻوڙا پوشاڪ،
اُنهين جي اوطاق، راجا رِيجهي آئيو."

1- بلوچ سُر ڪاموڏ صفحو: 398
2- بمبئيءَ وارو ڇاپو سُر ڪاموڏ صفحو: 473
3- قاسمي سُر ڪاموڏ صفحو: 844
4- شاهواڻي سُر ڪاموڏ صفحو: 622
5- قاضي صاحب سُر ڪاموڏ صفحو: 343

6- گربخشاڻي سُر ڪاموڏ صفحو: 587
7- ڪلياڻ آڏواڻي سُر ڪاموڏ صفحو: 287
8- عثمان علي انصاري سُر ڪاموڏ صفحو: 519

هن بيت ۾ مٿي ڄاڻايل سيني رسالن ۾ لفظ "گوڏ" لکيو ويو آهي، جڏهن تہ گوڏ صرف مرد جي استعمال جو ڪپڙو آهي ۽ عورتون سنڌ ۾ گوڏ ڪو نہ پائين. البت پنجاب ۾ مرد توڙي عورتون گوڏ پائين ٿا. هن بيت ۾ اهو لفظ "گود" آهي. هن جو متبادل لفظ گودو يا جهولي چئي سگهجي ٿو. ۽ بيت جي لکڻي هن طرح ٿيندي:

"گند جنين جي گود ۾، پابوڙا پوشاڪ،
انهين جي اوطاق، راجا ريجهي آئيو."

بيت (11)

"هَلو هلو ڪورئين، نازڪ جنين جو نينهن،
ڳنڍين سارو ڏينهن، چنڻ مُور نہ سڪيا."

شاهہ سائين جو هي بيت زبان زد عام آهي ۽ بظاهر ڪو ڳوڙهو مسئلو بہ نہ آهي پر بيت جي مفهوم جي لحاظ کان صرف هڪ لفظ "سارو" اختلافي آهي، مطلب تہ شاهہ صاحب ڪورين جي ڪرت جو ذڪر ڪندي انهن جي پورهئي جي نفاست بيان ڪن ٿا ۽ تمثيلي طور تي ڪوريءَ جي ڪرت يعني ڪپڙي اُڻڻ ۽ ڌاڳن ۽ تندن کي ڳنڍڻ کي محبت جي ريت سان تشبيهہ ڏني آهي تہ ڪوري صرف ڳنڍڻ جو ڪم ڪن ٿا، چنڻ تہ سڪيا ئي نہ آهن. سنڌ ۾ گهرو هُنر ۽ پورهيو جڳن کان اڌ رات جو يا پوئين پهر کان شروع ڪيو ويندو آهي تہ ڪن علائقن ۾ اڄ بہ ايئن ئي ٿئي ٿو ۽ تصوف ۾ "جو دم غافل سو دم ڪافر" جي مصداق آهي، تنهن ڪري لفظ "سارو" عيوض "راتو" يعني "راتو ڏينهن"، رات ڏينهن لکڻ ۽ پڙهڻ گهرجي ۽ بيت جي لکڻي هن طرح ٿيندي:

"هَلو هَلو ڪورئين، نازڪ جنين نينهن،
ڳنڍين راتو ڏينهن، چنڻ مُور نہ سِڪيا."

بيت (12)

"جيڪا ڪندي سڳ، مُون جيئن ٻاروچن سين،
انگهن چاڙهي انگُ، رئندي سا رَت ڦُڙا."

1- بلوچ سُر حسيني صفحو: 335
2- شاھواڻي سُر حسيني صفحو: 462
3- گربخشاڻي سُر حسيني صفحو: 365
4- ٻانھون خان سُر حسيني صفحو: 298
5- عثمان علي انصاري سُر حسيني صفحو: 387
6- قاسمي سُر حسيني صفحو: 408
7- قاضي سُر حسيني صفحو: 587

هن بيت ۾ لفظ انگھن چاڙھي "انگ" جي معنيٰ سيني رسالن ۾ لڳ ڀڳ "ڪاٺين يا وڻن جون تکيون چوٽيون، نوڪون، ڇھنبون ۽ چيرڻ يا سوري " ڏني آھي. جڏھن تہ بيت جي اھا اڌ سٽ غلط لکيل آھي، انسان جڏھن گھڻو پريشان ھوندو آھي ۽ اندر ئي اندر غم کيس وڍيندو رھندو آھي تہ ماٺھوگوڏن تي ٻئي ٻانھون رکي ۽ ٻانھن تي مٿو رکي پاڻ سان ويچار ونڊيندو آھي تہ ان صورت کي "اڱن چاڙھي اڱ" چئبو آھي، يا ھٿ تي ھٿ رکي ويھڻ، ڪنھن ڪم ڪار ۾ دل نہ لڳڻ. بيت جي درست لکڻي ھن طرح آھي:

"جيڪا ڪندي سنگ، مُون جيئن ٻاروچن سين،
اڱن چاڙھي اڱ، روئندي سا رَتُ ڦُڙا."

بيت (13)

"ڪَريو مُھاڙ ملير ڏي، روءِ اُڀي چوءِ،
سيج سُوري پائنيان، سومرا سندوءِ،
مُلڪ ماروءَ جِي آھيان، جور نہ ٿِيان جوءِ،
سو قلب ڪوٽ نہ ھوءِ، جو ھُتي جن ھٿ ڪيو."

1- قاسمي سُر مارئي صفحو: 758
2- شاھواڻي سُر مارئي صفحو: 572
3- قاضي سُر مارئي صفحو: 717
4- بلوچ سُر مارئي صفحو: 481
5- گربخشاڻي سُر مارئي صفحو: 557
6- عثمان علي انصاري سُر مارئي صفحو: 463

ھي بيت صورتخطيءَ جي صورت ۾ سيني رسالن ۾ ساڳيءَ طرح لکيل آھي پر ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ عثمان علي انصاري لفظ "مُلڪ" کي

”ملڪ“ ميم تي زير سان لکيو آهي، ۽ ٻين ”ميم“ تي پيش سان لکيو آهي، ميم تي پيش سان مطلب ٿيندو ماروءَ جي مُلڪ يعني وطن جي ۽ انهيءَ نسبت سان ”جور نہ ٿيان جوءِ“ سان نهڪي ڪو نہ ٿو. ڇاڪاڻ تہ مارو جي مُلڪ جو هئڻ ڪا وڏي وٿ نہ آهي پر اُهو لفظ مِلڪ آهي، يعني ماروءَ جي ملڪيت آهيان، پنهنجي وَر جي آهيان، تنهن ڪري زور تي ڪنهن کي ڪانہ قبوليندي.

”مِلڪ ماروءَ جِي آهيان، جور نہ ٿِيان جوءِ.“

بيت (14)

”ٻاريو اُجهائين، پرين اُجهايو ٻارين،
مون کي ٿا مارين، لونئان لُهارن جا.“

1- بلوچ سُريمن ڪلياڻ صفحو: 161
2- انصاري سُريمن ڪلياڻ صفحو: 92
3- شهواڻي سُريمن ڪلياڻ صفحو: 99
4- قاضي سُريمن ڪلياڻ صفحو: 32
5- قاسمي سريمن ڪلياڻ صفحو:62
6- قليچ سُريمن ڪلياڻ صفحو: 33

هن بيت جي ٻي سٽ جو اڌ حصو بحث طلب آهي ۽ متي ڏنل لفظ جيڪي متين صاحبن پنهنجي پنهنجي ترتيب ڏنل شاهہ جي رسالي ۾ لکيا آهن، اهي بيت جي مفهوم ۽ معنيٰ سان نهڪي ڪو نہ ٿا اچن. بيت ۾ مخاطب ٿيندڙ جو بيان آهي تہ منهنجو پرين مون کي ٻاري ۽ اجهائي ڇڏي ٿو ۽ هن کي لوهارن جا لونئان (الا) بہ مارين ٿا، يعني تڪليف پُهچائين ٿا، جڏهن تہ عشق جي شڪارتيل ماڻهوءَ کي باهہ جا اُلا ڇا ڪندا ؟ صحيح بيت هن طرح آهي:

”ٻاريو اُجهائين، پرين اُجهايو ٻارين،
مون کي ٿا مارين، پرينءَ پَر لوهار جي. “

هاڻي بيت جي معنيٰ ٿيندي تہ منهنجا محبوب لوهار جي ڪِرت واري طريقي مون کي هر هر ٻارين ۽ اُجهائين ٿا، مطلب تہ لطيف سائين پنهنجي محبوب جي انهيءَ ادا کي لوهار جي ڪِرت سان تشبيهہ ڏني آهي.

بيت (15)

”تارا تيليءَ رو، لڏا لالڻ نہ اُڀرين،
جهڙو تُون صُبوح، تهڙي صافي سڄڻين.“

1- بلوچ سُرڪنيات صفحو: 173 (1) سائڙي نيري رنگ وارا چمڪندڙ تارا، سنڌي محاوري ۾ تيليو رنگ، تيل جي رنگ جي مناسبت سان، (2) بہ چٽا تارا.
2- علامہ آءِ آءِ قاضي سُرڪنيات صفحو: 71 (1) سائڙي رنگ وارو، (2) بہ تارا جيڪي تيڙوءَ کان پوءِ اُڀرن .
3- عثمان علي انصاري سُرڪنيات صفحو: 118 ساڳي مٿين معنيٰ.
4- غلام مصطفيٰ قاسمي سُرڪنيات صفحو: 94 ساڳي مٿين معنيٰ
5- مرزا قليچ بيگ سُرڪنيات صفحو: 69 ساڳي مٿين معنيٰ.
6- ٻانهون خان شيخ سُرڪنيات صفحو: 68 (1) ڳاڙهاڻ نيراڻ ڏانهن مائل.
7- گربخشاڻي سُرڪنيات صفحو: 112 (1) تهڙي ريت، (2) سيني کان روشن تارو.
8- غلام محمد شاهواڻي سُرڪنيات صفحو: 135 (1) ڳاڙهاڻ نيراڻ ڏانهن مائل، (2) سُهيل تارو يا هڪ تارو جيڪو سياڳو سمجهيو وڃي ٿو.
9- ڪلياڻ آڏواڻي سُرڪنيات صفحو: 46 (1) ڳاڙهاڻ نيراڻ ڏانهن مائل، (2) صبح جو تارو.
10- گنج سُرڪنيات صفحو: 259

هن بيت جي ٻن لفظن ”تيلي روءِ“ ۽ ”لُڏا“ جي معنيٰ لڳ ڀڳ سيني محققن ساڳي ڏني آهي، سواءِ گربخشاڻي، شهواڻي ۽ ڪلياڻ آڏواڻيءَ جي. هنن ٽن صاحبن کان سواءِ ٻين جون معنائون پيرو مل مهر چند آڏواڻيءَ جي انهيءَ معنيٰ کي مڃيو ويو آهي،جيڪا هن 1923ع ۾ گربخشاڻيءَ جي شاهہ جي رسالي جي پهرين جُلد تي تنقيد ڪندي لکي هئي، مطلب تہ مُني صديءَ کان بہ وڌيڪ عرصي گذرڻ باوجود بہ اسان جي تحقيق ساڳئي دائري ۾ پئي ڦري. جڏهن تہ بيت جي پوئين سِٽ مفهوم کي واضح ڪري ٿي. مطلب تہ پوئين سِٽ ۾ شاهہ سائين فرمائين ٿا تہ جهڙيءَ ريت هي تارو صبح جو ڏسڻ ۾ اچي ٿو، منهنجي محبوب جي صافي (چٽائي) بہ اهڙي آهي. بيت جي هن طرح جي معنيٰ ظاهر ڪري

ٿي تہ هي اهڙو تارو آهي، جيڪو صبح جو سوير بہ نظر اچي ٿو ۽ اُن جي چٽائي سيني تارن کان سَرسُ آهي. مطلب تہ هي ڏينهن وارو تارو آهي. جيڪو صبح تائين نظر ايندو آهي ۽ اهڙي تڏڙي پهر ۾ هن تاري جي چٽائي ۽ روشنيءَ کي محبوب جي حُسن سان ڀيٽيو ويو آهي. تنهن ڪري انهن لفظن جي معنيٰ هن طرح ٿيندي:

1- تيلي: چِٽو، چمڪندڙ.

2- لَڏا (لَڏو): ڏينهن وارو تارو.

انهيءَ مفهوم جي دليل طور وڏيڪ بيت هيٺ ڏجن ٿا:

(1) "ڪاري رات، اَچو ڏينهن، اي ِ صفتان نور،
جِتي پرين حُضور، تِتي رنگ نہ روپ ڪو."

(2) "عجب جهڙي آهہ، حقيقت حبيب جي،
نڪي چٽبو سو ڏٺي، نہ ڪي مخلوقا،
شفق جي ساجاهہ، جا ملي ليل نهار کي."

(3) "هلو هلو ڪاڪ تڙين، جتي گهڙجي نينهن ،
نہ ڪا رات نہ ڏينهن، سِڀ ڪا ڀَسي پرينءَ کي."

هنن بيتن ۾ "شفق، رنگ نہ روپ ۽ نہ ڪا رات نہ ڏينهن" محبوب جي چٽائيءَ ۽ حُسن سان گڏ ڏينهن واري تاري جي ويل ۽ وقت کي ظاهر ڪن ٿا.

بيت (16)

"ورسي وطن جائِيون، صحرا ستر جن،
گولاڙا ۽ گُگريون، اوچڻ اباڻن،
ويڙهيا گهمُن وليين، جهانگي منجهہ جهنگن،
مُون کي ماروئڙن، سَج ڳٽائي سيج ۾."

1- غلام محمد شاهواڻي سُر مارئي صفحو: 568

2- ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ سُر مارئي صفحو: 482 ساڳيو.

3- علامہ آءِ آءِ قاضي سُر مارئي صفحو: 712 ساڳيو.

4- گربخشاڻي سُر مارئي صفحو: 555 ساڳيو.

5- عثمان علي انصاري سُر مارئي صفحو: 478 ساڳيو.
6- مرزا قليچ بيگ سُر مارئي صفحو: 806 ساڳيو.
7- ڪلياڻ آڏواڻي سُر مارئي صفحو: 261 ساڳيو.

سيني رسالن ۾ هن بيت جي بيون ۽ ٽيون نمبر سٽ ۾ هر هڪ سٽ جا ٻئي فقرا مفهوم جي لحاظ کان پاڻ ۾ نٽا نهڪن. ڇاڪاڻ تہ "گولاڙا ۽ ڳگريون " هڪ قسم جو ٽر جو ڏٿُ آهي، جيڪو ڪائڻ جي ڪم اچي ٿو سگهي ٿو پر اوڇڻ نہ ٿو ٿي سگهي. تنهن ڪري بيت جي صحيح لکڻي ۽ پڙهڻي هن ريت ٿيندي:

"وَرسي وطن ڇائيون، صحرا ستر جن،
گولاڙا ۽ ڳگريون، جهانگي منجهہ جهنگن،
ويڙهيا گهُمن ولبين، اوڇڻ اباڻن،
مون کي ماروئڙن، سُج ڳٽائي سيج ۾."

بيت (17)

"سکر سيئي ڏينهن، جي مُون گهارِيا بند ۾،
وَسايم وَڏ ڦُڙا، مَٿي ماڙين مينهَن،
واجهاڻيس وصال کي، ٽيس تهوارون تيئن،
نير مُنهنجي نينهُن، اُجاري اَڇو ڪيو."

1- غلام محمد شاهواڻي سُر مارئي صفحو: 603 سکر (ڇگا)
2- ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ سُر مارئي صفحو: 485 سکر (ڇگا)
3- عثمان علي انصاري سُر مارئي صفحو: 470 سکر (ڇگا)
4- ڪلياڻ آڏواڻي سُر مارئي صفحو: 281 سکر (ڇگا، لائق، موچارا)
5- گربخشاڻي سُر مارئي صفحو: 572 سکر (ڇگا، لائق، موچارا)
6- قليچ سُر مارئي صفحو: 813 سکر (ڇگا، لائق، موچارا)
7- غلامہ مصطفيٰ قاسمي سُر مارئي صفحو: 766 سکر (ڇگا، لائق، موچارا)
8- علامہ آءِ آءِ قاضي سُر مارئي صفحو: 752 سکر (ڇگا، لائق ، موچارا)

هي بيت مارئيءَ جي قيد واري حالت جو ماحول پيش ڪري ٿو ۽ قيد ۾ گهاريل ڏينهن ڪنهن بہ صورت ۾ ڇگا، موچارا، سُٺا ۽ خوشيءَ وارا نٿا ٿي سگهن ۽ وري مارئي جهڙي عورت لاءِ جيڪا هر گهڙي پنهنجي مِٽي ۽ پنهنجن مِٽن مائٽن لاءِ سِڪندي رهي، تنهن ڪري بيت جي

مجموعي معنيٰ ۽ مفهوم جي ذمري ۾ لفظ (سکر) جي معنيٰ ٿيندي وڏا ۽ نہ کٽندڙ ڏينهن.

سکر: وَڏا ۽ نہ کُٽندڙ

بيت (18)

”سونهن وِڃايم سومرا، سکر جهڙي سونهن،
دلِ دُکي دونهن، مُنهنجو مُنهن ميرو ڪيو.“

1- غلام محمد شاهواڻي سُرمارئي صفحو: 576 سکر
2- ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سُرمارئي صفحو: 483 سکر (سِوائي، سُهڻي)
3- عثمان علي انصاري سُرمارئي صفحو: 466 سکر
4- گربخشاڻي سُرمارئي صفحو: 552 سکر
5- مرزا قليچ بيگ سُرمارئي صفحو: 808 سکر
6- غلام مصطفيٰ قاسمي سُرمارئي صفحو: 762 سکر (چڱا، موچارا)
7- علامہ آءِ آءِ قاضي سُرمارئي صفحو: 721 سکر

هن بيت ۾ پڻ ٿوري مختلف تلفظ سان اکر (س) تي زير سان لفظ ”سِکر“ لکيل آهي، جيڪو اڳين بيت جي اکر س تي زبر سان لفظ ”سَکر“ کان نہ رڳو تلفظ ۾ مختلف آهي پر معنيٰ ۾ بہ الڳ آهي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب سِکر لفظ جي معنيٰ سوائي يا سُهڻي ۽ ڄام اُڍي ۽ هوٿل پري جي سهڻي ڌيءَ نالي سِکر سان مشابهت ۾ مارئيءَ جي سونهن کي ڀيٽ ڪري ٿو ۽ ٻين محققن هن لفظ جي معنيٰ لکڻ جي تڪليف نہ ورتي آهي ۽ اڳين بيت واري معنيٰ سمجهي آهي، جيڪا پڻ اڳين بيت ۾ غلط ثابت ٿي آهي. هڪ ٻي روايت موجب سِکر ڄام طاهر جي ڌيءَ جو نالو ڄاڻايو وڃي ٿو، جيڪا پڻ سونهن ڪري مشهور هئي.

بيت (19)

”ٽر ٽر اندر ٽاڪ، عمرا! ماروئڙن جا،
لاٿائون لطيف چئي، مٿان لوئي لاڪ،
عمرا ڪَريو آڪ، ڀريون ٿي پَن چَران.“

1- غلام محمد شاهواڻي سُرمارئي صفحو: 563 آڪ اَمر، حڪم
2- نبي بخش خان بلوچ سُرمارئي صفحو: 478 آڪ = سرائڪي مان ورتل، ڇوڙڻ، آڪڻ

3- غلام مصطفيٰ قاسمي سُر مارئي صفحو: 754 آک
4- علامه آءِ آءِ قاضي سُر مارئي صفحو: 707 آک
5- عثمان علي انصاري سُر مارئي صفحو: 461 آک
6- مرزا قليچ بيگ سُر مارئي صفحو: 800 آک
7- ڪلياڻ سُر مارئي صفحو: 258 آک، آگيا

هن بيت ۾ لفظ ”آک“، پراڻي ابوالحسن واري صورتخطي وارن قلمي نسخن مان ڪاپي ڪندي اُن جو صحيح تلفظ لکجڻ ۾ نہ اچي سگهيو آهي، تنهن ڪري هن لفظ جي نسبت سرائيڪي ٻولي سان ڳنڍي وڃي ٿي، جڏهن تہ اهو لفظ ”آڪ“ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ڏڪ، پناهہ ۽ اوچڻ، مطلب تہ مارئي چئي ٿي تہ ٿر جي هر علائقي ۾ منهنجي مارُوئڙن جا ٿاڪ آهن ۽ جيڪا لاک رَتي لوئي مون کي پنهنجي مارُوئڙن ڏني آهي، ان کي اوڇڻ ڪريو پئي ٿي ڦرڙا چاريان.“
آک: آڪ، معنيٰ: ڏڪ، پناهہ، اوڇڻ

بيت (20)

”چارِيون ڪارِيون، چَڃ چيرِيون، جن جي محبت مَڇيءَ سارَ،
رهن وهن سِر ٻانڊين، سيپيئي بدبوءِ هاڻ،
لُڏڙن جيئن لطيف چئي، پاڻي وِجهن پاڻ،
تن ملاحن جو ماڻ، سَمي ڪيو سر پنهنجي.“

1- نبي بخش خان بلوچ سُر ڪاموڏ صفحو: 396 چِيرِيون
2- غلام محمد شهواڻي سُر ڪاموڏ صفحو: 622 ساڳيو.
3- عثمان علي انصاري سُر ڪاموڏ صفحو: 519 ساڳيو.
4- علامه آءِ آءِ قاضي سُر ڪاموڏ صفحو: 343 ساڳيو.
5- مرزا قليچ بيگ سُر ڪاموڏ صفحو: 896 ساڳيو.
6- غلام مصطفيٰ قاسمي سُر ڪاموڏ صفحو: 844 ساڳيو.
7- گربخشاڻي سُر ڪاموڏ صفحو: 581 ساڳيو.
8- گنج سر ڪاموڏ صفحو: 821 ساڳيو.

هن بيت ۾ ڪينجهر جي مُهاڻن جي مڇي مارڻ واري ڪِرت ۾ استعمال ٿيندڙ اوزارن ۽ ٽول کان سواءِ اُن جي مجموعي رهڻي ڪهڻيءَ جو ذڪر ٿيل آهي ۽ جنهن ماحول جي عڪاسي ڪري ٿو، اهو پاڻيءَ سان تعلق رکي ٿو، گهر جو ذڪر ڪٿي بہ بيت ۾ نہ آهي، تنهن ڪري اهو

لفظ ”چپريون“ نہ پر ”چپيريون“ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ڇهن پيرن واري ڪا شيءِ، جنهن کي ڪُڙهي چئبو آهي، جيڪا مڇي مارڻ جي ڪم ايندي آهي.

چپريون: چپيريون، معنيٰ ڪُڙهي.

بيت (21)

”ڪارِيون، ڪوجهيون، ڪُوڙيون، بدن سَندن بُوءِ،
هَٿين پيرين چِپريون، رنگ نہ چڱي رُوءِ،
جن ڏار وِڪيا ڏوءِ، تن جهولي چنڊ جهلي پيو.“

1- جهنجهي: سُر ڪاموڏ صفحو: 425

هي بيت سواءِ جهنجهي واري رسالي جي ٻئي ڪنهن بہ رسالي ۾ موجود نہ آهي، ممڪمن آهي تہ ڪنهن قلمي نسخي ۾ هجي. هن بيت جي پهرين سٽ جي آخر ۾ ”بدن سندن بوءِ“ غلط لکيل آهي، ڇاڪاڻ تہ ايئن لکڻ ۽ پڙهڻ سان معنيٰ ۾ مُهاڻين جو بدن بوءِ وارو ثابت ٿئي ٿو، جڏهن تہ اُنهن جو بدن نہ پر اُنهن جي بدن جي بوءِ بَدِ آهي. تنهن ڪري صحيح بيت هن ريت آهي:

”ڪارِيون، ڪوجهيون، ڪُڙيون، بد جَني جي بوءِ،
هٿين پيرين چپريون، رنگ نہ چڱي رُوءِ،
جن ڏرا (مڇي) وِڪيا ڏوءِ، تن جهولي چنڊ جهلي پيو.“

بيت (22)

”سڏر سين سگُ ڪَري، پر ڪنڊين پياس،
ڪير برهمڻ، ڪن جي، ڪير جاٽي ڪيٽاس،
هُوند نہ سنڌ سَياس، پر هن پريين ڪيس پڏري.“

1- ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سُر معذوري صفحو: 302
2- غلام محمد شاهواڻي سُر معذوري صفحو: 348
3- علامہ آءِ آءِ قاضي سُر معذوري صفحو: 412
4- مرزا قليچ بيگ سُر معذوري صفحو: 299
5- گُربخشاڻي سُر معذوري صفحو: 310
6- ڪلياڻ سُر معذوري صفحو: 155
7- غلام مصطفيٰ قاسمي سُر معذوري صفحو: 306

هن بيت ۾ لفظ "پريين" جي معنيٰ ديسان ديس يا شهر ۽ مُلڪ ڏني وئي آهي. جڏهن تہ هن لفظ جي صحيح معنيٰ آهي پيڙهيون يا نسل. پر ڊاڪٽر بلوچ صاحب پنهنجي رسالي ۾ صفحي نمبر 302 تي تشريح ڪندي لکن ٿا تہ. "ڏاڍي سين پرٽو ڪري پر پُون ۾ پير پيو. ڏورانهن پيڙهين ۾ آءُ هليس ڪيس (سسئي) ڪير ڄاڻي سُڃاڻي. ساري سنڌ ۾ پيڙهين ڪَيس پڌري (مون کي پڌرو ڪيو) آءُ انهيءَ ڪري پڌري ٿيس جو منهنجو پيڙهيون نڪتيون تہ برهمڻ آهي. ڏوبياڻي آهي. انهيءَ ڪري مون کي گهٽ ذات ڄاڻي. ڏير ڇڏي ويا. هو ڇڏي ويا. تڏهن آءُ مشهور ٿيس."

ڊاڪٽر صاحب جي مٿي ڏنل تشريح ۽ سمجهاڻيءَ مان بيت جو منفي مفهوم سامهون اچي ٿو تہ سسئيءَ کي ڏير سندس گهٽ ذات هئڻ سبب ڇڏي ويا. جڏهن تہ بيت جي معنيٰ ۽ مفهوم مثبت رُخ ۾ آهي ۽ بيت جي معنيٰ هن طرح ٿيندي تہ سسئي تي چوي تہ. "پنهون جهڙي عقلمند ۽ سگهاري سڄڻ سان منهنجو پرٽو (رشتو) ٿيو تہ پري پري يعني بين ڪنڊن تائين مشهور ٿي ويس." يعني ديسان ديس هن جي مشهوري ٿي. هونئن جيڪر سسئيءَ کي ڪير سڃاڻي ها تہ هي برهمڻ ڪير هئي ۽ ڪنهن جي هئي. هونئن جيڪر سسئيءَ جو نالو سنڌ ۾ بہ مشهور نہ ٿئي ها پر هينئر پنهونءَ سان سڱ هئڻ ڪري سسئي ايندڙ پيڙهين ۽ نسلن تائين مشهور ٿي وئي آهي. يعني پُريين (پيڙهين. نسلن تائين) مشهور ٿي ويئي.

بيت (23)

"انڌا اونڌا ويچ. ڪل ڪُجاڙٿا ڪانئيين.
اَسان ڏُکندو ڏيل ۾. تُون پياريين پيچ.
سُوري جنين سيچ. مَرَڻ تن مُشاهدو."

1- ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سُر ڪلياڻ صفحو: 156 ڪانئيين=
2- غلام محمد شاهواڻي سُر ڪلياڻ صفحو: 71 ساڳيو.
3- علامہ آءِ آءِ قاضي سُر ڪلياڻ صفحو: 06 ساڳيو.
4- عثمان علي انصاري سَر ڪلياڻ صفحو: 29 ساڳيو.
5- مرزا قليچ بيگ سُر ڪلياڻ صفحو: 07
6- گنج سُر ڪلياڻ صفحو: 195
7- غلام مصطفيٰ قاسمي سُر ڪلياڻ صفحو: 32

8- ڪليانڻ آڏواڻي سُر ڪليانڻ صفحو: 06

هن بيت ۾ لفظ "ڪانئيين" غلط لکيل آهي. جڏهن ته اهو لفظ "ڪاريين معنيٰ ڪارڻ" هئڻ گهرجي. ڇاڪاڻ ته علاج جي پراڻي طريقيڪار موجب ڏنپ ڏيڻ يا جراحي واري نموني علاج ڪرڻ، ڪَل کي ڪٽڻ يا داغدار ڪرڻ جو سبب هو. جنهن سان ڪل ڪاڇي ڪونه ٿي پرڪري ٿي.

"علتيءَ آرامُ، پَسي علت آئيو،
حُسن جو حق جو، خامي ڀانئي خامُ،
اَچي ٿئا اسلامُ، ڪُفر ڪافر پاڻ ۾."

1- بلوچ سُر ڪليانڻ صفحو: 138 علتيءَ
2- قليچ سُر آسا صفحو: 788
3- غلام مصطفيٰ قاسمي سُر آسا صفحو: 739
4- علامہ آءِ آءِ قاضي سُر آسا صفحو: 133
5- غلام محمد شاهواڻي سُر آسا صفحو: 727
6- گنج سُر آسا صفحو: 758

هنن سيني محققن لفظ "علت" جي معنيٰ بيماري يا عادت لکي آهي ۽ لفظ "عَلتيءَ" جي معنيٰ بيمار يا عادتي لکيو آهي. ان کان علاوه بلوچ صاحب هن لفظ جي وڌيڪ معنيٰ عيبدار، ناقص ۽ ظاهري سبب ڳوليندڙ لکن ٿا. جڏهن ته بيت جي مجموعي معنيٰ ۽ خاص طورتي ٻين ٻن سٽن جي معنيٰ حق جي حُسن جي خام نہ هئڻ ۽ ڪُفر ۽ ڪافر جي ملي اسلام ٿيڻ جي ڳالهہ ٿئي ٿي، بيت تصوف جي حوالي سان وڏي معرفت واري معنيٰ ڏانهن اشارو ڪري ٿو، تنهن ڪري هنن صاحبن جي ڏنل معنيٰ سراسر غلط ۽ شاهہ جي فڪر جي منفي رُخ کي ظاهر ڪرڻ جي ناڪام ڪوشش آهي. صحيح لکٽي ۽ پڙهٽيءَ ۾ لفظ "ع" تي زير سان لکڻ گهرجي، پوءِ ان جي معنيٰ ٿيندي: (1) عِلتَئي= سبب بڻجندڙ، ڪارڻي، حضور ﷺ جن جي ظهورپذير ٿيڻ واري حقيقت ڏي اشارو آهي.
(2) عِلت سبب، ڪارڻ
بيت (25)

"جيڪس آءُ نہ ٿيئن، جيئن پرينٿو پرينءَ سين،
جي ٻَڌي سُتيس سوگهو ڪريٰ، ڇلو رَڇاتيءَ سين.

تہ ڪيڇي ڪاهي ڪرها، مون هان وڃن ڪيئن؟
ڏوهہ منهنجي ڏينهن، نا تہ گهٽو سباجها سپرين.“

1- بلوچ سر ديسي صفحو: 330 (ڇلور= ڇلي دار وارن وارو، گهنڊيدار وارن وارو) (سهٽو پنهون)
2- مرزا قليچ بيگ سر ديسي صفحو: 361 ڇلور: گهنڊيدار وار
3- علامہ آءِ آءِ قاضي سر ديسي صفحو: 480
4- ڪلياڻ سر ديسي صفحو: 183
5- گربخشاڻي سر ديسي صفحو: 339
6- غلام مصطفيٰ قاسمي سر ديسي صفحو: 261
7- عثمان علي انصاري سر ديسي صفحو: 391
8- غلام محمد شاهواڻي سر ديسي صفحو: 408

هنن محققن بيت هيٺين ريت لکيو آهي:

”اَديون آئون نہ تيئن، جيئن پرينٽو پرين سين،
ٻَڌي سُتيس سو گهو، ڇلور ڇاتيءَ سين،
تہ ڪيڇي ڪاهي ڪرها، مونهان وڃن ڪيئن،
ڏوهہ منهنجي ڏينهن، پنهونءَ ڪي ڪام چئي.“

هن بيت ۾ سيني محققن لفظ ”ڇلور“ جي معنيٰ گهنڊيدار وارن وارو پنهون ڄاڻائي آهي، جڏهن تہ هن لفظ جي معنيٰ مالدار ماڻهن وٽ هن طرح آهي ، ڇلور: اُٺ يا گهوڙي جي پيرن ۾ نيل جي تالي جي چاٻي، ڪُنجي.

بيت (26)

”ڇن نہ ڇجي هيٺ، ڪُڇن آهيان ڪوٽ ۾،
لوئيءَ سين لطيف چئي، پيڙيو ٻڌان بيٺ،
سرهيون سي سرتيون، وطن جني ويٺ،
اُت سپجي اُن سسن جي، هت رڇائين ريٺ،
ماڻيان شال ملير ۾، مُندائتي ميٺ،
ڏيها مون سين ڏيٺ، ڪا مدد ڪجان ماڙيين.“

1- نبي بخش خان بلوچ سر مارئي صفحو: 487

”ڇن نہ ڇجي هيٺ، ڪُڇن آهيان ڪوٽ ۾،

لوئيءَ سين لطيف چئي، پيڙيو ٻڏان ٻيٺ،
سرهيون سي سرتيون، وطن جنين ويٺ،
اُت سپجي اُن سسن جي، هت رچائين ريٺ،
ماڻيان شال ملير ۾، مُندائتي ميٺ،
ڏيهيا ڪجان ڏيٺ، ڪا مُدت مون سين مارئين."

2- علامہ آءِ آءِ قاضي سُر مارئي صفحو: 162
3- غلام محمد شهواڻي سُر مارئي 581
3- گربخشاڻي سُر مارئي صفحو: 693

هي بيت هڪ لفظ "رَچائين" ۽ رَچائين" ۾ معمولي فرق سان سيني محققن ساڳيءَ طرح لکيو آهي، پر حقيقت ۾ اهو لفظ "رچائين يا رچائين" بہ نہ آهي. صحيح لفظ آهي "وچائين" معنيٰ وڇائڻ. مطلب تہ مارئي چوي ٿي تہ اُتي منهنجي ماروئڙن وٽ رِڍن جي ننڍڙن ڦرڙن جي ٻهرين لوب واري اُن سپجي ٿي، جڏهن تہ هت عمر وٽ (وڇائين ريٺ) معنيٰ ڳاڙهي رنگ جا قالين وڇائين ٿا.

بيت (27)

"تن وهين ويڙيچن ۾، سَدائين سُڪارُ،
چوندبو آڻيو چاڙهين، سندو ڏونرن ڏارُ،
جن جو ويڙين سين واپارُ، سي ڏوٿي هونِ نہ ڏُبرا."

1- غلام محمد شاهواڻي سُر مارئي صفحو: 525
2- گربخشاڻي سُر مارئي صفحو: 564
3- نبي بخش خان بلوچ سُر مائي 490
4- علامہ آءِ آءِ قاضي سُر مارئي صفحو: 731

هن بيت ۾ لفظ واپار هڪ مخصوص اصطلاح ۾ استعمال ٿئي ٿو، جنهن جي معنيٰ آهي ڪاروبار ۽ ڏنڊو يا انهيءَ معاملي ۾ ڪنهن سان واسطو يا تعلق. جڏهن تہ "واپار" لفظ جي جاءِ تي جامع معنيٰ ڏيڻ لاءِ لفظ "وهنوار" هئڻ گهرجي. جنهن جي معنيٰ ٿيندي تہ هر قسم جي اچ وڃ يا اُٿ ويهہ يا تعلقات وغيره. تنهن ڪري بيت هيئين ريت صحيح ٿيندو:

"تن وهين ويڙيچن وٽ، سدائين سُڪار،
چوندبو آڻيو چاڙهين، سندو ڏونرن ڏار،
جن جو ويڙين سين وهنوار، سي ڏوٿي هون نہ ڏَبرا."

بيت (28)

"مُلھ مھانگو قطرو، سکن سعادت،
اسان عبادت، نظر ناز پرينءَ جو."

1- ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ سُر ڪلياڻ صفحو: 151

"مُلھ مھانگو قطرو، سِڪڻ شھادت،
اسان عبادت، نظر نازُ پرينءَ جو."

2- مرزا قليچ بيگ سُر ڪلياڻ صفحو: 13
3- ڪلياڻ آڏواڻي سُر ڪلياڻ صفحو: 10
4- غلام مصطفيٰ قاسمي سُر ڪلياڻ صفحو: 45
5- علامہ آءِ آءِ قاضي سُر ڪلياڻ صفحو: 12
6- غلام محمد شھواڻي سُر ڪلياڻ صفحو: 77
7- عثمان علي انصاري سُر ڪلياڻ صفحو: 74

ھي بيت بلوچ صاحب جي رسالي ۾ لفظ سعادت سان لکيل آھي، جڏھن تہ باقي سيني رسالن ۾ لفظ شھادت سان لکيل آھي، بلوچ صاحب جو لفظ بيت جي معنيٰ کي ڪيرائي ٿو، مطلب تہ جنھن شيءَ جو قطرو مُلھ ۾ مھانگو آھي تہ اُن لاءِ سِڪڻ بہ شھادت جو درجو رکي ٿو، جڏھن تہ بلوچ صاحب اُن کي سعادت يعني صرف خوش نصيبي سڏي ٿو.

بيت (29)

"نہ ڪا ڪُن فيڪون ھئي، نہ ڪا ھونگ ھُون،
سجڻ تنھن ساعت ۾، اُيي ڏناسون،
مُون مَن تڏھا ڪُون، مِلي ملاقات ڪئي."

1- نبي بخش بلوچ سُر مارئي صفحو: 475

"نہ ڪا ڪُن فيڪون ھئي، نہ ڪا ھونگ ھُون،
سجڻ تنھن ساعت ۾، بيني ڏنوسون،
مُون تن تڏھان ڪُون، مِلي ملاقات ڪئي."

2- علامہ آءِ آءِ قاضي سُر مارئي صفحو: 701

"نہ ڪا ڪُن فيڪون ھئي، نہ ڪا ھونگ نہ ھَون،
سجڻ اُنھين ساعت ۾، پيتي ڏنوسون،

مُون تن تڏها ڪُون، مِلي ملاقات ڪئي.“

3- غلام محمد شاهواڻي سُرمارئي صفحو: 559
4- قليچ بيگ سُرمارئي صفحو: 79
5- گُربخشاڻي سُرمارئي صفحو: 550

هن بيت ۾ بلوچ صاحب ۽ قاضي صاحب ٻي سٽ ۾ لفظ ”اُيي“ ۽ ”بيني“ لکيو آهي، جڏهن تہ ٻين محققن لفظ ”پيتي“ لکيو آهي، جيڪو بيت جي مفهوم ۾ صحيح لڳي ٿو، مطلب تہ ڪُن فيڪون بہ نہ هئي، نہ ئي ڪا هونگ هون هئي. اُن گهڙيءَ کان اڳ مون پنهنجي محبوب کي عين ذات کان الڳ اظهار ۾ ”پيتي“ يا پيت ڪري سڃاتو هو. آخري سٽ ۾ بلوچ صاحب ”مَنُ“ لفظ لکيو آهي، جڏهن تہ ٻين محققن ”تن“ لکيو آهي. پراڻيءَ لکٽيءَ ۾ ”ن“ کي زير ڏيڻ سان اهو لفظ تني ٿيندو، معنيٰ تہ نہ رڳو ڪُن کان اڳ واري گهڙيءَ ۾ مون پنهنجي محبوب کي پيتي چونڊيو پر ساڳئي وقت اُنَ سان ملي ملاقات پڻ ڪئي.

بيت (30)

”جئن سو هرڻ۔ هُماءُ، سرگردان سنسار ۾،
پَڪَ نہ کوڙي پتيين، ڏر سر ڏري نہ ساهہ،
جيڪسن تن مَلاءِ، سسئي سور پرائيا.“

1- ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سُرديسي صفحو: 324

”جئن سو هرڻ هماءُ، سر گردار سنسار ۾،
هي پڳ نہ کوڙي پتيين، هُو ڏڙ سر ڏري نہ ساءِ،
جيڪس تن مُلاءِ، سسئي سور پرائيا.“

2- غلام محمد شهواڻي سُرديسي صفحو: 395
3- ٻانهون خان سُرديسي صفحو: 180
4- گربخشاڻي سُرديسي صفحو: 333
5- علامہ آءِ آءِ قاضي سُرديسي صفحو: 467

هن بيت ۾ سيني محققن ”هرڻ هماءُ“ لفظ گڏي لکيو آهي، ۽ ڊاڪٽر صاحب بہ هنن لفظن کي هڪ لفظ سمجهي معنيٰ لکي آهي تہ، ”هڪ پکي مثل خلاءُ ۾ رهندڙ هڪ خيالي جانور“، ۽ بلوچ صاحب جي

انهيءَ غلطيءَ جو ثبوت بيت جي ٻي سٽ ۾ ٻن لفظن "هي" ۽ "هُو" نہ لکڻ آهي، جڏهن تہ ٻين سڀني محققن ٻي سٽ ۾ "هي" سٽ جي شروع ۾ ۽ "هُو" ٻي سٽ جي ٻئي اڌ جي شروع ۾ لکيو آهي، جنهن سان هرڻ ۽ هماءُ ٻہ الڳ شيون شمار ۾ اچن ٿيون. انهيءَ مونجهاري کي واضح ڪرڻ ۽ بيت جي پهرين سٽ ۾ "هرڻ" جي وچ ۾ (؟يا.) ڏيئي ٻہ فاعل واضح ڪجن، ٻي صورت ۾ "۽" نہ ڏيڻ سان فاعل واحد تصور ٿيندو ۽ بيت هن طرح لکڻ گهرجي:

"جيئن سي هرڻ ۽ هماءُ، سرگردان سنسار ۾،
هي پڳ نہ ڪوڙي پٽيين، هُو ڏڙ سر ڏري نہ ساه،
جيڪس تن مُلاءِ، سسئي سور پرائيا."

# پُڇيوءِ تان پُور.....!

پُڇيوءِ تان پُور، نا تہ پُڇڻ هوءِ نہ پرينءَ کي،
ڏورڻ واريون ڏور، هڏ نہ آهن هوت کي.“

ڪوڙين ڪايائن، لکين لڇڻن واري سُلڇڻي شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحہ جي شاعري جنهن ۾ سڄو سنسار سمايل آهي ۽ خبر نہ آهي ڪڏهن ڪتي ڪهڙي خيال جو ڪهڙي ڪنڊ ڪڙڇ جو ذڪر ڪيائين. سڄي دنيا گهمي ڦري ڏسجي تہ بہ شاهہ سائين جي رسالي جي لفظن، معنائن کي سمجهڻ مشڪل آهي. ڇا تہ شاهہ سائين جو شان آهي، ڇا تہ سندن علمي وسعت آهي، ڇا تہ سندن خيالي پرواز آهي! هئڻ تہ ائين کپندو هو تہ اسان جا اهي محقق جن جي مطالعي جو مرڪز صرف شاهہ جو رسالو رهيو آهي، گڏجي ويهي عملي ۽ مشاهداتي تحقيق ڪري، رسالي جي اهڙي تڪميل ڪن جنهن ۾ رسالن کان ٻاهر جو ڪلام، رسالي جي ٻولي، لفظن جو پس منظر، لفظن جي معنيٰ ۽ بيتن ۽ واين جي تشريح ۾ ڪنهن پُل چُڪ جي ڪابہ گنجائش نہ هئڻ کپي. هي پيار جو پورهيو آهي. پريت وارا ئي پڌرا ٿيندا. سمنڊ جهڙي اٿاهہ علمي خزاني ۽ لفظن جي ڀنڊار ۾ سڄي سنسار جي سونهن سمايل آهي. اندر جي اڏمن جي اندلٺ آهي. اهڙي قسم جي تخليق جي ترورن کي ڪي روشن ذات ڏيئا ئي پروڙي سگهندا. جن پاڻ سان پڪو پهہ ڪيو آهي. جن جي سيني ۾ سنڌي ٻوليءَ ۽ شاهہ سائينءَ جي ڪلام جي سڪ سانديل آهي. هاڻي هن حقيقت جي اعتراف ڪرڻ گهرجي تہ شاه جي رسالي جي گهڻ رخي تحقيق، جنهن جي ابتدا پهرين ڇاپي رسالي ارنيسٽ ٽرمپ کان ٿي. اها اڃا مڪمل نہ ٿي آهي. ماڻهن جي سيني ۾ سانديل بيت اڃا سهيڙجي ڪونہ سگهيا آهن. رسالي جي ٻولي، گرامر، محاورا، چوٽيون، موضوع،

فڪر جون گهرايون، بيتن جي اضافي ۽ ڪُتل سِٽن، سُرن جي ترتيب، داستان ۽ بيتن جي ترتيب، ساڳئي موضوع وارن بيتن کي پيرائتو ڪنو ڪرڻ،ڪهاڻي ۽ ڪردار جي ارتقائي مرحلن تحت بيتن جي ترتيب، تاريخي واقعن، جاگرافيائي ماڳن جي صحيح ڇنڊڇاڻ اجا بہ تحقيق طلب آهن.

ڪيترا ئي لفظ آهن جيڪي مختلف علائقائي لهجن، محاورن، اصطلاحن سان تعلق رکن ٿا. ڪيترائي لفظ، واقعا، ڪردار ماڳ مڪان آهن، جيڪي تلفظ سبب معنيٰ ۽ مفهوم سبب يا تہ غلط صورتخطيءَ ۾ لکجي و يا آهن يا تہ انهن کي سمجهيو ئي نہ ويو آهي تہ اهو لفظ ڪنهن ڪردار جو نالو آهي يا ڪنهن ماڳ جو نالو آهي يا ڪنهن وڻ ٻوٽي جو نالو آهي يا ڪنهن ڪِرت سان تعلق رکندڙ فني ٻوليءَ جو لفظ آهي يا اجا ڪنهن ٻي شيءِ جو نالو آهي. اهڙيون غلطيون اج بہ رسالن ۾ موجود آهن. صحيح طور ڪردار ۽ ڪهاڻيءَ جي معلومات نہ هئڻ سبب ڪيترن ئي بيتن ۾ سِٽون ڪُتل آهن، جنهن ڪري وري ڪردارن جا مثبت يا منفي پهلو واضح ڪونہ ٿا ٿين، انهيءَ ڪري ڪن واقعن ۽ روايتن جي صحيح عڪاسي ڪونہ ٿي ٿئي. اهڙين حقيقت ۽ مونجهارن تان پردو کڻڻ جي ڪوشش ڪبي تہ جيئن صحيح صورتحال واضح ٿئي. هن مضمون ۾ منهنجي ڇئن سالن جي انهن ڪوشش جو تجربو ۽ مشاهدو شامل آهي، جڏهن مهيني ماسي ٿر، بدين ۽ ٺٽو ضلعن جي ڏورانهين وسندين ۽لطيفي فقيرن، سگهڙن ۽مختلف ڪِرت سان تعلق رکندڙ مهربانن سان رهاڻيون ٿيون ۽ اهڙا مٿي بيان ڪيل مونجهارا زيرِ بحث آيا ۽ نيون حقيقتون ۽ درست پڙهڻيون، صحيح تلفظ، بهتر معنائون ۽ بيتن جون اضافتون بہ هٿ آيون.

لک لائق انهن مهربانن جا جن مهمان نوازي ڪئي. وقت سيڙايو ۽ فراخ دليءَ سان اندر اوتي ڏنائون، ايري سِيري حال هوندي بہ وڏا وڙ ڪيائون. جيئن ناميارو لطيفي سگهڙ محترم فقير محمد جمن مگڻهار، محترم سلطان احمد چانڊيو، فقير حاجي خميسو چانڊيو جو فرزند، محترم ڪرم علي جت، محترم عثمان علي نهڙيو، محترم محمد حسين چانڊيو، محترم غلام حيدر جمالي، محترم قلندر بخش جمالي ،ذوالفقار علي نهڙيو، محترم نور محمد جت، محترم حاجي غازي چانڊيو، محمد عمر جوکيو، محمد عمر ڪيپري، مبارڪ لغاري، مگيلڏو لغاري وغيره. انهن

مهربانن لاءِ لطيف سائين جي ٻوليءَ ۾ صرف اهوئي چئي سگهان ٿو:

"ٿورا نہ ٿورا، مون تي ماروئڙن جا."

مطلب تہ شاهہ سائين جي شاعري ڪنهن وسيع سنسار کان گهٽ نہ آهي ۽ ان جي ذري ذري تي تحقيق ضروري آهي. خيالي دنيا ۾ خام خيالي کان بهتر آهي تہ عملي ڪم ڪجي، تڏهن ئي وڃي شاهہ سائين جي حقيقي سونهن پڌري ٿيندي ۽ ان سپني جي ساپيان بہ ٿيندي جو انسانن جي لاشعور ۾ سُتل آهي. هت هڪ مثال اهڙي بيت جو ڏجي ٿو، جنهن ۾ جاگرافيائي ڄاڻ نہ هئڻ سبب لفظ کي نہ رڳو غلط لکيو ويو آهي پر ساڳئي وقت معنيٰ بہ غلط لکي وئي آهي ۽نتيجي ۾ پوري بيت جي تشريح بہ غلط ٿي ٿي آهي.

هيٺئين بيت جي ٻي سٽ ۾ پهريون لفظ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب صفحو 269 تي ۽ غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب صفحو 679 تي "سونهريون" لکن ٿا، پر معنيٰ ۾ فرق ڄاڻايو اٿن. ڊاڪٽر بلوچ صاحب هن لفظ جي معنيٰ "تراريون" لکي ٿو ۽ قاسمي صاحب "سونهن واريون" يعني سهڻيون لکي ٿو، جيئن:

"لاکو لکيءَ تي چڙهي، لکي لاکي هيٺ
سونهريون سرڪيو، پيڙيو ٻڏي ٻيٺ،
ڪندو ڏمر ڏيٺ، صباح ساڻ سپ ڪنهين."

1۔ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سُرڏهر: 269.
2۔ غلام مصطفيٰ قاسمي سُرڏهر ص:679.

ساڳئي وقت ڊاڪر بلوچ صاحب هڪ ٻيو لفظ انهيءَ سٽ ۾ "سَرڪيو" جي معنيٰ بہ سونهريون يعني "تراريون" جي نسبت سان ان جي معنيٰ "سِڌيون ڪيو، تکيون تيار ڪيو" لکي آهي. اهڙيءَ طرح بلوچ صاحب هڪ غلطي صورتخطي (تلفظ) جي ڪئي، ٻي غلطي ان غلط لفظ جي غلط معنيٰ ڪيڍي ۽ ٽيون ٻن غلطين جي نسبت ٽين غلطي ڪئي، ساڳيو حال وري قاسمي صاحب جو آهي، پر هي صاحب پهرين لفظ ۽ معنيٰ تي رڪجي ويو آهي، ٻئي لفظ جي معنيٰ ڪونہ ڏني اٿس.

جڏهن تہ غلام محمد شاهواڻي ص:889 تي، ڪلياڻ آڏواڻي ص: 458 تي. عثمان علي انصاري ص: 748 تي ۽ گنج ۾ ص: 640 تي، هي

ساڳيو لفظ "سونهاريون" لکيو ويو آهي ۽ هن لفظ جي معنيٰ سونهن واريون، حسين زالون، سهڻيو نوع سندريون لکي آهي ۽ لفظ "سرکيو" جي معنيٰ پاڻ سان کنيو، پاڻ سان ڪري، لکي آهي. هن قسم جي معنيٰ نہ رڳو ڊاڪٽر بلوچ صاحب واري لکيل معنيٰ سان تضاد ۾ آهي پر ساڳئي وقت جاگرافيائي جاڻ نہ هئڻ سبب غلط پڻ آهي.

"لاکو لکيءَ تي چڙهي، لکي لاکي هيٺ،
سونهاريون سرکيو، پيڙيو ٻڏي ٻيٺ،
ڪندو ڏمر ڏيٺ، صباح ساڻ سپ ڪَنهين."

1۔ ترمپ سسر ڏهر ص: 679
2۔ گنج سُر ڏهر ص:640
3۔ ڪلياڻ آڏواڻي سُر ڏهر ص:458
4۔ عثمان علي انصاري سُر ڏهر ص: 748
5۔ غلام محمد شاهواڻي سُر ڏهر ص:889

حقيقت ۾ اهو لفظ "سونهريون" يا "سونهاريون" نہ پر "سونيريان" آهي، يعني "سونير" ڪان ۽ "سونير" جاگرافيائي اعتبار ڪان هڪ ڍنڍ جو نالو آهي. (تحقيق محترم انب گوپانگ) هن درستگيءَ ڪان پوءِ بيت جي معنيٰ ٿيندي تہ لاکو لکيءَ تي چڙهي سونير ڍنڍ سر ڪري يعني پار ڪري، هن پر اُڪري، سندرو ٻڌيو تيار بيٺو آهي، هو صبحاڻي سپ ڪنهن سان سامهون ٿيندو. درست بيت هن طرح آهي:

"لاکو لکيءَ تي چڙهي، لَکيءَ لاکي هيٺ،
سونيريان سَر ڪيو، پيڙيو ٻڌي ٻيٺ،
ڪندو ڏمر ڏيٺ، صباح ساڻ سپ ڪَنهين.

اهڙوئي هڪ ٻيو بيت سُر ڏهر ۾ جاگرافيائي اڻڄاڻائيءَ سبب ساڳيءَ طرح ساڳين غلطين جو شڪار ٿيو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ص: 269 تي بيت هن طرح لکن ٿا:

لاکو نہ لاهي، هَني مٿان هٿڙا،
گھونيريان گھير ڪري، اُيوئي آهي،
وَڃئو سي ڪاهي، خاصيون جي ڪنگھارجون."

گنج ص: 641 ساڳيو بيت هن طرح لکيل آهي:

"لاکو نہ لاهي، متا ن هٽي هٽڙا،
گهنريان گهير ڪري، اُپوئي آهي،
ڪُنڌيون سي ڪاهي، خاصيون جي ڪنگهار جون."

مرزا قليچ بيگ ساڳيو بيت ص:716 تي هن طرح لکن ٿا:

"هٽي متي هٽڙا، لاکو نہ لاهي،
گهٽيرٿان گهير ڪري، اُپو ئي آهي،
وَڇيو سي ڪاهي، جن ڪيلي هيٺ ڪنگهار جي."

مٿين ٽن مختلف لکڻين ۾ بيت ۾ چار غلطيون ظاهر ٿين ٿيون، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب "گهونيريان" کي پاور ۾ هڪ ماڳ لکي ٿو ۽ "گهير ڪري" کي گهيرو ڪري لکي ٿو. آخر سِٽ جي شروع ۾ "وَڇئو سي ڪاهي" لکي ٿو. جڏهن تہ مرزا صاحب "هني کي هٽي" لکي ٿو. "گهونيريان" کي "گهٽيرٿان" لکي ٿو. آخري سٽ جي آخري اڌ ۾ "جي ڪيلي هيٺ ڪنگهار جي" لکي ٿو. گنج شريف ۾ بہ هني کي "هٽي" لکيل آهي. ٻي سٽ ۾ گهنيريان لکيل آهي ۽ آخري سٽ سڀ کان بهتر ۽ معياري پڙهڻيءَ ۾ هن طرح لکيل آهي:

"ڪنڌيون سي ڪاهي، خاصيون جي ڪنگهار جون."

جڏهن تہ بيت جي درست پڙهڻي هن طرح آهي:

"ڪاري تان ڪانو، لاکو نہ لاهي،
هني متي هٽڙا، اُبنو آهي،
گهونيريان گهيڙ ڪري، اُپوئي آهي،
ڪُنڌيون سي ڪاهي، ڪونتيريون جي ڪنگهار جون."

هن بيت ۾ ڪانو ۽ هني ساڳي معني ۾ استعمال ٿيا آهن. ٽين سٽ لفظ گهونيريان، گهنيريان ۽ گهٽيرٿان دراصل "گهونيريان" آهي. (محترم انب گوپانگ جي تحقيق موجب) اهو بہ هڪ ڍنڍ جو نالو آهي، پر محترم فقير محمد جمن مگڻهار جي چوڻ مطابق تہ ضلعي ڪڇ ڀڄ، تعلقي لکپت ۾ نکرن جي ڳوٺ جو نالو گهُنيري آهي، جيڪو موجوده

هندستاني سرحدن ۾ آهي. هي فقير صاحب خود شاهہ سائين رح جي اڻ چپيل بيتن جي ڳولا ۾ ويندڙ اُن قافلي ۾ شامل هئا، جيڪو مرحوم فقير امداد علي سرائي جي سربراهيءَ ۾ هندوستان ويو هو ۽ ان نتيجي ۾ "املهہ اڻ توريا" شاهہ سائين رح جي بيتن تي مشتمل ڪتاب پڌرو ٿيو ۽هي ڳوٺ فقير جو گهميل آهي.) هن ئي سٽ ۾ لفظ گهير ڪري جي معنيٰ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب "گهيرو ڪري" لکي آهي. جڏهن تہ اهو لفظ "گهيڙي ڪري" آهي. معنيٰ ٿيندي گهيڙ لنگهہ. مطلب گهيڙ مان گذري، آخري سٽ گنج شريف واري سڀني پڙهڻين کان بهتر آهي تہ لاکو را6 ڪنگهار جون ڪنڌيون خاصيون پَليون مينهون ڪاهي ٿو. پر اجا بہ بهتر پڙهڻيءَ ۾ "خاصون" جي جاءِ تي ڪونٽريو ن هئڻ گهرجي يعني ڪِلي ٻڌل. مطلب تہ اڳين بيت جيان هن بيت ۾ ساڳي علمي تحقيق جي ڪوٽ محسوس ٿئي ٿي.منهنجو فيصلو ڪو حرف آخر نہ آهي، اهل علم مهربان هن کان اڳتي بہ قدم وڌائي سگهن ٿا ۽ مان غلط بہ ٿي سگهان ٿو. پر زيرِ بحث پهلو بيتن تي ويچارڻ لاءِ اتساهہ پيدا ڪندڙ آهي.

بيت (1):

"پر پنجوءَ ويهي، ڪهڙي ڪندين ڳالهڙي،
چاچي ماچي موٽي آئيا، ور وَني ڏيئي،
خبر ڪانہ پئي، تہ ڏاج ڏناڻونس ڪيترو."

1۔ مرزا قليچ بيگ سُر بروو ص: 503
2۔ علامہ آءِ آءِ قاضي سُر بروو ص: 639
3۔ غلام مطفيٰ قاسمي سُر بروو ص:490
4۔ عثمان علي انصاري سُر بروو ص:599
5۔ بمبئي ڇاپي وارو رسالو سُر بروو ص:274
6۔ ٻانهون خان شيخ سُر بروو ص: 395 تي هيٺين اضافي سٽ لکي آهي:

(ڍِڪي هلنديءَ ڏوڙ ۾، ڪنڌ ڪلر ڏيئي)

جڏهن تہ مڪمل بيت هن طرح آهي:

"پر پنجوءَ ويهي، ڪهڙي ڪندين ڳالهڙي،
لتاڙيندئي لطيف چئي، ڏاڍا ڏَڪ ڏيئي،
ڪاڏئي پيتئي جن سين، ڍَڪيندئي سيئي،

جاجي ماجي موٽي آئيا، ور وني ڏيئي،
خبر ڪانہ پيئي، تہ ڏاج ڏناٺونس ڪيترو.“
(سُر بروو)

هي بيت مٿي ڄاڻايل رسالن ۾ ٽن سٽن تي مشتمل آهي پر حاجي بانهون خان پنهنجي رسالي ۾ هي سٽ اضافي لکن ٿا: ”ڍڪي هلندئي ڏوڙ ۾، ڪنڌ ڪلر ڏيئي.“ شاهہ سائين جي رسالي ۾ ڪيترائي بيت واقعاتي ملن ٿا. هي بيت پڻ واقعاتي آهي، پر محققن جي عملي تحقيق جي کوٽ سبب اضافي سٽن کي شامل نہ ڪرڻ يا هٿ نہ اچڻ سبب بيت جي معنيٰ ۽ واقعو بہ مڪمل نٿو نظر اچي، جيڪي بہ سٽون بيت جون اسان کي لطيفي فقيرن جي ڪچهرين ۾ هٿ آيون، انهن سٽن کي شامل ڪرڻ سان بيت جي معنيٰ ۽ واقعو بلڪل چٽيءَطرح سمجهہ ۾ اچي ٿو. بانهو خان واري رسالي جي اضافي سٽ پڻ بين سٽن جي صحيح ۽ اضافي هئڻ جي دلالت ڪري ٿي. اهڙيءَطرح موت کان پوءِ قبر ۾ دفن ٿيڻ وارو مرحليوار واقعو عام پڙهندڙ لاءِ هڪ نصحيت آموز بڻجي پوي ٿو.

بيت (2)

”مَتو آهين مڇ، تلها تو ٿونا هڻين،
جا تون پائين اَچ، تنهن پاٽي پُنان ڏينهڙا.“

1۔ غلام محمد شهواڻي سُر ڏهر صفحو: 870
2۔ مرزا قليچ بيگ سُر ڏهر صفحو: 698
3۔ علامہ آءِ آءِ قاضي سُر ڏهر صفحو: 648
4۔ غلام مصطفيٰ قاسمي سُر ڏهر صفحو:664
5۔ عثمان علي انصاري سُر ڏهر صفحو: 733
6۔ بمبئي وارو ڇاپو سُر ڏهرصفحو: 374
7۔ بانهون خان شيخ سُر ڏهر صفحو: 370
8۔ ٽرمپ سُر ڏهر صفحو: 660

”متو آهين مڇ، تلها تو ٿونا هڻين،
صُباح تنهنجي ڍنڍ ۾، اچي پوندا رِڇ،
متان ملاحن جي، باب تنهنجي بِڇ،
پيا هوندا پٽ ۾، سانبوهيون ۽ رِڇ،

جاتو پائين اڄ، تنهن پاڻي پنان ڏينهڙا.“

بلوچ صاحب هي بيت ٽن سٽن تي مشتمل سُر گهاتو ۾ رکيو آهي. ص: 226.

هي بيت پڻ واقعاتي آهي. جنهن ۾ مانگرمڇ جي مستي ۽ ڏاڍائي ڏيکاري وئي آهي. هن بيت ۾ پڻ ٽن سٽن جي اضافت هٿ آئي آهي. اُهي سٽون پڻ بيت جي موضوع سان مناسب ربط ۾ آهن. هي بيت بلوچ صاحب سُر گهاتو ۾ لکن ٿا ۽ ٻيا محقق صاحبان سُر ڏهر ۾ لکن ٿا. بلوچ صاحب هن سڄر جا اَٺ (8) بيت سُر گهاتو ۾ رکيا آهن. جڏهن تہ ٻين سڀني رسالن ۾ اهي بيت تعداد ۾ گهٽ وڌ هئڻ باوجود سُر ڏهر ۾ رکيل آهن. سُر گهاتو ۾ ڪلاچيءَ جي ڪُن جو ذڪر آهي ۽ مهراڻ جو ذڪر بہ ملي ٿو، پر سُر ڏهر ۾ وري ٿر جي علائقي جو ذڪر آهي، جتان پڻ ڪنهن زماني ۾ درياهہ وهندو هو. هنن بيتن جو سُر ڏهر ۾ هئڻ بهتر آهي. جو اتي درياه جي سُڪڻ ۽ بيت موضوع وارن بيتن سان مناسب بيهڪ ۾ آهن، ۽ بيت ٽن سٽن جي اضافي سان بيت جو مضمون چٽو ۽ مڪمل محسوس ٿئي ٿو. پر بانهون خان ساڳيو بيت آخري سٽ بدلائي لکيو آهي (باب تنهنجي رڃ لکيا لوح قلم ۾)

بيت (3)

”مون اڏاريا مچڙا، الله گهاتو آڻ،
ميان مدارن سين، مون ڪي قادرا وِجهہ م ڪاڻ،
هَٿ منهنجي هاڻ، قدر لڌو جن ري.“

1۔ ڪلياڻ آڏواڻي سُر گهاتو ص: 296
2۔ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سُر گهاتو ص: 225
3۔ عثمان علي انصاري سُر گهاتو ص:699
4۔ ڊاڪٽر گربخشاڻي سُر گهاتو ص: 586
5۔ علامہ آءِ آءِ قاضي سُر گهاتو ص: 671
6۔ غلام محمد شهواڻي سُر گهاتو ص: 635
7۔ مرزا قليچ بيگ سُر گهاتو ص: 752
8۔ بمبئي وارو ڇاپو سُر گهاتو ص: 398
9۔ ترمپ سُر گهاتو ص: 708

"آءُ اڏاري ٽڪيس، الله گھاتو آڻ،
ميان مدارن سين، مون کي قادرا وِجھہ م ڪاڻ،
مَٿو رکي مَنيءَ تي، پئي پڇاڙيان پاڻ،
هَٿ منھنجي هاڻ، قدر لَڌو جن ري.
(سُر گھاتو)

هي بيت سُر گھاتو ۾ ٽن سِٽن تي مشتمل آهي. هن بيت ۾ مهاڻي جي وَنيءَ جي جذباتي ۽ احساساتي ڪيفيت ۽ معاشي بدحاليءَ جو منظر چٽيل آهي. هن بيت ۾ پڻ هڪ سٽ جي اضافت هٿ آئي آهي، جنهن سان بيت جي موضوعاتي ڪيفيت گهري ۽ شديد محسوس ٿئي ٿي. ان کان علاوه هن بيت ۾ لفظن مدارن جي صورتخطي ۽ معنيٰ بہ غلط لکيل آهي. اڪثر محققن معنيٰ ۾ دڪاندار، ڪوٺيدار وغيره لکيو آهي ۽ پهرين سٽ جو اڌ بہ رسالن ۾ مختلف نموني لکيل آهي، جيڪا هن طرح آهي:

"مون اڏاريا مڇڙا" جڏهن تہ بيت جي بهتر پڙهڻيءَ ۾ پهرين اڌ سٽ هن طرح آهي، "آءُ اڏاري ٽڪيس" هن قسم جي پڙهڻي سان پڻ بيت خيال ۽ جذبي ۾ گهرو ٿئي ٿو ۽ لفظ مدارن جي صحيح معنيٰ آهي: "اوڏر يا مَدي تي شيون ڏيندڙ."

بيت (4)

لڏاڻيا لطيف چئي، ڪَٿون ڪنيائون،
آڻي ڪاڪ ڪنڌي، لَڏا لاٿائون،
پيرو پڳائون، وَجي آسڻ آرامي ٿيا."

1۔ مرزا قليچ بيگ سُر مومل راڻو صفحو: 545
2۔ نبي بخش خان بلوچ سُر مومل راڻو صفحو: 370
3۔ غلام محمد شهواڻي سُر مومل راڻو صفحو: 542
4۔ علامہ آءِ آءِ قاضي سر مومل راڻو صفحو: 604
5۔ ڊاڪٽر گربخشاڻي سُر مومل راڻو صفحو: 544
6۔ عثمان علي انصاري سُر مومل راڻو صفحو: 444
7۔ ٻانهون خان شيخ سر مومل راڻو صفحو: 447
8۔ غلام مصطفيٰ قاسمي سُر مومل راڻو صفحو: 526

9۔ ٽرمپ سُر مومل راڻو صفحو: 535

"لڏاٽيا لطيف چئي، ڪَتون ڪنيائون،
آٽي ڪاڪ ڪَنڌي، لڏا لاٿائون،
ميرا لاهي ڪپڙا، اَڇا اوڍيائون،
چارئي چُني پاندڙا، چوڙي چڏيائون،
ڏگ لٽيائون ڏوڙ ۾، لگ نہ لوڏيائون.
چڏي حيلا هليا، مومل ماٽيائون.
پيرو پڳائون، وَجي آسڻ آرامي ٿيا."

هن بيت ۾ بظاهر مومل ۽ ڪاڪ ڪنڌي ڪونڌرن سان ٿيندڙ ڪيس مذڪور آهن، پر تمثيلي طور هي بيت پڻ موت ڪان پوءِ واري ڪارِ زار طرف اشارو آهي پر بيت ٽن سٽن تي مشتمل هئڻ سبب موضوع واضح نظر نٿو اچي. هن بيت ۾ چئن سٽن جي اضافت سان بيت موضوع جي نسبت سان بلڪ واضح ٿي پوي ٿو ۽ بيت ۾ سمايل نصيحت بہ قابل فهم ٿيو پوي پر محققن جي عملي تحقيق جي کوٽ سبب لطيفي فڪر سان ناحق ٿئي ٿو. اهڙي قسم جون اضافتون جيڪي واقعن، يا ڪردارن سان نسبت رکن ٿيون ۽ انهن جي مثبت پهلوکي واضح ڪن ٿيون، سي تمام گهٽيون تحقيق طلب آهن.

بيت (5)

"تَن تسبيح مَنُ مَٽيو، دل دَنبورو جَن،
تندون جي طلب جون، وحدت سِر وَجن،
"وحده لاشريڪ لہ" اهو راڳ رڱن،
سي ستائي سونهن، ننڊ عبادت جَن جي."

1۔ ڪلياڻ آڏواڻي سُر آسا صفحو: 359
2۔ مرزا قليچ بيگ سُر آسا صفحو: 23
3۔ نبي بخش خان بلوچ سُر آسا صفحو: 471
4۔ عثمان علي انصاري سُر آسا صفحو: 638
5۔ غلام محمد شهواڻي سُر آسا صفحو: 729
6۔ علامہ آءِ آءِ قاضي سُر آسا صفحو: 135
7۔ غلام مصطفيٰ قاسمي سُر آسا صفحو: 741

8. بمبئي وارو ڇاپو سُر آسا صفحو: 418
9. گنج سُر آسا صفحو: 757

تن تسبيح من مٽيو، دل دنبورو جن،
تندون جي طلب جون، وحدت سِر وڄن،
"وحده لاشريڪ له"،اهو راڳ رڳن،
"موتو، قبلا الانت موتو"، اها لرز لڳن،
"في الا آفاق و في انفسهم"، اها هاج هٿن،
"لتنذر قوماما" اهو پهه پيرن،
عضوي عبداللطيف چئي، پرين لئه پرجهن،
سي سُتائي سُونهن. ننڊ عبادت جن جي."
(سر آسا)

هي بيت سيني رسالن ۾ ڇئن سٽن تي مشتمل آهي ۽ بيت جي ٽين سِٽ ۾ هڪ عربي ٻوليءَ جو فقرو ملي ٿو. هن بيت جون وڌيڪ چار سٽون اضافي ملن ٿيون، جن ما ن ٽن سٽن ۾ ٻه عربي ٻوليءَ جا فقرا ملن ٿا، جن ما ن وري هڪ سٽ ۾ حديث مبارڪ ۽ ٻن سٽن ۾قرآن شريف جي آيتن جي هئڻ جو ثبوت ملي ٿو. ان کان علاوه بيت جي ستين اضافي سٽ ۾ شاهه سائين جو نالو به ملي ٿو. بيت ۾ اهڙي قسم جي کوٽ نه رڳو بيت جي مالڪيءَ کي متاثر ڪيو تي پر ساڳئي وقت شاهه سائينءَ جي ديني فڪر سان به هٿ چراند آهي. اضافي سٽن سبب بيت مفهوم، معنيٰ ۽ خيال جي حوالي سان نهايت اهميت حاصل ڪري ورتي آهي. هن قسم جون کُٽل سِٽون ڳولڻ محققن جو عملي فرض ٿئي ٿو. ٻي صورت ۾ هن قسم جي عملي تحقيق جي کوٽ شاهه صاحب جي بيتن ۽ ان جي فڪر سان انصاف نه ٿيندو.

بيت (6)

"آٿي اُتر هيٺ،موڪيءَ مٿ اُپٽيا،
متارا تنهن ميٺ، اُچن سِر سنباهيو."

1. عثمان علي انصاري سُر يمن ڪلياڻ، صفحو: 25
2. ڪلياڻ آڏواڻي سُر يمن ڪلياڻ، صفحو: 26
3. غلام محمد شهواڻي. سُر يمن ڪلياڻ، صفحو: 102

4۔ ڊاڪٽر گربخشاڻي، سُريمن ڪلياڻ، صفحو: 98
5۔ غلام مصطفيٰ قاسمي، سُريمن ڪلياڻ، صفحو: 67
6۔ ٽرمپ سُريمن ڪلياڻ، صفحو: 36
7۔ مرزا قليچ بيگ، سُريمن ڪلياڻ، صفحو: 37
8۔ بمبئي وارو ڇاپو، سُريمن ڪلياڻ، صفحو: 22
9۔ نبي بخش بلوچ سُريمن ڪلياڻ، صفحو: 169,168
10۔ علامہ آءِ آءِ قاضي سُريمن ڪلياڻ، صفحو: 36
11۔ گنج سُريمن ڪلياڻ، صفحو: 215

"آئي اُتر هيٺ، موڪيءَ مَٽ اُپٽيا.
(گهوٽ گهرنئون نِڳيا، ناٺا نڌيءَ بيٺ): (اضافت)

مَتارا تَنهن ميٺ، اَچن سر سنباهو."

سيني رسالن ۾هي بيت ٻن سٽن تي مشتمل آهي، پر مرزا قليچ بيگ بيت جي وچين سٽ ٻي پڙهڻي طور يا اضافت طور رسالي جي ساڳئي صفحي تي هيٺ حاشيہ ۾ اها سٽ لکي آهي. وچين سٽ جي اضافت سان بيت جو دائرو وسيع ٿي وڃي ٿو تہ سياري جي موسم ايندي ئي يعني اتر جي هوا لڳندي موڪي پنهنجي ميخاني ۾ مهمانن جي اچڻ جي سنبت ڪري ٿي. مطلب تہ شراب جا مٽ کولي ٿي ۽ ميخاني ۾ بين ضروري شين جي تياري ۾ آهي ۽ هوڏانهن ان موسم جي ايندي ئي معمول جيان پياڪ بہ پنهنجي تيارين ۾ آهن. هن بيت ۾ هڪ غلطي سٽ جي پهرين اکر "آٽي" آهي، جڏهن تہ اهو لفظ "آئي" ٿيڻ کپي. مطلب ٿيندو تہ اُتر جي واءُ ايندي يعني سياري جي شروعاتي علامت طور سمجهڻ گهرجي. اهڙي ئي غلطي هڪ ٻي بيت "آٽي اُتر واءُ" جي آهي، جيڪو پڻ آئي اُتر واءُ ٿيڻ کپي. هن تبديليءَ کان پوءِ مطلب ٿيندو تہ جيئن اُتر جي واءُ لڳڻ شروع ٿئي ٿي، يعني سيارو اچڻ وارو آهي تہ موڪي مهمانن جي آجيان ۽ خدمت جو سارو سامان سنڀالڻ شروع ڪري ٿي ۽ ائين ئي مهمان بہ اچڻ جي سنبت ڪن ٿا.

بيت (7)

"مَتارا مري ويا،موڪي تون پي پئيءَ مر،
تُنهنجو ڏوس ڏمر، ڪونہ سهندو اِن رِي."

1. غلام محمد شھواڻي، سُريمن ڪلياڻ، صفحو: 103
2. ٽرمپ، سُريمن ڪلياڻ، صفحو: 38
3. غلام مصطفيٰ قاسمي، سُريمن ڪلياڻ، صفحو: 67
4. نبي بخش خان بلوچ، سُريمن ڪلياڻ، صفحو: 169
5. علامہ آءِ آءِ قاضي، سُريمن ڪلياڻ، صحفو: 38
6. بمبئي وارو ڇاپو، سُريمن ڪلياڻ، صفحو: 24
7. گنج، سُريمن ڪلياڻ، صفحو: 214
8. قليچ، سُريمن ڪلياڻ، صفحو: 40
9. ڪلياڻ آڏواڻي، سُريمن ڪلياڻ، صفحو: 27
10. عثمان علي انصاري، سُريمن ڪلياڻ، صفحو: 95
11. ڊاڪٽر گربخشاڻي، سُريمن ڪلياڻ، صفحو: 99

"متارا مري ويا، موڪي تون پي پيءَ مر،
(سي اڄ نہ آئيا، ڳجهڙي، سچا ڪيائون سر
پِيا ڪن پاسو ڪيو، گھوٽن ڇڏِيا گھر): (اضافت)
تنھنجو ڏوس ڏمر، ڪونہ سھندو اِن رِي."
(سُريمن ڪلياڻ)

هي بيت متين سيني رسالن ۾ ٻن سٽن تي مشتمل لکيل آهي ۽ ٻہ سٽون اضافي مليون آهن. جنھن مان هڪ سٽ جو سڌيءَ طرح هن بيت جي موضوع سان واسطو محسوس نٿو ٿئي. پر تمثيلي طور موضوع کي هٿي ڏئي ٿو. هن اضافت ڪانپوءِ بيت ۾ موجود ڪردارن کان سواءِ ٻين بي نام ڪردارن جو پس منظر پڻ ملي ٿو. جيڪو متارن جي واقعي سان نسبت بہ رکي ٿو ۽ ان واقعي کان پوءِ جي صورتحال پڻ بيان ڪري ٿو. اهڙي اضافت سان بيت جو دائرو وسيع ٿي وڃي ٿو ۽ ان دور جي ثقافتي پس منظر جي جھلڪ بہ ڏسڻ ۾ اچي ٿي.

بيت (8)

"تتيءَ ٿڌي ڪاھہ، ڪانھي ويل ويھڻ جي،
متان ٿئي اونداهہ، پير نہ لھين پرينءَ جو."

1. ڪلياڻ آڏواڻي، سُرحسيني، صفحو: 204
2. مرزا قليچ بيگ، سُرحسيني، صفحو: 311

3۔ علامہ آءِ آءِ قاضي، سُر حسيني، صفحو: 516
4۔ عثمان علي انصاري، سُر حسيني، صفحو: 366
5۔ غلام محمد شهواڻي، سُر حسيني، صفحو: 442
6۔ غلام مصطفيٰ قاسمي، سُر حسيني، صفحو: 392
7۔ ڊاڪٽر گربخشاڻي، سُر حسيني، صفحو: 355

”تَتيءَ ٿڌي ڪاهہِ ڪَانهي ويل ويهڻ جي،
(جان جان آهہِ سوجهرو، تان تان ڪرهل ڪاهہ): اضافت
متان ٿئي اونداهہ، پيرنہ لهين پرينءَ جو.“
(سر حسيني)

هي بيت ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ٻانهو خان شيخ ۽ مرزا قليچ بيگ جي رسالي ۾ ڪجهہ مختلف پڑهڻين سان ملي ٿو. ٻانهون خان بيت هن طرح لکي ٿو:

”تان تان ڪرهل ڪاهہ، جان جان آهي سوجهرو،
متان ٿئي اونداهہ، پير نہ لهين پرينءَ جو.“

مرزا قليچ بيگ ساڳيو بيت هن طرح لکي ٿو:

”تتي ٿڌي ڪاهہ، ڪانهي ويل ويهڻ جي،
آسر هڏم لاهہِ، چنڊ ڳنڍڻ اُن جو.“

ساڳيو بيت بلوچ صاحب پنهنجي رسالي ۾ نہ لکيو آهي، پر پوئين سِٽ جي هڪ جهڙائيءَ سان اهو بيت ٻين رسالن ۾ بہ ملي ٿو. بيتن جي صورتخطي ۽ پڑهڻين ۾ اهڙي قسم جو تضاد هن قسم جو دليل آهي تہ بيت ۽ انهن جون سِٽون عملي تحقيق جي کوٽ سبب اڻ پوريون ۽ غلط آهن.

بيت (9)

”سسئي جي سريءَ سين، ڪيچ ڏٺي ڪانڌي،
پَسڻ ڪارڻ پرينءَ جي، منڌهئي ماندي،
لڪن تان لطيف چئي، آرياڻي / ارادي آندي،
پنهونءَ پيراندي، نماڻيءَ نصيب ٿئي.“

1۔ مرزا قليچ بيگ، سُر حسيني، صفحو: 423
2۔ ٽرمپ، سُر حسيني، صفحو: 449
3۔ بمبئي وارو ڇاپو، سُر حسيني، صفحو: 239
4۔ ڊاڪٽر گربخشاڻي، سُر حسيني، صفحو: 374
5۔ غلام محمد شھواڻي، سُر حسيني، صفحو: 480
6۔ غلام مصطفيٰ قاسمي، سُر حسيني، صفحو: 423
7۔ ڪلياڻ، سُر حسيني، صفحو: 219
8۔ علامہ آءِ آءِ قاضي، سُر حسيني، صفحو: 571
9۔ نبي بخش خان بلوچ، سُر حسيني، صفحو: 362
10۔ عثمان علي انصاري، سُر حسيني، صفحو: 379

"سسئي جي سڙھيءَ سين ڪيچ ڏٺي ڪانڌي،
لَڪن تان لطيف چئي، آرياڻي آندي،
پسڻ ڪارڻ پرينءَ جي، منڌ ھئي ماندي،
(لَتس حرف حساب جو، تي وھمن ڪان واندي،
لاالہ الا الله محمد رسول الله، تي ھوتن سين ھيڪاندي): (اضافت)
پنھونءَ پيراندي، نماڻي نصيب تي."

ھي بيت مٿين سيني رسالن ۾ ڇھن سٽن تي مشتمل لکيل ملي ٿو ۽ ٿوري گھڻي تبديلي پڻ نظر اچي ٿي ۽ ھڪ لفظ "سِري" پڻ غلط ملي ٿو، جڏھن تہ اھو لفظ سڙھي آھي، جنھن جي معنيٰ آھي ڏولي، جيڪو جناري ڪٽڻ جي ڪم اچي ٿي. ھن بيت ۾ بہ سٽون اضافي بہ مليون آھن، جنھن ۾ ھڪ سٽ ۾ ڪلمو شريف بہ موجود آھي. اھڙي قسم جي اضافي سٽن سبب بيت جي فڪري اھميت ۽ خيال گھرو ٿئي ٿو. بي صورت ۾ اٽڪلن بيتن سبب شاھ سائين جي آفاقي فڪر جي صحيح صورتحال پروڙڻ ڏکي ٿئي ٿي. محققن کي گھرجي تہ پوري رسالي جي نئين سري سان ڇنڊڇاڻ ڪري اھڙين غلطين ۽ ڪوتن کان پاڪ ڪيو وڃي.

بيت (10)

"اندر نہ ساھ سُڪائين، ھر سُڪايين ٻانھون،
مُنا مُٺئي پاڻ کي، چئين "آديسي آئون،
او پنڌ پراھون، جتي نظر ناٿ جو."

1. بلوچ، سُر رام ڪلي صفحو: 437
2. املهہ ارڻ توريا، سُر رام ڪلي صفحو: 158

"اندر نہ ريڏءِ رام سين، ٻاهر ڦرين ٻانهون،
مُنا مُنين پاڻ کي، چائين آديسي آئون.
لاهي چڏ لطيف چئي، ٻوڙا ٻئي ٻانهون،
او پنڌ آڳاهون، جت نانگا گڏيا ناٿ کي."

هي بيت املهہ ارڻ توريا ۽ نبي بخش خان بلوچ صاحب جي رسالي کان سواءِ ڪنهن بہ ٻئي رسالي ۾ ڪونہ ٿو ملي ۽بلوچ صاحب نہ رڳو بيت جي پڙهڻيءَ ۾ بي ترتيبيءَ جو مظاهرو ڪيو آهي، پر ساڳئي وقت هڪ سِٽ جي بہ ڪوٽ ڪئي آهي. محترم بلوچ صاحب پنهنجي تازي چپيل شاهہ جي رسالي ۾ ڪيترين ئين جاين تي اهڙيون غلطيون دهرايون آهن ۽ڪيترن ئي لفظن جي صورتخطي پڻ بدلائي آهي. "چنڊ" کي "چندر"، "وَتِ" کي "وٽر"، "ڊيل" کي "ڊريل" ۽ "ڏيبيون" کي "ڏربيون" ۽ "ڊيڙا" کي "ڊريڙا" لکي ٿو. جڏهن تہ صدين کان سنڌي ٻوليءَ ۾ تلفظ جي اهڙي رواني موجود آهي تہ ان کي اهڙي طرح بگاڙڻ جي ضرورت ڪهڙي! ۽ ايندڙ نسل انهن لفظن جو تلفظ ڪيئن اُچاريندا؟ اهو پڻ هڪ سوال آهي.

بيت (11)

"تونسَپرَ، آءٌ سيڪڙو، تُون ڏاتار آءٌ ڏُڏ،
سٽي تنهنجو سَڏُ، ڪُلهي پاتم ڪينرو."

1. مرزا قليچ بيگ، سُرپرياتي، صفحو: 744
2. ٽرمپ، سُرپرياتي، صفحو: 701
3. بمبئي وارو ڇاپو، سُرپرياتي، صفحو:394
4. غلام محمد شاهواڻي، سُرپرياتي، صفحو: 863
5. غلام مصطفيٰ قاسمي، سُرپرياتي، صفحو: 702
6. ڪلياڻ آڏواڻي، سُرپرياتي، صفحو:444
7. علامہ آءِ آءِ قاضي، سُرپرياتي، صفحو: 145.

"تون سَپرُ آءٌ سيڪڙو، تون ڏاتار آءٌ ڏُڏ،
اگلڙا ويهارين اوڏڙا، گدلا ڪرين گڏ،

ستي تنهنجو سَڏُ، ڪُلهي پاتم ڪينرو.“

هي بيت متين سيني رسالن ۾ ٻن سٽن تي مشتمل لکيل ملي ٿو ۽ هڪ اضافي سٽ هٿ اچڻ کان پوءِ بيت چئنو ٿئي ٿو. هن وچين سٽ جي اضافت بيت ۾ موجود سخي مرد جي ڪردار، جيڪو اڳيئي مهان آهي، ان لاءِ ويتر سون تي سهاڳي جو ڪم ڏئي ٿي. اهڙي قسم جي کوٽ سبب شاهہ سائين جي ڪيترن ئي تاريخي ڪردارن سان ناانصافي ڪئي ويئي آهي، جيئن لاکي ڦلاڻي جي ڪردار متعلق بيان ڪيل هن ئي مضمون ۾ هڪ بيت زير بحث ايندو. عملي تحقيق جي کوٽ سبب اهڙا بيت اڃا تائين مڪمل ٿي نہ سگهيا آهن ۽ نتيجي ۾ شاهہ سائين رح جي فڪري حيثيت، ديني ۽ نظرياتي لاڙن جي مثبت ڪردارن ۽ ڪڏهن ڪڏهن منفي ڪردارن ۾ بہ ڪنهن چڱائي ۽ اصول پرستيءَ واري حيثيت کي پڻ متاثر ڪيو آهي. نہ رڳو ايترو پر بيت جي بهتر ۽ اصلوڪي صورتحال ۽ پڙهڻيءَ کي بدلائڻ سان پڻ اهڙي قسم جو تاثر پيدا ٿئي ٿو، تنهن ڪري ڪوشش ڪجي تہ اهڙين غلطين جو ورجاءُ نہ ٿئي.

بيت (12)

”چَپِرَ اوتارا ڪَري، ماڻياڻين مَزا،
پِريت کي پَبَ جو، ڪاريو پنڌ قضا،
مٿان جان جزا، لاٿائين لطيف چئي.

1۔ مرزا قليچ بيگ، سُر معذوري صفحو: 300

2۔ غلام مصطفي قاسمي سُر پرڀاتي صفحو: 307.

”چَپِر اوتارا ڪَري، ماڻياڻين مَزا،
پِريت کي پَبَ جو، ڪاريو پنڌ قضا،
وَس ويچاري ناهہ ڪا، جيڪا رب رضا،
مٿانَ جان جزا، لاٿائين لطيف چئي.“

هي بيت متين ٻن رسالن کان سواءِ ٻئي ڪنهن بہ رسالي ۾ موجود نہ آهي، تنهن هوندي بہ هن بيت ۾ هڪ اضافي سٽ ملي ٿي، جنهن ۾ پڻ بيت جو خيال گهرو محسوس ٿئي ٿو ۽ سسئيءَ جي ڪردار جي پڻ

اهميت ثابت ٿئي ٿي تہ هن ضعيف زال پنهونءَ پائڻ خاطر ايترين مصيبتن سان مهاڏو اٽڪايو، جيڪي هن جي وس نہ هيون. ٻين لفظن ۾ ائين چئجي تہ مجموعي طور سسئيءَ جي ڪيفيت جو اظهار هن اضافي سٽ سبب اڃا وڌيڪ واضح ٿئي ٿو.

"وڙهي ويل سَپ ڪَنهين، لاڪو لوءِ بلوءِ،
پرهہ ڦٽيان پوءِ، ڪرگل ڪندو ڪيڙين."

1ـ مرزا قليچ بيگ سُر ڏهر ص: 716
2ـ بمبئي ڇاپو، شاهہ جو رسالو سُر ڏهر ص: 383
3ـ ٻانهون خان، سُر ڏهر ص: 260

"لاڪو لوءِ بلوءِ، وڙهي وير سپ ڪَنهين،
اورانگهيو اَيرن تان، هٽي ڏڻ ڏٽيوءِ،
ڪرگل مَٿي ڪيڙي، پرهہ ڦٽي پوءِ،
حيف تني کي هوءِ، جن اڻ سنيوڙي آيو."

هي بيت قليچ ۽ بمبئي واري رسالي ۾ ٻن سٽن تي مشتمل آهي، پر ٻانهون خان واري رسالي ۾ اهو بيت ٽن سٽن تي مشتمل ملي ٿو ۽ چوٿين سٽ اضافي پڻ هٿ آئي آهي. جنهن مان لاڪي ڦلاڻي جي ڪردار جو مثبت رخ سامهون اچي ٿو. ڪيترن ئي محققن شاهہ سائين جي رسالي جي نسبت سان ۽ لاڪي ڦلاڻي جي ڪردار متعلق تاريخي پس منظر واري تحقيق جي روشنيءَ ۾ هن ڪردار کي ظالم ۽ ڏاڙيل جي روپ ۾ پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. جڏهن تہ شاهہ سائينءَ جي بيتن جي روشنيءَ ۾ ۽ تاريخي پسمنظر ۾ لاڪو ظالم ۽ ڏاڙيل نہ پر مظلومن جو مددگار ۽ ظالمن جو ويري رهيو آهي ۽ هيءَ اضافي سٽ پڻ ان ڳالهہ جو دليل ڏئي ٿي ۽ رسالي جا ٻيا بيت جيئن "لاڪا لک سُجن، ڦلاڻي ڦير ٻيو" ۽ "لاڪا لک هڻا ڦلاڻي ڦير ٻيو" جهڙا لفظ پڻ لاڪي جي چڱائيءَ جو ثبوت آهن.

# ٽرمپ، بمبئي، سرڪاري، قليچ ۽ گربخشاڻي جن جي ڇپيل رسالن جو تحقيقي ۽ تنقيدي اڀياس

حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحہ جي ڪلام تي تحقيق تقريبن 80 سالن کان مسلسل هلندي پئي اچي ۽ سنڌ جي ڪيترن ئي عالمن ۽ محققن شاهہ سائين جي ڪلام کي پروڙڻ، پرکڻ، سُوڌڻ ۽ سنوارڻ جي ڪوشش پئي ڪئي آهي، پر اڃ تائين هن ڪم جي ڪَٽ ڪَٽجي ڪانہ سگهي آهي. ڇاپي رسالن جي شروعات 1866ع ۾ ارنيسٽ ٽرمپ واري رسالي جي ڇپجڻ سان ٿي. هي رسالو پراڻي صورتخطيءَ ۾ ڇپيل آهي. هن رسالي ۾ صرف 26 سُر شامل آهن، جڏهن تہ سُر مارئي، سُر سورٺ، سُر ڪاموڏ ۽ سُر ڪارايل جهڙا چار مکيہ سُر غائب آهن. تنهن ڪري هن رسالي لاءِ ڊاڪٽر گربخشاڻي لکيو آهي:

”افسوس! جو نسخن مقابل ڪرڻ جو ڪم، سڄو پنهنجي سِر نہ ڪيائين، مٿي ڄاڻايل ڏيهي صاحب انهن نسخن جو پورو قدر نہ ڪيو، جنهن ڪري ٽرمپ واري رسالي ۾ ڪيتريون خاميون رهجي ويون... نسخن جون ڪي پڙهڻيون ڏيهي صاحب کي سمجهڻ ۾ نہ آيون آهن، جن جي بدران خودڪشيديون پڙهڻيون ڏنيون ويون آهن.“ (ص:77،78)

ساڳئي ارنيسٽ ٽرمپ واري رسالي لاءِ پيرومل مهر چند آڏواڻي پنهنجي ڪتاب ”گربخشاڻي وارو شاهہ جو رسالو منهنجي نظر ۾“ صفحي: 69 تي لکيو آهي تہ، ”ارنيسٽ ٽرمپ صاحب وارو رسالو گهڻن نسخن کان چڱو آهي. اهو بہ ثابت ڪري ڏيکاريندس تہ سندس رسالي جون ڪي ڪي پڙهڻيون خود ڊاڪٽر گربخشاڻي وارين پڙهڻين کان وڌيڪ صحيح ۽ سهڻيون آهن.“

مٿين ٻن عالمن ۽ محققن جي راين کي پڙهي ڏسبو تہ معلوم ٿيندو تہ هي رسالو نہ مڪمل آهي ۽ نہ ئي مُستند آهي، پر پوءِ بہ شاهہ

عبداللطيف ڀٽائي رحہ جي ڪلام کي سهيڙڻ جي هڪ ڪوشش ضرور آهي. هن رسالي ۾ ڪي ٻيون بہ چڱيون ڳالهيون آهن. جيئن ڊاڪٽر گربخشاڻي لکيو آهي تہ: "هڪ وڏي خوبي منجهس هيءَ آهي تہ جيڪي وايون درج ڪيون ويون آهن. سي درحقيقت شاهہ جون آهن. جن جي عيوض ٻين ڇاپن، پٽ ۽ بُلڙي وارن نسخن ۾ ناچُن ۽ مسخرن واريون وايون داخل ٿيل آهن." (ص:78) وري ڀيرو مل مهر چند آڏواڻي لکيو آهي تہ. "صحيح ۽ سچو نسخو ڪوني نٿو سگهجي، صحيح ۽ سچو نسخو جنهن کي چئجي سو ڪونهي، تہ بہ گهڻن نسخن کان چڱو آهي." (ص:69)

رسالو، جنهن کي پهريون مڪمل رسالو چئجي سو آهي بمبئي ڇاپو، جيڪو 1867ع ۾ بمبئي مان ڇپجي پڌرو ٿيو. هي ڇاپو پڻ پراڻي صورتخطيءَ ۾ آهي. هن جي صورتخطي گهڻن عالمن ۽ محققن لاءِ ٻيتن ۽ واين کي سمجهڻ ۾ مُنجهائي وڌو ۽ پوءِ وارن محققن هن رسالي جي صورتخطيءَ کي جديد صورتخطيءَ ۾ آڻڻ جي ڪوشش ۾ ڪيترين ئي تلفظ، صورتخطي ۽ پڙهڻين جون غلطيون ڪيون، جڏهن تہ اڄ اسان کي معلوم ٿئي ٿو تہ هن رسالي جون ڪافي پڙهڻيون درست بہ آهن تہ وري ڪي ٻيت بلڪل نجا شاهہ صاحب جا آهن، پر انهن کي ڏاريو ڪلام سمجهي ڪڍيو بہ ويو آهي.

جيئن "چنڊ تنهنجي ذات، سَڀُ مڙهايان سون ۾....." هي ٻيت ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجي شاهہ جي رسالي ۾ لکيو آهي، پر ڊاڪٽر گربخشاڻي، غلام محمد شاهواڻي، ڪلياڻ آڏواڻيءِ علامہ آءِ آءِ قاضيءَ هن ٻيت کي پنهنجن رسالن ۾نہ لکيو آهي. اُن کان علاوه بمبئي ڇاپي واريون پڙهڻيون بہ غلط لکيون ويو ن آهن. ڪيترائي مثال ڏئي سگهجن ٿا، پر هت صرف هڪ نمونو ڏجي ٿو، جيئن تہ بمبئي ڇاپي ۾ سُر سامونڊيءَ ۾ ٻيت "سرن سڙيا پاند، اُتر لڳا آءَ پرين" کي ڦيرائي "سر نسرئا پانڌ، اُتر لڳا آءَ پرين ····" لکيو ويو آهي پر هن ئي ڇاپي لاءِ ڊاڪٽر گربخشاڻي ص: 78 تي لکيو آهي." "هن ڇاپي جهڙو ردي نسخو هڏهين هٿ نہ ايندو. سنڌ ۾ جيڪو بہ ڪِن ڪچري جهڙو ڪلام، جو شاهہ جي نالي ڳائيندا آهن، يا جيڪي ٻيت مسخرا مجلس ۾ راند وجهندي چوندا ويندا آهن، وغيره سي سڀ سواءِ ڪنهن تميز جي منجهس ٿڦيا ويا آهن."

وري ڀيرو مل مهر چند آڏواڻي ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي ترتيب ڏنل

رسالي تي تنقيد ڪندي لکيو آھي: "ڊاڪٽر گربخشاڻي بمبئي واري ڇاپي تي ڌيان ڏنو اٿس، اُن ڇاپي واريون علحيده پڙھٽيون ڏنيون اٿس، باقي ايترو ڪيو اٿس جو جيڪي بيت رڳو انھيءَ نسخي ۾ آھن ۽ ٻئي ڪنھن بہ نسخي ۾ ڪينھن، سي سڀ ڏاريو ڪلام سمجھي ڇڏي ڏنا اٿس." (ص 94، ڪتاب: گربخشاڻيءَ وارو شاھ جو رسالو منھنجي نظر ۾). بمبئي ڇاپي وارو رسالو آئنده ھر محقق جي تحقيق جو بنياد ضرور رھيو پر ھن جي صورتخطي شھري عالمن ۽ سرڪاري محققن لاءِ مونجھارا پيدا ڪيا.

ھن کان پوءِ 1900ع ۾ سنڌ تعليم کاتي وارن رسالو ڇاپيو، ھي رسالو نئين صورتخطيءَ ۾ پھريون رسالو آھي. ھن رسالي لاءِ پڻ ڊاڪٽر گربخشاڻي ڪا سُني راءِ قائم ڪانہ ڪئي آھي، جيڪي بہ اضافي بيت ھن رسالي ۾ موجود ھئا پر ترمپ واري ڇاپي ۽ سندس مطالعي وارن قلمي رسالن ۾ نہ ھئا، انھن سيني بيتن کي ڏاريو ڪلام سمجھي ڪڍي ڇڏيو. ھت ھڪ ڳالھ توجھہ طلب آھي تہ سُر مارئي جي "زمر زخرف" واري داستان جن ۾ قرآن شريف جون آيتون شامل آھن يا ڪنھن سورت جو نالو لکيل آھي ۽ سُر سسئي ديسي جا بلوچي زبان وارا بيت بہ رد ڪري ڇڏيا. جيتوڻيڪ ٻنھي سُرن جا اھي بيت سندس مطالعي ھيٺ آيل قلمي نسخن ۾ موجود ھئا. مارئيءَ وارا بيت سرڪاري ڇاپي کان علاوہ ۽ بمبئيءَ واري ڇاپي ۽ پوءِ وارن رسالن جھڙوڪ مرزا قليچ بيگ، محمد عثمان ڏيپلائي، خان بھادر محمد صديق ميمڻ، مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي وارن رسالن ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ٻانھون خان شيخ، الھداد جھنجھي ۽ گنج جي رسالن ۾موجود آھن، پر اھي مارئيءَ وارا بيت ترمپ، ڊاڪٽر گربخشاڻي، غلام محمد شاھواڻي، ڪلياڻ آڏواڻي ۽ علامہ آءِ آءِ قاضي وارن رسالن ۾ نہ آھن. جڏھن تہ انھن بيتن لاءِ حاجي ٻانھون خان شيخ ص: 13_14 تي لکن ٿا تہ: "معتبر روايتن مان معلوم ٿو ٿئي تہ اھڙي قسم جا بيت شاھ عبداللطيف ڀٽائي رحہ گھوٽڪي (لوءِ صاحبان) واري بزرگ پير موسن شاھ جيلانيءَ سان ھڪ ملاقات جي وقت چيا ھئا."

سُر ديسي جي بلوچي زبان وارن بيتن لاءِ ڊاڪٽر گربخشاڻي جلد_2 جي معنيٰ ۽ شرح ۾ ص: 481 تي لکيو آھي، "مرحوم مير عبدالحسين سانگي واري قلمي نسخي جي حاشيي تي انھن بيتن جي سامھون مير

صاحب فارسيءَ ۾ هڪ نوٽ لکيو آهي، جنهن ۾ مير صاحب لکيو آهي تہ، سالڪن جي رهنما حاجي ميون احمد ڀٽائي چوندو هو تہ اهي بيت پنهنجي ڀاڻيجي کان سواءِ ٻئي ڪنهن کان بہ سماع ۾ نہ ٻڌا اٿم ۽ نہ ڪي ڪي انهن بيتن بابت مون وٽ ڪا سَنَد آهي ۽ درگاهہ جي ٻين پاڪ معتبرن کان معلوم ڪيو اٿم تہ هي بلوچي بيت شاهہ صاحب جا چيل نہ آهن پر اتفاق سان پوين فقيرن کان ٻڌي رسالن ۾ درج ڪيا ويا آهن."

جڏهن تہ گربخشاڻيءَ جي هن موقوف کي رد ڪندي حاجي ٻانهون خان شيخ ص: 14 تي لکن ٿا، "مزي جي ڳالهہ اها آهي تہ اهڙو ذڪر ميون احمد، لالواڻي صاحب سان نہ ڪيو. جنهن سان اڪثر ميون احمد ڪچهريون ڪندو هو. لالواڻي صاحب تہ پاڻ سندس مٿي ذڪر ڪيل ڪتاب ۾ انهن بيتن ۾ ڪم آيل بلوچي لفظن جي معنيٰ لکي آهي. بلوچي زبان جا 14 بيت گنج شريف ۾ لکيل آهن، جيڪو سنہ 1207هہ ۾ لکجي پورو ٿيو هو ۽ هڪ بيت "بروبگريدجي، تا ڏِين پارسيون پاڻ ۾ " برٽش ميوزيم واري بياض ۾ آندو ويو آهي، جڏهن تہ ان وقت ميون احمد ۽ سندس ڀاڻيجو شايد اڃا ڄاوا بہ نہ هجن، ميون احمد خود سندس 1304هہ ۾ لکيل رسالي ۾ سُر ديسي ۾ فصل ستين ۾ بلوچي زبان جا پنج بيت شامل ڪيا آهن....."

هي رسالو بہ پهرين ٻن ٽرمپ ۽ بمبئي ڇاپي وارن رسالن جيان متضاد راين جو شڪار رهيو پر مٿيان ذڪر ڪيل سُر مارئي ۽ سُر ديسي وارا بيت ٽرمپ، بمبئي، مرزا قليچ بيگ، محمد عثمان ڏيپلائي، خان بهادر محمد صديق ميمڻ، علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، جهنجهي ۽ ٻانهون خان جي رسالن ۾ موجود آهن، پر صرف ڪلياڻ آڏواڻي، علامہ آءِ آءِ قاضي، غلام محمد شاهواڻي، ڊاڪٽر گربخشاڻي انهن بيتن کي رد ڪيو آهي.

1913ع ۾ مرزا قليچ بيگ نئين صورتخطيءَ ۾ شاهہ جو رسالو ڇپايو. هي محترم رسالن جي محققن مان پهريون محقق آهي، جنهن بيتن ۾ آيل ڏکين لفظن جي معنيٰ رسالي جي صفحن تي هيٺ تري ۾ لکي آهي ۽ ساڳئي وقت "لغات لطيف" نالي شاهہ جي بيتن جي ڏکين لفظن جي معنيٰ پڻ ڇپرائي، پر هي رسالو مختلف قلمي ۽ ڇاپي نسخن کي سهيڙي ڪجهہ قدر جامع نسخو ڇاپيو ويو ۽ تحقيق جي کوٽ سبب هن رسالي ۾ ڏاريو ڪلام شامل ٿيو ۽ رسالو وري بہ اختلافي ثابت ٿيو.

هن رسالي متعلق بہ ڊاڪٽر گربخشاڻي ڪا سني راءِ قائم نہ ڪئي. هن رسالي ۾ ڪجھ بيت اھڙا ملن ٿا، جيڪي رسالن ۾ نہ آھن ۽ ڪن بيتن ۾ اضافي سٽون بہ ملن ٿيون، جيڪي ٻين رسالن ۾نہ آھن. هن جو هڪ سبب سنڌ جي مشھور لطيفي سگھڙ مرحوم محمد هاشم مگڻھار سنڌس نالي سان ڳوٺ ڪوٽڙيءَ کان 25 ڪلوميٽر نئو طرف ويندڙ انڊس هاءِ وي تي ويٺل بزرگ طرفان ڏنا ويا هئا. (هيءَ حقيقت مو نکي فقير محمد هاشم مگڻھار جي پٽ فقير محمد جمن مگڻھار عرف جمعو فقير ٻڌائي) ۽ باقي بيت هن رسالي ۾ اڳ چپيل رسالن ۽قلمي نسخن تان کنيا ويا هئا. هن رسالي جي پڙهڻين ۽ تلفظ ۾ پڻ فرق آهي. هن رسالي جي مکيہ سرچشمن ۽ ترمپ واري رسالي جي مکيہ سرچشمن پٽ ۽بلڙي شاھ ڪريم واري قلمي نسخن لاءِ ڊاڪٽر گربخشاڻي لکيو آهي: ”خود پٽ ۽ بلڙي وارن نسخن ۾ ناچن ۽ مسخرن واريون وايون داخل ٿيل آهن.“

ص: 78 مرزا قليچ بيگ صاحب پنھنجي ڪتاب ”شاھ عبداللطيف ڀٽائي رحہ جو احوال“ ۾ شاھ جي رسالي ۾ جيڪي جڙتو ۽ ڏاريا سُر ۽ بيت اچي ويا آهن، تن جو ذڪر ڪندي فرمائي ٿو تہ، ”صحيح ۽ سچو نسخو شاھ جي رسالي جو اچا بہ گھربل آهي. سگھوئي ڪنھن علم واري کي دل ۾ خيال پوندو جو اھڙو ڪتاب ڇپائي پڌرو ڪندو تہ پڙهڻ وارا پڙهي خوش ٿي دعاءِ خير ڪندا.“ هن رسالي ۾بمبئي واري ڇاپي کان بہ وڌيڪ بيت شامل ٿيل آهن.

اُنھيءَ وقت تائين سيني ڇپيل رسالن ۾ عجب تہ اھو آهي تہ ڪوبہ نسخو مُنڍ کان وني پڇاڙيءَ تائين هڪ ٻئي سان ملي نٿو اچي. هڪڙن نسخن ۾ هڪڙا بيت تہ ٻين ۾ڪي ٻيا. رسالي جو ڪوبہ نسخو وري خامين کان خالي نہ هو. رسالي ۾ ڪلام جي صحيح پڙهڻين مقرر ڪرڻ، لفظن جي تُز معنيٰ طئي ڪرڻ، اصطلاحن کي سمجھڻ جھڙن اهنجن مسئلن کي حل ڪرڻ طرف اچا ڏيان ڏيڻ جي ضرورت هئي.

شاه سائين جي ڪلام جي باقاعده ۽ سائنسي اصولن پٽاندڙ تحقيق جي شروعات سال 1923ع ۾ ڊاڪٽر گربخشاڻي صاحب ڪئي. هن صاحب ٽن جلدن تي مشتمل 18 سُرن ما ن سنڌس راءِ مطابق ڏاريو ڪلام خارج ڪري مختصر شرح ۽ ذڪين لفظن جي معنيٰ سان شايع ڪيا. باقي سُرن جي ڇنڊڇاڻ جو ڪم سنڌس وفات سبب رهجي ويو. هن ڪم ۾ ڊاڪٽر علامہ دائود پوٽو صاحب، ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ سان

عملي طرح سُبيلي رهيو. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي تحقيق جا سرچشما هيٺيان قلمي ۽ ڇاپي رسالا رهيا:

1. بلڙي وارو قلمي نسخو، جيڪو 1780ع ۾ لکيو ويو هو.
2. پٽ وارو قلمي نسخو (پر تمر فقير جي اوطاق ۾ رکيل گنج شريف نہ) بقول ٻانهون خان شيخ ،ص: 13
3. مير عبدالحسين سانگي وارو قلمي نسخو.
4. برٽش ميوزيم وارو قلمي نسخو.
5. اَرنيسٽ ٽرمپ وارو ڇاپو، سنہ 1866ع.
6. قاضي محمد ابراهيم وارو ڇپايل بمبئي ڇاپو، سنہ 1867ع (1283هہ)
7. سرڪاري ڇاپو، تعليم کاتي سنڌ جو ڇپايل، سنہ 1900ع.
8. مرزا قليچ بيگ وارو ڇاپو، سنہ 1913ع.

ڊاڪٽر گربخشاڻي وارو رسالو هڪ تہ اڻپورو رهجي ويو ۽ ٻيو تہ هن صاحب شاهہ صاحب جو ڪافي ڪلام پنهنجي مرضيءَ مطابق ڌاريو سمجهي ڪڍي ڇڏيو. ڊاڪٽر گربخشاڻي خود پنهنجي نسخي لاءِ لکيو آهي، ”جيئن گلاب جي ٻوٽي کي وليون ويڙهي ويندڙيون آهن تہ. گلاب جو ذاتي حُسن ڍڪجي ويندو آهي. تيئن ڌارئي ڪلام بہ شاهہ صاحب جي ڪلام جي سوڀيا تي اثر وجهي. ان کي البت ڍڪي ڇڏيو آهي. تنهن ڪري ڌاتو هٿ ۾ کنيو اٿم تہ اَهي وليون ڇانگي ڌار ڪريان تہ شاهہ صاحب پنهنجي نوراني جمال ۽ جلال سان نظر اچي.“ ص:79.

ڊاڪٽر گربخشاڻي صاحب جي پنهنجي متين راءِ (مجموعي طور رسالي جي صحت) متعلق اُن دور ۾ ڪيترن ئي عالمن ۽ محققن واويلا ڪئي ۽ تڏهن جي اخبارن ۽ رسالن ۾ تنقيدي ليک لکيا ويا، ڪن جاڻي واڻي رسالي جي خامين کي لڪائيندي ڊاڪٽر صاحب جي پر ڪنئي تہ ڪن وري اصولي طور تنقيد ۾ مخالفت ڪئي. هن ۾ پيرو مل مهر چند آواڻي جيٺ مل. ليلا رام نمايان رهيا. هن دور جي انهن تنقيدي لکڻين ۾ سنڌي ادب ۾ پهريون ڀيرو تنقيد کي اهميت ملي ۽ اهي لکڻيو ن تحقيق ۽ تنقيد جا عمدا مثال آهن. جن مان سنڌن وسيع علم ۽ شاهہ جي رسالي جي ڳوڙهي اڀياس ۽علم لغات جي ساک ملي ٿي. اهوئي سبب آهي جو شاهہ صاحب جي ڪلام جو اڀياس ڪندڙن لاءِ انهن مضمونن کي وڏي اهميت آهي. هن رسالي جون جيڪي خاص خاميون سامهون آيون، انهن مان هڪ هيءَ هئي تہ ڊاڪٽر صاحب پنهنجي

سمجهہ تحت رسالي مان 1000 کن بيت ڪڍيا. رسالي جي پڙهڻين ۾ ڦيرقار ڪري پنهنجي طرفان قياسي پڙهڻيون مقرر ڪيون ۽ اهڙيءَ طرح رسالي جي Text سان هٿ چراند ڪئي. روحاني رازن جي تشريح غلط ڪئي ۽ ڪيترن ئي لفظن جي اصطلاحن جي معنيٰ بہ غلط ڏني.

هنن سڀني خامين لاءِ جيٺمل لکيو تہ: ”جتي صاف ظاهر آهي تہ فلاڻا بيت ٻين شاعرن جا آهن ۽ زوريءَ رسالي ۾ ٺنبيا ويا آهن. انهن کي ڏاريو ڪلام ليکي رد ڪرڻ ۾ ڪنهن کي بہ اعتراض نہ آهي، پر اهڙا بيت جيڪي ٻوليءَ ۽ عبارت مان بلڪل شاهہ لطيف جا چيل ٿا لڳن ۽ شاهہ جي رسالي جي آڳاٽن قلمي نسخن توڙي شروعاتي ڇاپن ۾ بہ موجود آهن، انهن کي رد ڪرڻ لاءِ گربخشاڻي ڪي بہ وزندار دليل پيش نہ ڪيا آهن. اهڙن بيتن جو تعداد هڪ هزار کن ٿي ويندو. انهن کي شاهہ صاحب جي رسالي مان بلڪل ڪڍي ڇڏڻ جڻ تہ خون ڪرڻ برابر آهي.... جيڪا ڳالهہ سنڌي ساهت لاءِ وڏو هاڃو ڇئبي. انهيءَ ڪري ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واري ڇاپي کي رسالي جي صحيح نسخي هئڻ جي مهر لڳائڻ واجب نہ آهي.“

هيءَ حقيقت آهي تہ ڏارئي ڪلام ۾ ٻين شاعرن جي ڪلام کان سواءِ اُهي بيت جيڪي معتبر نسخن ۾ شاهہ صاحب جي نجي ڪلام جي حيثيت سان موجود هئا، انهن کي ڊاڪٽر گربخشاڻي بنا ڪنهن تنقيدي اصولن جي ڪڍي ڇڏيو. اهڙن بيتن جا مثال هن مضمون ۾ اڳ ذڪر ڪري آيا آهيون، پر جيٺمل اڃا وڌيڪ بہ لکيو آهي تہ، ”گربخشاڻي ڪيترن لفظن ۽ بيتن جي صحيح ۽ روحاني معنيٰ سمجهائي نہ سگهيو آهي.“ هي سلسلو تہ هر محقق ۽ عالم ويندي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ ٻانهو ن خان شيخ تائين هلندو آيو آهي.

جيٺمل اڃا وڌيڪ جامع راءِ ڏيندي لکيو تہ، ”شاهہ عبداللطيف ڀٽائي کي پروفيسر گربخشاڻي سوڌيو نہ آهي، پر لوڙيو آهي.“ نہ رڳو جيٺمل پر پيرو مل چند آڏواڻي جيڪو پهرئين ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي پر ٻيٺو رهيو، آخر ان کي بہ رسالي جي مجموعي صحت ۽ ان ۾ موجود خامين کي محسوس ڪندي آخر چوڻو پيو تہ، ”لفظن ۽ اصطلاحن جي معنيٰ ڏيڻ ۾ پاڻ گربخشاڻي گهڻي ۾ گهڻيون چُوڪون (ڇُڪون) ڪيون آهن.“ (ص:149، ڪتاب: گربخشاڻيءَ وارو شاهہ جو رسالو منهنجي نظر ۾) ۽ وڌيڪ ساڳئي ڪتاب جي ص: 137 تي لکيو اٿس، ”مون کي معنيٰ ۽

شرح واري ڀاڱي ۾ هيل تائين ائين ڏسڻ ۾ آيو آهي تہ جيترين غلطيون بين جون ٻڌايون اٿس، تن کان وڌيڪ پاڻ ڪيون اٿس."

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، جهنجهي ۽ ٻانهون خان شيخ وارن رسالن کي ڇڏي باقي 10 رسالن ۾ بيتن ۽ واين جو ڪل تعداد 4541 ٿئي ٿو. گنج شريف ۾ بيتن ۽وارين جو ڪل تعداد 4328 آهي ۽ ٻانهون خا ن شيخ جي رسالي ۾ بيتن ۽واين جو ڪل تعداد 4769 ٿئي ٿو. جيڪڏهن ڊاڪٽر صاحب 18 سُرن جي بيتن جي ڪل تعداد مان 1000 کن بيت ڪڍي ڇڏيا آهن تہ پوءِ باقي 12 سُرن مان گهٽ ۾ گهٽ 600 کان 700 کن بيت نڪرڻ کپندا هئا ۽ جيڪڏهن رسالو مڪمل 30 سُرن جو نهي ها تہ خارج ٿيل بيتن جو تعداد گهٽ ۾گهٽ 1600 کان 1700 کن بيهڻ گهرجي ۽ اهڙيءَ طرح ڊاڪٽر گربخشاڻي 35 سيڪڙو کان 38 سيڪڙو بيتن کي ڏاريو ڪلام قرار ڏئي ڪڍي ڇڏي ها. ايڏي تعداد ۾بيتن کي ڏاريو قرار ڏيڻ جي انديشي کي محسوس ڪندي مرزا قليچ بيگ چيو تہ، "پروفيسر گربخشاڻي جيڪي هڪ هزار کن بيت ڪڍي ڇڏي، تن لاءِ ڪا سَند ڏئي، ڇو تہ انهيءَ جي جوابداري مٿس آهي."

مطلب تہ ڊاڪٽر گربخشاڻي تنقيد جا ڪي اصول واضح نہ ڪيا، جيڪي اڳتي لاءِ شاهه جي ڪلام جي پرک جا معيار مڄڻ ۾ اچن ۽ نہ عملي تحقيق ڪئي، ۽ نہ ئي ان دور جي رسالي جي ڄاڻو سگهڙن ۽ فقيرن جي علم ۽ ڄاڻ جو فائدو ورتو، جڏهن تہ اڄ کان 70 سال اڳ واري دور ۾ رسالي جا ڄاڻو، ٻوليءَ جي تلفظ ۽ پڙهڻين جي درستگيءَ ۾ رهنمائي ڪندڙ لفظن ۽ اصطلاحن جي چُنڊ ۽ صحيح معنيٰ ۽ تشريح ڪندڙ سگهڙ ۽ فقير ججهي تعداد ۾ حيات بہ هوندا. ڊاڪٽر صاحب سنڌ جي ٻهراڙين ۾ وڃي شاهه سائين جي اڻڇپيل ڪلام کي سهيڙڻ جي بہ ڪا ڪوشش ڪانہ ڪئي. جڏهن تہ اهڙو اڻ ڇپيل ڪلام اڄ تائين سامهون ايندو رهي ٿو.

محمد سومار شيخ جا بہ ڪتاب "شاهه جا گم ٿيل بيت" ۽ "سُر مارئي" ۽ "اَملهہ اڻ توريا" ڪتاب جيڪو شاهه صاحب جي اڻ ڇپيل ڪلام جو مجموعو آهي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ٻانهون خان شيخ جي رسالن ۾، اڳ جي ڇپيل رسالن کان ٻاهر جا بيت موجود هئڻ منهنجي طرفان 1000 کان وڌيڪ نج شاهه سائين جا بيت هٿ ڪرڻ هن حقيقت جو اظهار آهن تہ شاهه سائين جو مڪمل ڪلام اڃا هٿ ٿي نہ سگهيو

آهي. اهڙي قسم جو اظهار درگاه ڀٽ شاهه جي تڏهن واري گادي نشين، ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ سان هيئن ڪيو هو: "گنج مان ڪي ڪي بيت اهڙا پيا لين جي رسالي جي ڪنهن به نسخي ۾ اڳ درج ٿيل نه آهن."

هن حقيقت کي پيرومل وڏيڪ اهميت ڏيندي لکيو: "مطلب ته رسالي جا جيڪي به نسخا موجود آهن، سي سڀ اڻپورا آهن ۽ ڪو ڪلام آهي جيڪو اڃا ڇپيو ئي ڪونهي، تنهن ڪري سچو رسالو جنهن کي چئجي سو آهي ئي ڪونه." (ص:67 ڪتاب: "گربخشاڻيءَ وارو رسالو منهنجي نظر ۾"). مان ته اڄ به پروسي سان چوان ٿو ته ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ٻانهون ۽ گنج جهڙن رسالن ۾ جيڪي 50 کن قلمي ۽ ڇاپي رسالي، جن ۾ ڀٽ ۽ ٻلڙي جهڙا اڳاٽا نسخا به شامل آهن، پيتڻ باوجود شاهه سائين جو نه سمورو ڪلام سهيڙجي سگهيو آهي ۽ نه ئي پڙهڻين، تشريح ۽ معنيٰ ۾ ڪا مدد ملي آهي.

پيرو مل جي هڪ ٻئي حوالي جو ذڪر سندس ساڳئي ڪتاب ۾ ص: 81 ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي رسالي متعلق هن طرح ملي ٿو. "ڪيترن ئي هنڌن تي گربخشاڻي رسالي جي بيتن جون پڙهڻيون رد ڪري پنهنجو قياسي پڙهڻيون مقرر ڪرڻ ۾ غلطي ڪئي آهي.... گهڻن ئي بيتن ۾ هن اڳاٽن قلمي نسخن ۽ ڇاپن جون پڙهڻيون مول پاٺ Text ۾ ڏنيون آهن. تنقيد جي اصولن موجب اها وات ونڻ جڻ ته اصل شعر سان هٿ چراند ڪرڻ آهي. جيڪڏهن هرڪو ان طرح رسالي جي مول بيتن ۾ ڦير ڦار ڪري پنهنجي پسنديءَ موجب پڙهڻيون مقرر رڪندو ته پوءِ "شاهه جو رسالو" ڦري "آئي وئي جو رسالو" تي پوندو." جيٺ مل ۽ پيرو مل جي گربخشاڻي واري شاه جي رسالي متعلق اهڙن ويچارن جو سلسلو نه ڪُتندڙ آهي ۽ جيئن ص: 213، 64 ۽ 86 تي پيرو مل لکيو آهي: "گربخشاڻيءَ واري ڇاپي ۾ اڃا به ڪجهه وڏيڪ سڌارن ڪرڻ جي ضرورت آهي.... اسين ڪٽي اٿين سمجهنداسين ته سچو رسالو ڪونه ڪڍيو اٿس.... صحيح نسخو جنهن کي چئجي، سو بنهه آهي ئي ڪونه. ايترو چئبو ته رسالي جا جيڪي به نسخا، چيپل توڙي اڻ چيپل هتي سنڌ جو سنڌ ۾ ملي سگهن ٿا، سي وري ڪو نئين سر پيٽيندو ته ممڪن آهي ته ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ وارين ڪن پڙهڻين کان ڪي وڏيڪ ۽ سهڻيون پڙهڻيون هٿ ڪري سگهندو."

هن رسالي جي قدر شناسي تڏهن به ۽ اڄ به. سڀني سنڌين عام توڙي

خاص ڪئي آهي. ڪن محققن، عالمن ۽ اديبن هن رسالي تي نڪتہ چيني ڪئي تہ ٻئي طرف وري ڪن ٻين محققن، عالمن ۽ اديبن هن جي آجيان ڪئي آهي. جيئن پيرومل رسالي جي پهرئين جلد ڇپجڻ سان ئي پنهنجي راءِ جو اظهار ڪندي لکيو: "ڪتاب آهي جنسي سون جو ٽڪر پر ڊاڪٽر گربخشاڻي صاحب منجهس مٽ جو ڳوڙهو ڳنڍي ڇڏيو آهي، جنهن سندس سڄي رسالي جو قدر گهٽائي ڇڏيو آهي." (ص: 139، ڪتاب: گربخشاڻيءَ وارو رسالو منهنجي نظر ۾) ان کان علاوه آغا صوفي سچل سائين جي رسالي ۾ ڊاڪٽر تي چوهہ چنڊيا هئا ۽ شيخ سازعلي سان پڻ سنڌوا اخبار ۾ ڊاڪٽر تي ناراضپو ڏيکاريو هو.

هن قسم جي بحث مباحثي سنڌي ادب ۾ تنقيد جي فن کي هڪ نئون موڙ تہ ڏنو پر رسالي جي مجموعي صحت ۾ ڪو خاطر خواهہ سڌارو نہ آندو، اهڙو اظهار پيرومل پنهنجي ڪتاب جي ص: 137، 138 تي لکيو آهي، "انهيءَ وقت ئي رسالي جي جلد پهرئين ۾ ڪي ٿوريون ٿوريو ن خاميو ن آهن، تہ بہ ايترو چئبو تہ محنت ڪرڻ سان پنهنجي وسان گهٽايو ڪين اٿس... انهن ٽنهي جلدن ۾ اسان کي ڪي سڌارا ڪپن تہ اهي ڳالهيون سندن ڌيان تي آڻڻ اسان جوئي فرض آهي."

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي رسالي جي ٽنهي جلدن ڇپجڻ کان ڪجهہ سال پوءِ جڏهن تعليم کاتي سنڌ طرفان هن رسالي جي سُر سسئيءَ جي پنجن سُرن کي ڪاليج ۾ درسي طور پڙهائڻ جو فيصلو ڪيو ويو تہ پيرو مل هڪ دفعو وري لکيو: "..... اهي سُر مون کي پاڙهڻا هئا، تنهن ڪري انهن جو نئين سر اڀياس ڪيم تہ گهٽيون چوڪون لڌيم ئي انهن سسئيءَ وارن سرن مان اڪثر رڳو ڪن لفظن جا بنياد غلط ڄاڻايا اٿس." (ص:151) رسالي جي مجموعي صحت جي صورتحال کي محسوس ڪندي پيرو مل : 168 ۽ 167 تي لکيو تہ: "هيئن ليک لکڻ ۾ منهنجو مطلب ئي اهو آهي تہ هن رسالي کي اجا بہ ڪجهہ وڌيڪ سڌارڻ جي ضرورت ظاهر ڪريان.... هن رسالي جو نئون ڇاپو اهڙو نڪري جو هرڪو ان کي سَند سمجهي.... اُميد تہ اهڙي ڪا ڪوشش جلد ٿيندي، جو رسالي جو سوڌيل نسخو صحيح معنائن سان اسان کي جلد ملندو ۽ سنڌ جي هڪ وڏي گهرج پوري ٿيندي."

پيرومل جي هيءَ گهرج تہ شاهہ جي رسالي جو صحيح نسخو معنائن سان ڇپجي، سي اڻ ڇپيل ڪلام ان ۾ شامل هجي، درست پڙهڻيون

مقرر ڪجن ۽ هڪ مستند ۽ مڪمل رسالو نهي. سنڌ جي واقعي پراڻي گهرج آهي. جيڪا اڄ کان 138 سال اڳ ترمپ واري ڇاپي نڪرڻ وقت به هئي ته هينئر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ٻانهي خان جي رسالي ڇپجڻ کان پوءِ به پوري نه ٿي آهي. اسان اڄ به اتي ئي بيٺا آهيون. رسالن کي ردي ٺٿو نهرائي سگهجي، پر انهن جون غلطيون، صوفيانا اصطلاح، ڏارين ٻولين جا لفظ فقرا سڌارجن ۽ تنقيد جا ڪي متفقه معيار طئي ڪري انهن کي خبرداريءَ سان استعمال ڪندي نجي ۽ ڏارئي ڪلام جي پرک ڪرڻ گهرجي، هونئن به علم لغت سان ئي ٻوليءَ ۽ ادب جي ترقي ممڪن آهي پر ان جو ڪنهن به قابل قدر سماءُ نه لڌو آهي. بيتن جي ترتيب موضوع ۽ ڪهاڻيءَ جي سلسليوار مرحلن تحت هئڻ گهرجي. هن ڏس ۾ هاڻوڪي دور ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ ٻانهون خان پلوڙ ڪم ڪيو آهي. سند ن ترتيب ڏنل رسالن کي ڏسبو ته ان مان پڌرو آهي ته رسالن تي پورهيو به پورهئي جهڙو ڪيو اٿن پر بيتن جي تعداد ۾ اختلاف اڃا قائم آهي. معني ۽ پڙهڻين ۾ نه رڳو فرق آهي پر غلطيون به موجود آهن ۽ ان کان علاوه ڪن بيتن جون اضافي سٽون سندن رسالن ۾ موجود نه آهن. اهڙن بيتن ۾ ڪجهه آيتون ته ڪتي شاهه صاحب جو نالو مبارڪ به آهي. اهڙو اظهار ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو پنهنجي ”شاهه عبداللطيف ڀٽائي تي ٿيل تحقيق“، ڪتاب عنوان”شاهه جي تحقيق“ ڇاپايل شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر ڪراچي. سال 1995ع، ص: 68 تي ڪيو آهي، ”شاهه جي رسالي تي جيڪو به ڪم ٿيو آهي، انهن ڪتاب ۾ ڏسنداسين ته جن به اسڪالرن ڪم ڪيو آهي، انهن رڳو مواد گڏ ڪيو آهي. منهنجي خيال ۾ اوهان هت اُن گڏ ٿيل مواد بابت تحقيق لاءِ آيا آهيو.“

# قاضي، آڏواڻي، شهواڻي، قاسمي، انصاري، ڏيپلائي، گنج ۽ جنجهي جن جي ڇپيل رسالن جو تحقيقي ۽ تقيدي اڀياس

ڊاڪٽر گربخشاڻي کان پوءِ جي محققن غلام محمد شاهواڻي، غلام مصطفيٰ قاسمي، علامه آءِ آءِ قاضي، محمد عثمان ڏيپلائي، ڪلياڻ آڏواڻي ۽ عثما ن علي انصاري به ڪا خاطر خواه تبديلي ڪونه آندي. صرف پراڻي ڇاپي ۽ ڪجهه قلمي نسخن کي نظر ۾ رکي بيتن جي ڪٽ ڪوٽ ڪري صرف نالا ڳڻايا. سنه 1950ع ۾ غلام محمد شاهواڻي ڊاڪٽر گربخشاڻي جي ڇپايل 18 سرن ۾ بمبئي واري ڇاپي جي ڪجهه بيتن جو اضافو ڪري سُر شينهن ڪيڏارو ڪيڏي 30 سرن تي متشتمل رسالو ڇپايو ۽ صرف هر صفحي جي هيٺان تري ۾ ڏکين لفظن جي معنيٰ ڏني اٿس. هن رسالي ۾ به بيتن جي ڪوٽ ۽ ٻين خامين جي ڇاپ قائم آهي. پڙهڻين ۽ تلفظ جي معنيٰ جي غلطين سان گڏ بيتن جي اضافي سٽن جي غيرموجودگي به هن رسالي جون اهم خاميون ڳڻجن ٿيون. جيئن ڊاڪٽر علامه دائود پوٽو پنهنجي مضمون "رسالي جا قديمي نسخا" نئين زندگي نومبر 1953ع ۾ لکيو: "غلام محمد شاهواڻي صاحب وارو رسالو صوري ۽ معنوي لحاظ کان بلڪل معيوب ۽ نادرست آهي." سنڌ سرڪار جي 1900 واري ڇاپي جي ترتيب ۽ سٽاءَ کي هوبهو قائم رکندي 1951ع ۾ علامه غلام مصطفيٰ قاسمي رسالو ڇاپيو. هي رسالو شينهين ڪيڏارو ڪيڏي باقي 35 سرن تي ڇاپيو ويو. معنيٰ به گهٽ لفظن جي ڏنل آهي. شرح کان بلڪل وانجهيل آهي. صرف چند بيت بمبئي ۽ غلام محمد شاهواڻي واري ڇاپي تان کنيا ويا آهن.

1958ع ۾ هندوستان ۾ پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻي شاهه سائين جو رسالو ڇپايو. هي پهريون رسالو آهي، جنهن ۾ هر صفحي تي هيٺ تري ۾ مشڪل لفظن جي معنيٰ سان گڏ هر بيت جي سامهون سليس نثري

سنڌي سمجهاڻي لکي وئي آهي. هي رسالو پڙهندڙن لاءِ ۽ خاص طور نوجوان پيڙهي لاءِ ڪارائتو ثابت ٿيو. هن کان علاوه ورهاڱي کان پوءِ لڏي ويل سنڌين لاءِ سنڌن ٿي ماحول ۾ هن رسالي جو هٿڻ وڏي پال پلائي پڻ ثابت ٿي، هن رسالي ۾ بہ خامين جي کوٽ نہ آهي.

1959ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ طرفان علامہ آءِ آءِ قاضي جو ترتيب ڏنل رسالو ڇپيو ويو. هن صاحب جي تحقيقي ڪيتر جي سرحد بہ رواجي سرڪاري ادارن ۽ اڳ ڇپيل رسالن تائين هئي ۽ صرف بمبئي ڇاپي جو ڏاريو ڪلام سمجهي ڪيترين بيتن مان ڪن بيتن کي رسالي ۾ شامل ڪيو ويو پر سر ڪيڏارو خارج ڪيو ويو ۽ ڪي واضح دليل بہ ڪونہ ڏنا ويا. جڏهن تہ هن صاحب جي علمي ساک ۽ شاهہ سائين تي لکيل جڳ مشهور مقالي "شاهہ عبداللطيف ڀٽائي دنيا جو وڏي ۾ وڏو شاعر" ۾ ڏنل سنڌس ويچارن جي برعڪس نتيجو نڪتو. هن رسالي جي آخر ۾ ڪجهہ مشڪل لفظن جي معنيٰ ڏني وئي آهي.

محمد عثمان ڏيپلائي ۽ عثمان علي انصاري ۽ مٿي ذڪر ڪيل رسالن کي مطالعي هيٺ آڻيو تہ پتو پوندو تہ رسالي جي تحقيقي ڪيتر ۾ خامين جي کوٽ نہ آهي. ڪنهن بہ عالم مستند ۽ مڪمل رسالو ڪونہ ڏنو آهي ۽ اڻ ڇپيل ڪلام کي بہ رسالي ۾ آڻڻ ۽ سڌارن آڻڻ جي ضرورت محسوس ٿيندي رهي آهي محمد عثمان ڏيپلائي 1950ع ۾ لکيل عبرت ڪتابي سلسلي "شاهہ جي رسالي جا رهبر" ڪتابڙي ۾ شاهہ جي ڪلام تي راءِ ڏيندي سر سامونڊي جي وڻجارين طرفان جر کي جاتون ۽ اکا ڏيندڙمفهوم وارو بيت هندو مذهب جي عڪاسي ڪندڙ بيت قرار ڏئي رد ڪيا. ان کان علاوه سر رامڪلي، سُر کاهوڙي ۽ سرپورب جي فقيرن وارا بيت پڻ رد ڪرڻ جو فيصلو ڏنو.

"شاهہ جي رسالي جو رهبر" ڪتاب جي پهرين صفحي عرض حال عنوان هيٺ محمد عثمان ڏيپلائي رسالي مان بيت خارج ڪرڻ جي ارادي جو اظهار هيئن ڪيو آهي: "ڪجهہ عرصي کان رسالي عبرت ۾ شاهہ جي رسالي جي انهن بيتن جو انتخاب شايع ٿيو جي خدا پاڪ ۽ رسول پاڪ ﷺ جي حڪمن ۽ تعليم جي خلاف هئا. ڪن شيطان موالين اهي پنهنجي طرفان ناهي شاهہ صاحب جي رسالي ۾ ملائي ڇڏيا. آهن لاءِ تہ خلق انهن کي شاهہ جا سمجهي انهن جي پيروري ڪري شيطانيءَ ۾ وڃي پوي." محمد عثمان ڏيپلائي جي هن حوالي ۾ جيڪي

ٻاهيون سامهون اچن ٿيون هي آهن: هڪ ته رسالي ۾ ڪي اهڙا بيت آهن، جيڪي الله پاڪ ۽ رسول ﷺ جي تعليمات جي خلاف آهن، اهي به رسالي مان خارج ٿيڻ گهرجن. هاڻ سوال ٿو پيدا ٿئي ته اهي بيت ڪهڙا آهن، جن کي محمد عثمان ڏيپلائي صاحب الله ۽ رسول ﷺ جن جي تعليمات جي خلاف ٿو سمجهي ۽ بيو اهو ته اهڙن بيتن جي معنيٰ ۽ مفهوم کي ڪير ۽ ڪيئن طئي ڪجي ته ڪهڙا بيت اسلامي آهن ۽ ڪهڙا بيت غيراسلامي آهن؟ باقي اهڙا بيت جيڪي سيني محققن پڻ رسالن ۾ شاهه صاحب جي نجي ۽ پنهنجي سچي ڪلام طور شامل ڪيا آهن، پر محمد عثمان ڏيپلائي اهي بيت پنهنجي تنگ نظري سبب خارج ڪيا آهن. اها شاه سائين جي ڪلام سان هٿ چراند ۽شاهه صاحب جي فڪر سان منافقي آهي. محمد عثمان ڏيپلائي طرفان خارج ڪيل بيتن جي سڃاڻ هن طرح ص: 8 ۽ 9 تي ملي ٿي:

1ـ پاڻ ئي جل جلالهٗ، پاڻ ئي جان جمال،
پاڻ ئي صورت پرين جي، پاڻ ئي حسن ڪمال،
پاڻ ئي پير مريد ٿئي، پاڻ ئي خوب خيال،
سڀ سڀوئي حال، منجهان ئي معلوم ٿئي.
(سُر ڪلياڻ)

(هي بيت بمبئي، خان، گربخشاڻي ص: 84 ۽ ڊاڪٽر بلوچ ص: 134 جي رسالن ۾ موجود آهي.)

2ـ سڄڻ ساهه پساهه ۾، پرين پاڻ پساهه
وفي ان فسڪم افلاتبصرون، سچو اِي گواهه
(هي بيت بمبئي ص: 365 خان ص: 427 ۽ مرزا قليچ بيگ ص: 787 جي رسالن ۾ موجود آهي).

3ـ وياسون پاٽان، سڀ ٿياسون سپرين،
ڄاڻي جي ڄاٽان، رتي رهي نه هيڪڙي.
(هي بيت بمبئي ص: 366 خان ص 428 مرزا قليچ بيگ ص 787 جي رسالن ۾ موجود آهي).

4ـ نڪا ابتدا عبد جي، نڪا انتها،
سي وڃڻ کي ويا، جن سڃاتو سپرين.

(هي بيت ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب واري رسالي ص: 142 تي موجود آهي).

5۔ اسين سڪون جن کي، سي تان اسين پاڻ،
لم يلد ولم يولد، ونءَ اوڏانهن پيهي.

(هي بيت مرزا قليچ بيگ جي رسالي جي ص: 779 ۽ سواءِ گر بخشاڻي جي باقي ٻين رسالن ۾ سَرآسا ۾ آهي).

6۔ ڏسڻ ڏسين جي، تہ همہ کي حق چئين،
شارڪ شڪ م ني، انڌا انهيءَ ڳالهہ ۾.

(هي بيت ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي رسالي جي ص:140 ۽ٻين رسالن ۾ موجود آهي)

7۔ پيهي جان پاڻ ۾، ڪيم روح رهاڻ،
نڪو ڏونگر ڏيهہ ۾، نہ ڪا ڪيچين ڪاڻ،
پنهون ٿيس پاڻ، سسئي تان سور هئا!

(هي بيت مرزا قليچ بيگ جي رسالي ۾ ص: 260 تي موجود آهي).

8۔ وهم ورساياس، نات پنهون آءُ پاڻ هئي،
پاڻ وڃايم پنهنجو، پيئي پريان جي پاس،
رتي علم نہ راس، ڏاران پسڻ پرين جي.

(هي بيت مرزا قليچ بيگ ص: 262 تي رسالي ۾ موجود آهي).

مٿي لکيل سڀ بيت همہ اوست يا وحدت الوجود جي نظريي جا بيت آهن. معرفت ۽ حقيقت ۽ الوهيت جي مفهوم ۽ منزل وارا بيت آهن. هاڻ محمد عثمان ڏيپلائي کي جيئن سمجهہ ۾ اچي ٿو تہ اها سندس سوچ آهي پر حقيقت ۾ ائين ناهي. ساڳئي ڪتاب جي ص 11 تي لکيو اٿن: ”۽ رسول الله ﷺ جن جي حديثن ۾ بہ ڪوڙيون ۽ قرآن جي خلاف حديثون ملائي ڇڏيون آهن ۽ اوليائن سڳورن بابت بہ ڪوڙا آهن، ڪوڙا بيت ناهي سندن ڪلام ۾ ملائي ڇڏيندا آهن....“ هن نظرئي جي ڪُوڙائي جي ٿينچي هيٺين بيتن کي ڪيڻ جي ڪٽ ڪئي. ص: 9 تي هيٺيان بيت درج ٿيل آهن:

1ـ جن وڃايو وجود، سي فنا ٿيا في الله سان،
نہ ڪن قيام، نہ قعود، نہ ڪو ڪن سجود،
جيلانهن ٿيا نابود، تيلانهن رسئا بود کي.
(هي بيت ڊاڪٽر بلوچ جي رسالي جي ص:141 ۽ ٻين رسالن ۾ موجود آهي).

2ـ لنگ ڪيڀائون لانگ ،موتي ڪن نہ مسحو،
اسلامان اڳي هئي، سا سٽيائون ٻانگ،

3ـ ورد وظيفا وسريا، نہ ڪي رهي ياد نماز،
هينئڙو بحري باز، چائي چنبن ۾ ڪيو.
(هي بيت ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي رسالي ۾ ص: 445 تي لکيل آهي)

4ـ ڪافر ٿيءُ تہ اُبهين باب شرع جا ڇڏ،
من مشرڪن گڏ، تہ ويجهو ٿئين وصال کي.
(هي بيت ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي رسالي جي ص:141 ۽ ٻين رسالن ۾ موجود آهي.)

7ـ ظاهر ۾ زاني، فڪر منجهہ فنا ٿيا،
تن کي تعليم جي، ڪڙهہ اندر ڪاني،
حرف حقاني، دور ڪيائون دل ۾.
(هي بيت ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي رسالي جي ص:137 تي ۽ ٻين رسالن ۾ موجود آهي.)

هن بيت ۾ هڪ اهم نقطو توجهہ طلب آهي تہ لفظ "زاني" يا "ظاني" معنيٰ ۽ مفهوم سبب محمد عثمان ڏيپلائي لاءِ اعتراف جو سبب بڻيو آهي. انهن ۾ غلطي اڄ تائين هر محقق ڪئي آهي ۽ محمد عثمان ڏيپلائي ان غلطيءَ جو فائدو ورتو آهي. لفظ زاني زناڪار تہ بلڪل غلط آهي ۽ ڪن محققن هن لفظ کي "ظاني" لکيو آهي، ۽ ان جي معنيٰ لکي آهي: ظن ڪندڙ، گمان ڪندڙ، شڪ ڪندڙ (تہ ائين آهي يا نہ)" ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ص: 137. هي معنيٰ بہ بلڪل غلط آهي، ڇاڪاڻ تہ ظن يا شڪ ڪندڙ سالڪ نٿو ٿي سگهي ۽ بيت جي باقي ٻن سٽن جي

معنيٰ ۽ مفهوم جي دلالت بہ ٿئي ٿي. تنھن ڪري اهو لفظ آهي "زماني" ۽ معنيٰ ٿيندي تہ ظاهر ۾ زماني جهڙا. زماني جي ڪار وهنوار ۾ آهن پر فڪر منجهہ فنا آهن. پوري رسالي ۾ صورتخطي، تلفظ، معنيٰ ۽ شرح جا اهڙا ڪيترائي هاڃا ٿيل آهن ۽ انهن کي درست ڪرڻ ۽ سڌارا آڻڻ جي اشد ضرورت آهي.

ص: 13 تي محمد عثمان ڏيپلائي وري ساڳئي دليل کي دهرائيندي لکيو آهي تہ...... اسان وٽ خدا پاڪ جي ڪسوٽي قرآن مجيد ۾ موجود آهي. اسان جي دل جو سرور آهي. اسانجي روح جي راحت ۽ دماغ جي طراوت آهي. جيڪو بيت انهيءَ جي مخالف آهي ۽ شيطاني تعليم سان پرپور آهي، سو شاھ صاحب جو چيل نہ آهي ۽ اهو جلائڻ لائق آهي." هاڻ سوال ٿو پيدا ٿئي تہ جلائڻ لائق ڪير آهي! شاھ صاحب جو اهڙو ڪلام جيڪو محققن جي نااهلي سبب غلط تشريح ۾ آيو يا اهي محقق جن اعليٰ قسم جي فڪري ڪلام کي نہ سمجهندي جلائڻ جا جتن ڪيا؟ اهي محقق تہ آلن ٿوئن ۾ ساڙڻ جهڙا آهن. جن پنهنجي جهالت کي لطيفي فڪر سان سلهاڙيو آهي.

محمد عثمان ڏيپلائي صاحب ص: 13 تي چيو آهي: "پر جيڪي ٿوري علم وارا آهن ،سي ويچارا اٽڪاٽائي سبب منجهي پوندا آهن. ان ڪري ضروري آهي تہ هيرن کان شيشا پڪڙيل هجن. شاھ جي اصلي بيتن کي نقلي بيتن کان ڌار ڪيو وڃي. مون انهيءَ مراد سان قسطن ۾ "شاھ جا جواهر" بہ ڇپڻ شروع ڪيو آهي." اڃا بہ وڌيڪ لکي ٿو: "گهربو تہ ائين هو تہ منهنجي انهن لکڻين تي سنجيدگيءَ سان غور ڪجي ۽ منهنجي چونڊيل بيتن خواه ۽ ان کان سواءِ رسالي جي بيتن کي بہ قرآن سان ملائي نکيڙيو وڃي ها ۽ جعلي شيطاني بيتن کي واقعي رسالي مان ڪڍڻ لائق سمجهيو وڃي ها." (ص: 14 ۽ هيٺيان بيت خارج ڪرڻ لاءِ ص: 4، 18 ۽ 19 تي انهن جي نشاندهي ڪيائين:

1۔ جيسلميرياڻيون جڳ ۾، اڃا پڻ آهين،
وڃيو لڳ لائين، الله ڪارڻ لوڪ سان.
(هي بيت املھ اٽتوريا جي ص: 92 تي لکيل آهي.)
2۔ تن جيسلميرياڻين جس، جي الله ڪارڻ لنديون،
لاٿائون لطيف چئي مٿان قلب ڪس،

هت بہ رهائيون رس، هُت بہ گڏيون هوت کي،
(هي بيت رسالي "املھ اڻ توريا" جي صفحي 93 تي لکيل آهي).

3_ سيوا ڪر سمنڊ جي، جت جر وهي ٿو جال،
سوين وهن سير ۾، ماڻڪ موتي لال،
جي ماسو مليئي مال، تہ پوڄارا پُر ٿئين.
(هن بيت ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جي رسالي ۾ صفحي 194 تي لکيل آهي).

4_ اڀيون تڙ پوڄين، وهون وڻجارن جون،
آڻيو اُکا ڏين، ڪتورين سمنڊ کي.
(هي بيت ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جي رسالي ۾ صفحي 222 تي موجود آهي).

5_ جن ڪارڻ مون، تڙ پوڄارا پوڄيا،
پنيم اميدون، سڄڻ سي ئي آيا،
(هي بيت ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جي رسالي ۾ صفحي 222 تي موجود آهي).

محمد عثمان ڏيپلائي صاحب ص: 38 تي لکيو آهي: "...... سائين جن فرمائين ٿا تہ هي تہ ڪنهن محمد عثما ن ڏيپلائي کان بہ تمام وڏي وهابيءَ جو ڪم آهي." مطلب تہ صاحب موصوف پاڻ کي وهابي سڏائڻ ۾ عيب نٿو سمجهي، وڌيڪ لکيو اٿس تہ مون هن بيت تي اعتراض ڪيو هو. ص:39

مديني جا ماهہ، سڻ منهنجا سڏڙا
ڪارڻ لڳ الله، سگهو رسج سير ۾.
(هي بيت مرزا قليچ بيگ جي رسالي جي ص: 669 تي موجود آهي).

اهڙن ڪيترن ئي بيتن تي اعتراض ڪندي ص:65 تي لکيو اٿس: "اهي بيت ڪنهن جا بہ هجن پر رسالي ۾ نہ آهن. (شاهہ جا نہ آهن) مون متن اعتراض آندو آهي تہ رسالي جا هي بيت بہ گمراهي سان پريل آهن. توهان کي طاقت هجي تہ منهنجو هي لکڻ غلط ثابت ڪري ڏيکاريو.

اهي گمراهيءَ ۾ پيل آهن ۽ ڪنهن شيطان پنهنجي طرفان بنائي شاهہ صاحب رحہ سان منسوب ڪري ڇڏيا آهن“. هتي مان عرض ڪندو هلان تہ منهنجي چار عدد ڪتاب تصوف جي رمز ۾ ”نور محمد ﷺ“، ”حقيقت محمد ﷺ“ ۽ شان رسالت موضوعن متعلق ”حقيقت هن حال جي“ حصو 1، 2، 3 ۽ 4 ۾ اهڙن سيني بيتن جي تشريح ڪيل آهي ۽ ان کان علاوه باقي بين14 عدد ڪتابن جن مان بہ عدد انگريزيءَ ۾ آهن، انهن ۾بہ شاهہ جي مختلف موضوعن تي تشريح لکيل آهي ۽ هت انهن ڪتابن جو وڏيڪ تبصرو ڪرڻ ڊيگهہ ٿيندي.

محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي انهيءَ ڪتاب مان معلوم ٿئي ٿو تہ سندس سوچ مطابق رسالي ۾ اعتراض جوڳن بيتن جي ڳٽپ گهٽي آهي، جيئن جوڳين ۽ سامين وارا هيٺيان بيت آهن:

1۔ ”ويراڳين وسي رام، سدائين روح ۾.“

2۔ ”ناگا ناني هلايا، سامي سيپيئي،
وهڪ مون ويئي، آئون نہ جيئندي اُن ري.“

(هي بيت علامہ آءِ آءِ قاضي جي رسالي جي ص:155 ۽ خان صاحب جي رسالي ۾ پڻ موجود آهي).

3۔ ”راهہ ۾ گڏين رام، پنڌان چُنا ڪاپڙي.“

4۔ ”ٻيا پوجيندين ڪير، ڏوڏاٽي ڏوپ پري.“

5۔ ”ساٿين سڱ سندو، م ڇڄي جوڳئين،
هلڻ جو هنگلاج، اتر ڏي آ ديسين،
هو جي تيرٿ تڪين، جوڳين سوئي وسهوم.

محمد عثمان ڏيپلائي صاحب ص: 77 تي لکيو آهي تہ مون رسالي جي هن بيت تي اعتراض ڪيو آهي، هي بيت اهو آهي جنهن جي ڪي قدر صحيح تشريح علامہ دائود پوٽي فيبروري 1950ع جي نئين زندگي ۾ شرح لکي هئي.

”عاشق ڇئو م ان کي، م ڇئو معشوق،
خالق ڇئو م خام تون، م ڪي ڇئو مخلوق،
سلج سو سلوڪ، جو ناقصان نگئو.“

(هي بيت ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جي رسالي جي

صفحي: 134 ۽ ٻين رسالن ۾ پڻ موجود آهي).

بقول علامہ صاحب تہ "اهو بيت رسول پاڪ ﷺ جن بابت آهي ۽ هو نہ ڪي خالق آهي، نڪي مخلوق آهي پر منجهس بشريت ۽ الوهيت موجود آهي. ص:2 ڪتاب جو آخري حصو. هن جي جواب ۾ محمد عثمان ڏيپلائي لکي ٿو: "هي آهن پرولي جا اصل موتي جي ڊاڪٽر دائود پوٽي صاحب غالبن لنواري جي ڪوٽ جي پير واري تلاءَ ۾ تبي هٽي ڪڍيا آهن....اهو بيت رسول پاڪ ﷺ جن بابت نہ آهي..... پوءِ لنواري جون تبيو ن تہ لاهوت تائين رسايو ڇڏين.... بدقسمت آهن اهي شاگرد جن جي هيڊن جون هي تبيون آهن.... بدبخت اهو ملڪ جنهن جي عالم جا سچ ائين جاڳندي پيا وڦلندا آهن." هن بيت کي سمجهندي بہ صاحب موصوف وڏي غلطي ڪئي آهي. آخر ۾ ڏيپلائي صاحب رسالي جي ضرورت جي عنوان هيٺ لکن ٿا: "حضرت شاھ عبداللطيف ڀٽائي رحہ جي بيتن جي ابتين سبتين معنائن جو اصلي ڪارڻ اهو آهي تہ سندس ڪوبہ اهڙو ڇاپو ڇپيل نہ آهي، جنهن ۾ ڏکين لفظن جي معنيٰ ۽ خاص هنڌن جو مخصوص ڏنل هجي.........."

مٿين بحث مان معلوم ٿيو تہ ڏيپلائي صاحب کي شاھ جي ڪيترن بيتن تي اعتراض هو تہ اهي شاھ صاحب جا چيل نہ آهن ۽ جڏهن هن صاحب رسالو ڇپايو تہ اڳ موجود ڇپيل رسالن ۾ درج بيتن مان 252 بيت خارج ڪري ڇڏيا. مطلب تہ هن رسالي کي بہ جامع ۽ مستند رسالو ڪوني نٿو سگهجي. لطيف سائين رحہ جي ڪلام تي تحقيق وقت بہ وقت نئين نموني سامهون ايندي رهي آهي. هن تحقيق جا بہ رخ آهن هڪ موضوعاتي تحقيق، هن قسم ۾ شايد ئي ڪو دنيا جو اهڙو شاعر هجي جنهن جي شاعري تي ايڏي همگير ۽ گهڻ رخي تحقيق ٿي هجي ۽ ٻيو رخ آهي، رسالن جي ترتيب ۽ ڪلام جي سهيڙ. هن حوالي سان 1960ع وري ڏهاڪي کان پوءِ ۽ هڪ ڊگهو وقفو نظر اچي ٿو ۽ ائين محسوس ٿيو تہ شايد رسالن جي ترتيب جو تحقيقي ڪم پنهنجي پڄاڻي تي پهتو هجي پر اها ڪن محققن جي خام خيالي چئجي ڇاڪاڻ تہ شاھ جو ڪلام هڪ اهڙو خزانو آهي، جو اڻ کٽ آهي، جيترو ڳولهبو اوترو لهبو پر ڳولهي ڪير جو لهي؟

هن ڏس ۾ ڪن ٿورن محققن اڳتي قدم وڌايو آهي، جن جاڪوڙ ڪري رسالن کان ٻاهر جو اڻ ڇپيل ڪلام سهيڙيو ۽ اهڙي جاڪوڙ هلندي

ڀٽ شريف تي سانديل گنج شريف سنڌ ثقافت کاتي وارن 1995ع ۾ ڇپرائي پڌرو ڪيو. هي ڇاپو درگاهه شريف جي نسبت سبب معتبر ليکجي ٿو. ڪو وقت هو جو هن قلمي نسخي کي ڏسڻ به وڏي سعادت سمجهي ويندي هئي. ۽ هر هڪ سجاڻ کي اکين ۾ اڪنڊ ۽ دل ۾ درد هو ته اهو نسخو پسجي. هن نسخي کي ائين عام کان اوجهل رکڻ درگاهه ڏٽين (گادي نشين) جي سردمهري هئي. جو عوام کي املهه امانت کان اوجهل رکيو.

بهرحال هي ڇاپو به پاڻ سان انيڪ سوال کڻي سامهون آيو. هن رسالي ۾ بيتن جو تعداد گهٽ ملي. بيتن جون بهتر پڙهڻيون به مليون. بيتن ۾ اضافي سٽون سمايل هيون. پر ساڳي وقت محققن جي پراڻي شڪايت به قائم رهي ته ڏاريا بيت به هن رسالي ۾ شامل آهن. صورتخطي ۽ تلفظن جون به غلطيون آهن. هن نسخي جا به ڇاپا هڪ اصلوڪي پراڻي لکٽيءَ ۾ ۽ ٻيو جديد هاڻوڪي صورتخطي ۾ ڇپرايا ويا آهن. گنج واري نسخي تي علامه دائود پوٽي پنهنجي مضمون: ڀٽ تي پيرا: (گنج جو مطالعو) ۽ رسالي جا قديم نسخا ماهوار نئين زندگي نومبر 1952ع ۽ نومبر 1953ع ۾ لکيو آهي ته: هن وقت دنيا ۾ گنج کان سواءِ ٻيو ڪو به نسخو وڌيڪ آڳاٽو ۽ معتبر ڪونهي ۽ اصلوڪي گنج جي غيرموجودگي ۾ ائين چئبو ته ڀٽ تي جيڪو گنج رکيل آهي، سوئي موجوده قلمي نسخن ۾ زياده قديم ۽ معتبر آهي ۽ ان ۾ شاهه جو سمورو ڪلام سمايل آهي." ۽ وڌيڪ موصوف لکي ٿو ته: "گنج جون پڙهڻيون وڌيڪ موزون آهن ۽ منجهن قدامت جو رنگ آهي." ڊاڪٽر علامه دائود پوٽي جو هي رايو 1952ع ۽ 1953ع جي دور جو آهي. تنهن ڪري بيتن جي تعداد واري ڳالهه صحيح ثابت نه ٿي آهي. باقي ڳالهين تي اتفاق ڪري سگهجي ٿو اهو به جزوي طور. هن ڏس ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجي غير تحقيقي پر متوازن نموني راءِ هيئن ڏني آهي ته: "گنج جي روايت مستقل ۽ معتبر آهي."

پر حاجي ٻانهون خان شيخ. جنهن صاحب جي رسالي جي ترتيب ۽ بيتن جو تعداد اضافي بيتن کان علاوه پڙهڻيون ۽ بيتن ۾ سٽن جي اضافت جو مکيه بنياد گنج هو. موصوف پنهنجي راءِ هن طرح لکي آهي: "گنج ۾ شاه سائين جي نج ڪلام جو ذخيرو ٻين سيني رسالن ۾ لکيل ڪلام کان گهٽ آهي ۽ وڌيڪ صحيح پڙهڻين سان موجود آهي. (ص: 1. شاهه جو رسالو، شاهه جو ڪلام تي هڪ نظر 1997ع) ۽ وري ص: ب: تي

ساڳي ڪتاب ۾ صاحب موصوف لکن ٿا تہ: ”جن عالمن ۽ اديبن شاهہ جو رسالو مرتب ڪيو آهي انهن رسالن ۾ گنج جي مقابلي ۾ شاهہ صاحب رح جي نج ۽ مستند ڪلام جو مواد گهٽ ۽ گهٽي ڀاڱي غلط پڙهڻين سان درج ٿيل آهي.“ انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ گنج وارو ڇاپو نسبتن ٻين رسالن جي ڀيٽ ۾ بهتر، جامع ۽ ڪي قدر درست پڙهڻين ۾ آهي. پر پوءِ بہ بنا ڪنهن تحقيق جي جيئن جو تيئن صرف ڇاپيو ويو آهي. تحقيق ۽ ترتيب جي تشنگي قائم رهي ٿي. هن مرحلي تائين شاهہ جي مختلف رسالن ۾ خود ترتيب ڏيندڙ ۽ انهن رسالن جي صحت متعلق رايا لکندڙ، رسالن جا جوڙيندڙ عالم ۽ محقق جيڪڏهن جديد معلومات کي مدنظر رکن تہ پنهنجي ڪيترن ئي راين ۾ سڌارا ڪرڻا پوندن. ڇاڪاڻ تہ شاهہ سائين جي رسالي تي گهٽي تحقيق ٿي آهي ۽ علم لغات ۾ بہ اڳي کان گهڻو سڌارو آيو آهي. ائين اڃا بہ هن ڏس ۾ سڌارا آڻڻ جي ضرورت آهي ۽ اڻ ڇپيل ڪلام بہ سهيڙڻ گهرجي. (12)

هن ڇاپي کان بہ سال اڳ 1994ع ۾ محترم الله داد جهنجي صاحب گنج نالي سان ميهار فقير جو قلمي نسخو جيئن جو تيئن ڇپرايو. هن ڇاپي متعلق محترم محمد ابراهيم خان سرهندي راءِ ڏيندي لکيو آهي تہ، ”هاڻي سوال اهو ٿو پيدا ٿئي تہ شاهہ صاحب جو ڪلام اهو آهي جيڪو موجوده رسالن جي صورت ۾ اسين ڏسي رهيا آهيون، ڪوبہ حقيقت ناآشنا ڏڏ اها ڳالهہ وسهندو......“ مطلب تہ هن قسم جي ذخيم ڇاپي کي نظر ۾ رکندي بہ رسالن ۾ ڪلام جي مڪمل هئڻ جي نفي ٿئي ٿي.

جڏهن تہ الله داد ٻوهيو صاحب هن ڇاپي متعلق لکيو آهي تہ جيئن اسان کي معلوم آهي تہ گذريل وڏي عرصي دوران شاهہ سائين رحہ جي ڪلام تي ملڪي ۽ غيرملڪي عالمن وڏي جفاڪشيءَ سان مطالعي جو ڪم ڪيو آهي. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ ڪم اڻ کٽ ٿو نظر اچي. ٿوري ٿوري عرصي کان پوءِ نئين ڪلام نئين مجموعي ۽ نئين بيتن جي دريافت جون خبرون اينديون رهيون آهن....“ هن راءِ مان بہ معلوم ٿئي ٿو تہ هڪ تہ هن ڇاپي ۾ رسالن کان ٻاهر جو اڻ ڇپيل ڪلام بہ شامل آهي ۽ اڃا بہ اهو سلسلو جاري رهي سگهي ٿو. هن رسالي جي لاءِ شروعاتي صفحن تي ڊاڪٽر الله داد ٻوهٽي لکيو آهي:

”هي نسخو هڪ طرف گنج مان مواد وٺي لکيو ويو آهي ۽ ٻئي طرف رهيل ڪلام بہ ان ۾ شامل ڪيو ويو آهي. هيءَ ڳالهہ ڪي سوال پيدا

ڪري ٿي، مثال طور گنج جي موجودگيءَ ۾ جيڪو ڪلام گنج جي هن نسخي ۾ آندو ويو آهي، اهو ڪهڙو آهي؟ ان جي شامل ڪرڻ جا سبب ڪهڙا آهن؟ اسان وٽ ان سوال جو جواب ڪونهي...... رهيل ڪلام جناب ميهار فقير ڪي ڪٿان هٿ آيو؟ اسان کي معلوم ناهي...... پاڻ ڪلام جي لاءِ اهو چوڻ ته اهو ڪلام شاهه سائين جو آهي، هونئن به ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي. اسان وٽ ڪي مقرر معيار ڪونه آهن......"

هن راءِ جو مطلب اهو ٿيو ته اصل گنج واري ڪلام ۾ ٻيو ڪلام به شامل ٿيل آهي ۽ پوءِ ان کي جيئن جو تيئن ڇپرايو ويو ۽ هن نسخي کي ڪنهن به ٻئي رسالي يا قلمي نسخي سان نه ڀيٽيو ويو. ان تي ڪنهن به قسم جي تحقيق ڪانه ٿي. تنهن ڪري هي ڇاپو به ڊارئي ڪلام جي شامل هئڻ، وڌيڪ اڻ ڇپيل ڪلام درج نه ٿيڻ، پڙهڻين کي درست ڪرڻ ۽ لفظن ۽ اصطلاحن جي معنيٰ ۽ تشريح جي لحاظ کان به تحقيقي کوٽ جو شڪار رهيو. هن ڳالهه جي تصديق هڪ ٻئي محترم محمد اسلم پنهنجي رسالي جي شروعاتي صفحن ۾ هن طرح ڪئي آهي: "ته خاص ڳالهه گنج جيئن آهي تيئن ڇپائڻ جو مطلب ائين نه آهي ته ڪو حاجي الله داد بيتن جي ڇاڻ نٿو رکي. ائين ڪرڻ سان گنج سان هٿ چراند ٿيندي. اڃا به اينڊڙ صفحن ۾ فقير امداد علي پنهنجي راءِ هن طرح ڏئي ٿو ته "شاهه سائين جا ڪئين قلمي رسالا ۽ گنج ميسر ٿڏجن پيا پر ڪوبه رسالو قلمي نسخو يا گنج مڪمل ناهي. پر انهن ۾ سڀ کان سنو قلمي رسالو اڃا گنج اهو آهي، جنهن جي صحت سيني کان بهتر ۽ صحيح هجي...... مختصر شاهه سائين رح جو اصلي گنج جيڪو تمر فقير جو لکيل آهي، سو هندستان ۾ آهي. سنڌ ۾ جيڪي به گنج آهن. انهن ۾ ڪريم پوٽن وٽ پلوڙ گنج آهي. ان جدول سان هي گنج حالانڪ مڪمل ناهي پر صحت ۾ ملوڪ آهي." هن راءِ کي قدر وزن آهي. ڇاڪاڻ ته لطيف سائين رح جي وصال کان پوءِ تمر فقير هندستان جي گجرات واري علائقي ۾ رهائش اختيار ڪئي هئي ۽ خود فقير امداد به ٻه ڀيرا اڻ ڇپيل بيتن جي ڳولا ۾ هندستان وڃي چڪو آهي. هن صاحب سان رمضان جت فقير، حاجي خميسو چانڊيو ۽ محمد جمن مگٺهار فقير شريڪ سفر هئا. هن رسالي متعلق خود جنهجي صاحب لکن ٿا ته:

"جنهن جي پرکڻ سهيڙڻ ۽ سموهڻ لاءِ صدين کان عالم، فاضل، محقق، سياح، مدبر، ملڪي توڙي غيرملڪي مشغول آهن، پر سندس

خزانو اهڙو اڻ کٽ ۽ اجهاڳ آهي جو اڄ تائين ڪنهن به ڇيهه نه لڌو آهي. وقت بوقت نوان بيت نيون ڳالهيون ملنديون رهن ٿيون. انهيءَ ڏس ۾ هن کان اڳ ملڪي توڙي غيرملڪي ويهه پنجويهه عليحده عليحده رسالا ڇپجي چڪا آهن. ان هوندي به جهانگين ۽ سانگين سان حال ونڊڻ سان اڃا به ڪيترائي اهڙا نوان بيت ملن ٿا جي هن کان اڳ ڇاپي هيٺ نه آيا آهن. گڏوگڏ اهڙا ناياب ۽ املهه بيت ملن ٿا، جن ۾ سوال جواب، موقعي وارا بيت ۽ پهاڪن وارا بيت جن جو هڪ هڪ بيت جو بند وقت جي لحاظ سان محفلن ۾ چيو ويندو آهي. پر مٿي ذڪر ڪيل سڀ سارا بيت سادن سودن ماڻهن وٽان ملن ٿا، جن جو شمار ڪونهي. معلوم ائين ٿو ٿئي هت درحقيقت اهڙا سڄاڻ ۽ سرواڻ پٺاڻي صاحب جي ٻوليءَ جا وڏا ماهر ۽ وارث آهن.... جن کي اهي وٽون پشت به پشت ورثي ۾ مليون آهن، جن کي انهن سيني ۾ سمايو ۽ سانڍيو آهي." ۽ هن رسالي جي ڇنڊڇاڻ نه ڪرڻ بابت جنجهي صاحب لکن ٿا ته:

"اسان پنهنجي طرفان هيرا ڦيري يا هٿ چراند نه ڪئي آهي. جنهن صورت ۾ جا امانت ملي آهي، انهيءَ صورت ۾ لکي وئي آهي.." هن رسالي جي پڙهڻين، لفظن جي معنيٰ ۽ اصطلاحن جي تشريح جي مڪمل نه ڪرڻ بابت جنجهي صاحب لکن ٿا ته، "انهن جهانگين ۽ سانگين جي همراهي سان ادب لطيف کي سنواري سموهي سگهجي ٿو" جي لفظ غلط استعمال ٿيل پيا، انهن کي به درست ڪري سگهجي ٿو. هن مرحلي تائين بحث هيٺ آيل رسالن جي صحت جو معيار پڙهندڙ جي آڏو آهي.

حقيقت ۾ رسالي جي جڙڻ ۽ ان تي تنقيد جي سفر کي هڪ صديءَ کان به وڌيڪ جو عرصو گذري چڪو آهي، پر اڃا اسان جي محققن جي تحقيق ۽ تنقيد جي معيارن، انهن معيارن جي مختلف قسم جي سائنسي جاچ ٿي نه آئي آهي. ڪي متفق ۽ مقرر معيار طئي ٿي ڪونه ٿيا آهن ۽ خاص طور تي شاهه سائين رحه جي رسالي جوڙڻ وقت نهايت خبرداريءَ سان سوچڻو پوندو. هن وقت تائين رسالي جوڙيندڙ سڀني محققن مان صرف ڊاڪٽر بلوچ ۽ ٻانهون خان شاهه سائين رحه جي ڪلام کي پرکڻ جا معيار مقرر ڪيا. اهي ڪي قدر استعمال ڪرڻ جوڳا آهن، پر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي انهن معيارن جي صحت ۽ عملي استعمال بحث طلب آهي ۽ ٻانهون خان وري انهن مان صرف چئن معيارن تي متفق آهي، هن قسم جو تضاد ٿي انهن معيارن جي اهميت

جو پتو ڏئي ٿو.

مطلب تہ انھن سڀني معيارن کي يا انھن مان ڪن ٿورن معيارن کي بنياد بنائي، وڏيڪ سوچ ويچار ڪري اڄا بہ ڪي مستند معيار مقرر ڪرڻ گھرجن. ان کان علاوه محترم الھداد جنجھي بہ پنھنجي رسالي جي مھاڳ ۾ ڪي ست يا اٺ معيار مقرر ڪيا آھن. پر اھي جذباتي قسم جا آھن. بھرحال اھي بہ زير بحث اچڻ گھرجن ۽ پوءِ ھن ڏس ۾ اڳتي قدم وڌائڻ گھرجي. ھن سان بہ فائدا ٿيندا: ھڪ شاھہ سائين رح جي ڪلام جي پرک بھتر نموني ٿيندي ۽ ٻيو تہ سنڌي ادب ۾ تنقيد ۾ بہ عملي واڌارو ٿيندو.

ھاڻ سوال ٿو پيدا ٿئي تہ، رسالي جو اڀياس ڪيئن ڪجي؟ رسالي جي اڀياس لاءِ بہ ٻہ ڳالھيون ضروري آھن. ھڪ تہ صحيح پڙھٽيون ۽ ٻيو صحيح معنائون ۽ معنائن جو معيار آھي. وري صحيح پڙھٽين تي جيڪڏھن پڙھٽي ڦري تہ معنيٰ پاڻ مرادو ڦري ويندي. انھيءَ سبب پھرين ۽ مکيہ ڳالھہ تہ رسالي جون صحيح پڙھٽيون ملن ۽ طئي ڪجن پر رسالن جي صحيح پڙھٽين ملڻ ۾ گھڻي مشڪلات ٿئي ٿي. اھا مشڪل ڇو ٿي ٿئي؟ ان جا سبب تحقيق جي عملي ڪوٺ ۽ پراڻي ٻولي آھي. ھن ڏس ۾ اسان جڏھن رسالن جي پيٽ ڪنداسين تہ آسانيءَ سان پتو پوندو تہ رسالي تي اڃا ڪجھہ وڌيڪ پورھئي ڪرڻ جي ضرورت آھي.

# ڊاڪٽر بلوچ جي ترتيب ڏنل ”شاهہ جو رسالو“ ۽ جلد ڏهين جي سُر ڪلياڻ ۽ يمن ڪلياڻ جو تحقيقي ۽ تنقيدي اڀياس

## سُر ڪلياڻ

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ترتيب ڏنل شاهہ سائين جي رسالي جو جلد ڏهون ”رسالي جو ڪلام“ ۾ درج ٿيل بيت اهڙا آهن، جن کي ڊاڪٽر صاحب پنهنجي طرفان مقرر ڪيل ”شاهہ جي رسالي ۾ بئي ڪلام کي پرکڻ جا معيار“ جي روشنيءَ ۾ غيرلطيفي ڪلام يعني ڌاريو ڪلام قرار ڏئي شاهہ جي رسالي مان خارج ڪيو آهي. اهڙن خارج ڪيل بيتن کي ٽن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. ڪي بيت ڊاڪٽر صاحب ڪنهن نہ ڪنهن مستند يا غيرمستند تاريخي حوالي جي بنياد تي ڪڍيا آهن. ڪجهہ بيت وري ڊاڪٽر صاحب مفروضن جي بنياد تي بنا ڪنهن تاريخي حوالي جي خارج ڪيا آهن ۽ ڪجهہ بيت وري تلفظ، صورتخطي، پڙهڻي، تشريح ۽ شاعراڻي فن تي بحث ڪندي خارج ڪيا آهن. ڊاڪٽر صاحب پهرين پاڻ غلطي ڪئي آهي ۽ پوءِ ان بنياد تي بيت رسالي مان خارج ڪيا آهن.

اهڙيءَ طرح ڊاڪٽر صاحب سُر ڪلياڻ مان 32 بيت ۽ 3 وايون ڌاريو ڪلام قرار ڏئي رسالي مان خارج ڪيا آهن. جيئن سر ڪلياڻ جي پهرئين داستان مان ٽوٽل 7 بيت ۽ هڪ وائي خارج ٿيل آهي. پهريون بيت جيڪو خارج ٿيو آهي سو بقول ڊاڪٽر صاحب جي تہ: ”هي بيت قاضي قادن جو آهي“ ۽ ٻيو بيت بقول ڊاڪٽر صاحب تہ ”هي بيت ميين شاه ڪريم جو آهي.“ هتي ٻنهي بيتن لاءِ ڊاڪٽر صاحب هڪ مستند دليل ڏنو آهي پر بيت (3) کي ڌاريو ڪلام قرار ڏيڻ لاءِ ڪوبہ مستند دليل نہ ڏنو آهي، جيئن پاڻ ”رسالي جي ڪلام“ صفحي: 244 تي لکيو اٿن، ”هي بيت ”ش“ رسالي جو آهي.“ هيءُ بيت فقط وچولي دور جي هڪ

رسالي "ش" ۾ آهي ۽ ٻئي ڪنهن بہ رسالي ۾ ڪونهي، البتہ مرحوم لونگ فقير سولنگي ڪان رسالي جي رهاڻ ۾ پڌو ويو. سٽ (3) ۾ ڏگهي آيت آهي، جنهن جي آخري لفظ "النار" کي قافيو بڻايو ويو آهي. اها ڪنهن پڙهيل فقير جي هنرمندي آهي. سٽ نمبر 4 بيان جي لحاظ کان غير معياري آهي. بيت هن طرح آهي:

تون چئو الله هيڪڙو، ٻي وائي هڏ مَ وار،
جيڪا مُکي سڄڻين، سائي تون سنيار،
"ربنا آتنا في الدنيا حسنتہ وفي الاخرت حسنتہ وقنا عذاب النار"
منجهان نيهن نهار، رحم راحمين کي."

هن بيت کي خارج ڪرڻ لاءِ ڊاڪٽر صاحب ڪوبہ مستند دليل نہ لکيو آهي، پر صرف آيت واري سٽ جي قافيي تي اعتراض ڪيو آهي ۽ سٽ نمبر 4 کي بيان جي لحاظ سان غير معياري قرار ڏنو آهي. جڏهن تہ خود ڊاڪٽر صاحب لکيو آهي تہ، هي بيت وچولي دور جي هڪ رسالي ۾ آهي ۽ ڊاڪٽر صاحب ص: 3 تي لکي ٿو تہ، "ڪوبيت جيڪڏهن اوائلي توڙي وچولي دور جي ڪنهن بہ رسالي ۾ ڪونهي تہ پوءِ ان کي شاهہ جو بيت طور شمار ڪرڻ صحيح نہ ٿيندو." پر هي بيت تہ وچولي دور جي رسالي ۾ آهي تہ پوءِ هن بيت کي خارج ڪرڻ جو دليل ڪهڙو آهي؟ رهي ڳالهہ آيت واري سٽ جي تہ عربي فقرن کي اهڙي طرح شاعريءَ ۾ استعمال ڪرڻ بہ شاهہ سائينءَ جو ڪمال آهي ۽ رسالي ۾ ڪيترن ئي بيتن ۾ آيتن جو استعمال موجود آهي ۽ هتي تہ شاهہ صاحب جي ذات جو حسن اتفاق آهي، جو آيت جو آخري لفظ قافيو بہ ٺهجي پيو آهي. باقي رهيو سٽ نمبر 4 جو بيان، سو ان ۾ ڊاڪٽر صاحب جيڪڏهن سٽ کي هن طرح صحيح نقل ڪري تہ شايد اهو اعتراض بہ دور ٿي وڃي:

"منجهان پرت پچار، ارحم راحمين کي." هاڻ اهل علم کي شاهہ سائينءَ جي فڪر جي هن پهلوءَ تي بہ سوچڻ گهرجي تہ ڪنهن بہ شعر ۾ آيت جو استعمال ۽ ان جو مفهوم، ان آيت کان پوءِ واري سٽ جي مفهوم سان ملندڙ جلندڙ هوندو آهي ۽ هن لحاظ سان بہ آيت ۽ ان جو مفهوم بيت جي آخري سٽ سان هم معني آهي ۽ ساڳئي وقت ڊاڪٽر اهو بہ اعتراف ڪيو آهي تہ "هي بيت البتہ مرحوم لونگ فقير سولنگيءَ کان رسالي جي رهاڻ ۾ پڌو ويو." هاڻ ايترن منطقي دليلن کان پوءِ فيصلو پڙهندڙن تي آهي

تہ بيت کي لطيف سائينءَ جو سمجهن يا ڏاريو ڪلام سمجهن. ان کان علاوه بلوچ صاحب پنهنجي ترتيب ڏنل شاھ جي رسالي ۾ ص: 134 تي داستان پهرئين ۾ بيت 14، 15 ۽ 16 پڻ شاھ سائين جو نجو ڪلام ڪري لکيا آهن، انهن بيتن جون پهريون سٽون مٿي بحث هيٺ آيل بيت جهڙيون آهن ۽ اهي بيت ساڳئي معنيٰ ۽ مفهوم وارا پڻ آهن.

اهڙيءَ طرح ص: 245 تي بيت نمبر 5 تي پڻ اعتراض ڪيو آهي ۽ هن بيت کي خارج ڪرڻ لاءِ ڊاڪٽر صاحب ڪوبہ تاريخي يا مستند حوالو نہ ڏنو آهي. "ش ظ ب" وچولي دور جا رسالا آهن، جن تان پوئين دور جي ٻين رسالن ۾نقل ٿيو. اوائلي دور جي ڪنهن بہ رسالي ۾ ڪونهي. هي عام سطح واري معنيٰ وارو نصيحت جو بيت آهي، جنهن ۾ دوزخ کان بچڻ لاءِ هدايت ٿيل آهي، هي بيت شاھ صاحب جي معنوي معيارکان گهٽ آهي". بيت هن طرح آهي:

"وحده لاشريڪ لہ، چئو چوندو آءُ،
فرض، واجب، سنتون ،تنهان ترڪ م پاءِ،
توبهہ سندي تسبيح،پڙهي سا پَڄاءِ،
نانگا پنهنجي نفس کي، ڪا سنئين راھ سنهاءِ،
سُپريان جي ڳالهڙي، اي هنيئن سين لاءِ،
تہ سندي دوزخ باھ، تو اوڏيائي نہ اچي."
ص: 01

هي بيت ڏهن مختلف رسالن ۾ موجود آهي ۽ ان کان علاوه وچولي دور جي ٽن رسالن ۾ آهي. اهڙو اعتراف خود ڊاڪٽر صاحب مٿئين حوالي ۾ ڪيو آهي، پوءِ بہ بيت کي ڏاريو قرار ڏئي رسالي مان خارج ڪيو ويو آهي، صرف هن بنياد تي بيت خارج ڪيو ويو آهي تہ عام سطح واري معنيٰ وارو نصيحت جو بيت آهي. جڏهن تہ هي بيت بمبئي رسالي، مرزا قليچ بيگ واري رسالي، غلام محمد شاهواڻي، محمد عثمان ڏيپلائي ۽ خان محمد خان واري رسالي ۾ موجود آهي. باقي رهي ڳالھ معنيٰ ۽ معيار جي تہ اهڙي معنيٰ ۽ مفهوم جاگهٽ ۾ گهٽ 9 بيت سر ڪلياڻ ۾ ۽ سيني رسالن ۾ موجود آهن، تہ پوءِ هن بيت تي اعتراض ڇو ۽ بنا ڪنهن تاريخي دليل جي!؟

اهڙيءَ طرح بيت نمبر 6 ص: 245 تي جيڪو پڻ بنا ڪنهن تاريخي

۽ مستند حوالي ڏيڻ جي ڊاريو ڪلام ڪري ڇاڻايو ويو آھي، جنھن لاءِ بلوچ صاحب لکي ٿو تہ: "ھي وچولي دور جي ٻن رسالن ظ ۽ ب جو بيت آھي، جن تان پوئين دور جي ٻين رسالن ۾ نقل ٿيو. وچولي دور جي اڳاٽن رسالن توڙي اوائلي دور جي رسالن ۾ ڪونھي. اصل معياري بيت، جيڪو سر ڪلياڻ جو ڇھريون بيت آھي.... معنيٰ جي لحاظ کان ھي بہ سھڻو بيت آھي." ص: 245. بيت ھن طرح آھي:

جوڙون جوڙ جھان جيون، جڏھن جوڙيائين،
خاصئون خاص خلقي، محمد ﷺ مڪائين،
ڪلمون تنھن ڪريم تي، چٽو چايائين،
"انا مولاک و انت محبوبي" ايھين اُتائين،
ڏکين ڏنائين ٻئي سراھون سيد کي."

ھي بيت گھٽ ۾ گھٽ 10 رسالن ۽ وچولي دور جي ٻن رسالن ۾ موجود آھي. اھڙو اعتراف خود بلوچ صاحب مٿئين حوالي ۾ ڪري ٿو. ان کان علاوه ھي بيت بمبئي واري رسالي، مرزا صاحب، غلام محمد شاھواڻي، ڏيپلائي صاحب، خان محمد صديق ۽ قاسمي صاحب واري رسالي ۾ پڻ موجود آھي. ساڳئي وقت بلوچ صاحب ھن بيت کي "معنيٰ جي لحاظ کان ھي بہ سھڻو بيت آھي" مڃيو آھي ۽ پوءِ بہ صاحب موصوف ھن بيت کي ڊاريو قرار ڏنو آھي. ھتي بلوچ صاحب پاڻ پنھنجي مقرر ڪيل معيارن مان "معنيٰ ۽ مفھوم واري معيار" جي نفي ڪئي آھي، جيئن بلوچ صاحب لکي ٿو تہ. "ھن معيار مطابق ضروري آھي تہ ھر لفظ ۽ ھر سٽ معنيٰ جي لحاظ کان صحيح ھجي ۽ ان جو مفھوم واضح ھجي." ص: 38. ھاڻ ھن بيت کي خارج ڪرڻ جو ڪوبہ دليل باقي نٿو بچي، جو صاحب موصوف پاڻ ئي بيت کي معنيٰ جي لحاظ کان بہ سھڻو مڃيو آھي ۽ سندس معنيٰ واري معيار تي بہ پورو لھي ٿو. باقي رھي ڳالھہ تہ رسالي جي ڇھرئين بيت جي آخري سٽ سان سلھاڙي ڇيو ويو آھي تہ اھا بہ شاھہ سائينءَ جي شاعراڻي ڏات پوري رسالي ۾ اسان کي ملي ٿي تہ بيت جي آخري سٽ سان سلھاڙي ڪيترائي بيت ڇيا ويا آھن. البتہ ھن بيت جي ٻي سٽ جو ڇھريون لفظ "خاصئون" بھتر پڙھڻي آھي ۽ جڏھن تہ ٻين رسالن ۾ اھو لفظ "خاوند" لکيل آھي، جيڪو معياري نٿو محسوس ٿئي.

ان کان علاوه بيت: 7 ص: 245 تي ساڳي وراڻيءَ سان لکيل آھي:

هن بيت کي پڻ ڊاڪٽر صاحب ڏاريو بيت قرار ڏئي ڪڍي ڇڏيو آهي:

"جوڙي جوڙ جهان جي، پاڻ ڪيائين پرواز،
هادي، حامي، هاشمي، سردارين سردار،
سونهين صحابن سٺ ۾، منجهه مسجد مٺيادار،
چارئي چڱا چوڏار، هئا هيڪاندا حبيب سين."

هي بيت بہ اَنن رسالن ۾ موجود آهي، پر بلوچ صاحب متئين بيت کي پڻ هن کان اڳ واري بيت کي خارج ڪرڻ لاءِ بيان ڪيل مفروضن کان ڪم ورتو آهي، جڏهن تہ هي بيت بہ اڳئين بيت جو نہ رڳو تسلسل آهي پر معنيٰ ۽ مفهوم ۾ پڻ ساڳئي معيار جو آهي، هتي پڻ ڊاڪٽر صاحب پنهنجن ئي مقرر ڪيل معيارن جي نفي ڪندي نظر اچي ٿو ۽ پڻ هن پنهنجي ئي بيان لاءِ پاڻ ذميوار ۽ جوابده ثابت ٿئي ٿو تہ:

"....ڊاڪٽر گربخشاڻي رسالي جي نئين سر مرتب ڪيل پنهنجي ايڊيشن مان ڪيترن ئي بيتن ۽ واين کي ڪڍي ڇڏيو، انهيءَ ڪري متس بجا طور تي تنقيد ٿي تہ اهو ڪلام جو ڪڍي ڇڏيائين ۽ جي ڪڍيائين تہ ان لاءِ چو ڪا خاطر خواه وضاحت نہ ڪيائين." (رسالي جو ڪلام، جلد ڏهون، ص:01، ڊاڪٽر بلوچ)

ڊاڪٽر بلوچ صاحب داستان ٻئين، سر ڪلياڻ جي خارج ڪيل بيتن جي سري هيٺ بيت نمبر (1) ۽ بيت (2) کي شاھ ڪريم جو بيت قرار ڏنو آهي، جڏهن تہ رسالن جو هڪ ججهو تعداد هن بيت کي لطيف سائينءَ جي بيت طور رسالن ۾ درج ڪيو آهي. هاڻي سوال ٿو پيدا ٿئي تہ جهڙيءَ طرح ٻين شاعرن جو ڪلام شاه جي رسالي ۾ اچي ويو آهي، اهڙيءَ طرح شاھ سائينءَ جو ڪلام شاھ سائينءَ کان اڳ وارن شاعرن، سندن همعصرن شاعرن ۽ پوءِ واري دور جي شاعرن جي بياضن ۾، جيڪي لطيف سائينءَ جي دور کان پوءِ لکيا ويا آهن، انهن بياضن ۾ داخل ٿي سگهي ٿو. بهرحال هي هڪ تحقيق طلب سوال آهي ۽ هنن بيتن کي رسالي جي ڪلام يعني غيرلطيفي ڪلام ۾ شامل ڪرڻ لاءِ بلوچ صاحب ڪو نوس دليل نہ ڏنو آهي.

بيت (3) لاءِ ڊاڪٽر صاحب بيت جون 3 مختلف پڙهڻيون ڏنيون آهن. هڪ طرف بيت کي "پير صاحب پاڳاري صبغت الله شاھ اول جي

ملفوظات "خزانتہ المعرفت" جيڪا سندن فرزند ۽ سجاده نشين پير صاحب علي گوهر شاهہ "اصغر" مرتب ڪئي .تنهن ۾ هن ساڳي معنيٰ ۾ هيٺيون بيت آندل آهي. شاهہ سائين جي بيتن کي پنهنجي ڳالهہ جي دليل طور, قرآني آيت ۽ حديث سان گڏ لکيو ويو آهي. هن جي ابتدا سائين راشد شاهہ پنهنجي ملفوظات شريف ۾ ڪئي ۽ پوءِ سندن فرزند صبغت الله شاهہ اول پڻ ڪئي آهي. هي ٻئي ملفوظات پهرين دور ۽ وچولي دور جي رسالن جيترو اهميت رکن ٿيون.

وري ساڳي جاءِ تي ص: 247 تي هن ساڳئي بيت کي خواجہ محمد زمان لواري واري جو بيت چيو ويو آهي. جيڪو 1939ع ۾ ڇپيو ۽ متضاد پڙهڻين مان بهتر پڙهڻي شاهہ سائينءَ جي رسالي واري پڙهڻي آهي:

"عدم اوتارون، نامرادي نجهرو،
رضا راج سندون، مور نہ مڱن ڪي پيو."

جڏهن تہ هن بيت جي مڪمل ۽ بهتر پڙهڻي هن طرح آهي:

"عدم اوتارون، نااُميدي نجهرو،
ڪفر ۽ اسلام کان، اڳ پير پيون،
لاخوف عليهم ولاهم يحزنون، سين محب مليون،
رضا راج سندون، مور نہ مڱن ڪي پيو."

بيت جي هن طرح جي پڙهڻي شاهہ سائينءَ جي هڪ ٻئي بيت جي خيال، بيان ۽ معنيٰ سان هڪ جهڙائي رکي ٿي:

"اڳي ڪيا اڳهين، نسورو ئي نور،
لاخوف عليهم ولاهم يحزنون، سچن ڪونهي سور،
موليٰ ڪئو مامور، انگ ازل ۾ ان جو."
سُر ڪلياڻ، ص: 133

بيت نمبر 4 لاءِ ص: 247 تي بلوچ صاحب لکي ٿو تہ، "هي بيت فقط وچولي دور جي هڪ رسالي نٽ ۾ ڏنل آهي ۽ ٻئي ڪنهن بہ رسالي ۾ ڪونهي ۽ پڻ بيان توڙي معنيٰ ۾ مبهم آهي." بيت هن طرح آهي:

”خودي جن خراب، سي پرور ڪيا پنهنجا،
ڇڏي هٺ حجاب، اگهيا در درگاهہ جي.“

هن بيت جي آخري سٽ جي بهتر پڙهڻي هن طرح آهي:

”خودي جن خراب، سي پرور ڪيا پنهنجا،
ڇڏي هٺ حجاب، اگهيا در دوست جي.“

ان کان علاوه هي بيت مٿئين بيت سان بيان ۽ معنيٰ ۾ هڪ جهڙائي رکي ٿو، جيڪو بلوچ صاحب غيرلطيفي ڪلام ۾ شامل ڪيو آهي ۽ ساڳئي وقت ”آڳي ڪيا اڳهين، نسوروئي نور“ سان بہ هرلحاظ سان هڪ جهڙائي رکي ٿو. ڊاڪٽر صاحب هن بيت کي رد ڪرڻ لاءِ ڪوبہ نوس ثبوت نہ ڏنو آهي ۽ خود پنهنجن معيارن جي پاڻ نفي ڪئي اٿن، جڏهن تہ بيت وچولي دور جي هڪ رسالي ۾ آهي، جنهن کي بقول بلوچ صاحب اهميت ڏيڻ گهرجي. باقي رهي ڳالهہ بيان توڙي معنيٰ ۾ بيت جو مبهم هئڻ، ان لاءِ عرض آهي تہ ڊاڪٽر صاحب کي خبر ناهي ڪهڙي ڳالهہ منجهايو آهي جو بيت جي بيان ۽ معنيٰ کي مبهم لکيو اٿن. جڏهن تہ مطلب بلڪل سنئون سڌو ۽ صاف آهي تہ، ”جن پنهنجي خودي، انا يا هٺ جي تذليل ڪئي، خراب ڪيو، اهي الله تعاليٰ کي ويجهو ٿيا، انهن کي سائين پنهجن پيارن ۾ شامل ڪيو، اهڙن ماڻهن پنهنجو هٺ تڪبر ۽ ظاهري ڏيک کي ڇڏي پنهنجي دوست (الله ج) جي در مانُ ماڻيو. ”حقيقت ۾ هي بيت شاهہ سائين جي هڪ ٻئي بيت (سر ڪلياڻ، داستان ٻيون، بيت نمبر 13، ص: 138) جي مقابلي ۾ پيش طور سٽاءُ ۾ اچا بہ بهتر ۽ واضح ٿي پوي ٿو ۽ ان بيت ۾ سمايل خيال جي تسلسل ۾ آهي، بيت هن طرح آهي:

”محروم ٿي مري ويا، ماهر ٿي نہ مئا،
چڙي جيئن چهنج هٽي، لبيائون لُئا،
حباب ٿي هئا، انهيءَ وادي وچ ۾.“

ص: 248 تي بيت نمبر 6 لاءِ پڻ ڊاڪٽر صاحب لکيو آهي تہ: ”هي بيت عل، نٽ رسالن ۾ آهي. هن بيت جي ٻي سٽ وزن ۾ناقص ۽ ٽئين سٽ معنيٰ ۾ مبهم آهي.“ هاڻ هڪ طرف بلوچ صاحب رسالن ۾بيت جي

موجود ھئڻ جو اقرار ڪري ٿو ۽ ٻئي طرف بيت جي ٻن سٽن تي اعتراض ڪري ٿو. بيت ھن طرح آھي:

”فقر فقيرن جو، موران ئي مرڪ،
ڪڏھن ٽيڙي ٽڪري، ڪڏھن داڻو نہ ڦڪ،
وڳا وھم وجود جا، سي صابر نين نہ شڪ،
طالبن ترڪ، موران رکئو من ۾.“

جڏھن تہ بيت جي بھتر ۽ صحيح پڙھڻي ھن طرح آھي:

”فقر فقيرن جو، موران ئي مرڪ،
ڪڏھن ڀنن نہ پٽ ڪٽي، ڪڏھن داڻو نہ ڦڪ،
لاٿائون وڳا وھم وجود جا، تن صابرين ناھي شڪ،
طالبن ترڪ، موران رکيو من ۾.“

ھاڻ بلوچ صاحب جا اعتراض تہ بيت جي ٻي سٽ ناقص ۽ ٽين سٽ معنيٰ ۾ مبھم آھي، سي ختم ٿيڻ گھرجن ۽ ھوئڻ بہ بيت جي مالڪي طئي ڪرڻ لاءِ داخلي ۽ خارجي ثبوت ٻئي لازمي آھن، پر داخلي ثبوت کي وڌيڪ اھميت آھي. ڊاڪٽر صاحب خارجي ثبوت پاڻ ئي ڏنو آھي تہ بيت رسالن ۾ لکيل آھي ۽ داخلي ثبوت لاءِ جيڪي اعتراض اٿاريا اٿن، ان لاءِ عرض آھي تہ غلط پڙھڻي ۽ غلط صورتخطيءَ ۾ شاعر يا شعر جو ڪھڙو قصور؟ لکڻ ۽ پڙھڻ واري جي غلطيءَ کي شاعر جي کاتي ۾ نہ رکڻ گھرجي. ھر شاعر جي اسلوب جو ھڪ مخصوص ۽ منفرد رنگ ھوندو آھي، جيڪو سندن شاعريءَ ۾ نمايان ھوندو آھي، جيئن ٻولي ۽ لفظ، انھن جو ورجاءُ ۽ شاعر جو لھجو ۽ وري انھن جو فني معيار ۽ مقدار بہ ڏسڻ گھرجي. لفظن جو ذخيرو، قافيہ پيماني، تجنيس حرفي جيڪي لطيف سائين جھڙي آفاقي شاعر جون نمايان فني خوبيون ۽ ذات جو حصو آھن، اھڙن معيارن کي بہ پرکجي ۽ سوچڻ گھرجي تہ ڇا ٻيو ڪير بہ ائين انھن شين جو اھڙي جامعيت ۽ تز مناسبت سان استعمال ڪري سگھي ٿو ۽ انھن معاملن ۾ ايتري ڄاڻ ۽ اھليت رکي سگھي ٿو؟

ص: 248 تي بيت: 9 لاءِ بلوچ صاحب لکي ٿو تہ 33 مختلف رسالن ۾ آھي، جن جو نالن سان ذڪر آھي ۽ وڌيڪ لکي ٿو تہ: ”ھن بيت جي ٻنھي سٽن جا قافيا آخر ۾ آھن ۽ اھا ستاءَ شاھ جي دور کان اڳ وارن

بيتن جي آهي." هن کان علاوه بلوچ صاحب ڪوبہ تاريخي حوالو نہ ڏئي سگهيو آهي ۽ نہ ئي فني حوالي سان ڪو دليل لکيو اٿن. باقي رهيو تہ "بيتن جي هي سٽاءُ شاهہ جي دورکان اڳ وارن بيتن جي آهي."

هن جو جواب هي آهي تہ سٽاءُ جو مشابهہ بيت، ممڪن آهي شاهہ صاحب پنهنجي دورکان اڳ وارن شاعرن کان متاثر ٿي چيو هجي يا اهڙي شاعري شاهہ صاحب کان متاثر ٿي پوئين دور جي شاعرن ڪئي هجي ۽ٻنهي حالتن ۾ شاعر جو نالو يا ڪو تاريخي حوالو هجڻ ضروري آهي .جڏهن تہ بلوچ صاحب ڪوبہ اهڙو مستند دليل ڏيڻ ۾ناڪام رهيو آهي. هن نڪتي کي دليل طور پانهون خان ڪتابچي "شاهہ جو رسالو۔ شاهہ جو ڪلام" ص:49 تي لکي ٿو تہ: "....1210هہ کان اڳ لکيل شاهہ صاحب جي رسالن ۾ موجود ڪلام جهڙو آهي تہ بي ڏڙڪ ائين چئبو تہ شاهہ صاحب جو ڪلام آهي ۽ جيڪڏهن شاهہ صاحب جي مذڪوره رسالن ۾ داخل ڪلام جي ڪجهہ قدر مشابهہ آهي تہ چئبو تہ اهو رسالن ۾ درج ڪلام شاهہ صاحب پنهنجن وڏن معاصرن جي ڪلام کان متاثر ٿي چيو آهي ۽ انهن شاعرن جي ڪلام جي بنسبت جيڪي شاهہ صاحب کان عمر ۾ ننڍا هئا يا شاهہ صاحب کان پوءِ جي دور جا هئا تہ انهن جي بياض ۾ داخل اهڙي ڪلام متعلق چئبو تہ انهن شاعرن، شاهہ صاحب جي ڪلام کان متاثر ٿي اهو ڪلام چيو آهي."

هن قسم جي راءِ خود ڊاڪٽر صاحب "شاهہ جو رسالو۔ شاهہ جو ڪلام" جلد:2 جي ص: 8، 9، 10 تي ڏني آهي، پر ان جي باوجود بہ ان قسم جي ڪجهہ ڪلام کي "رسالي جوڪلام" يعني ڏاريو ڪلام شمار ڪيو ويو آهي. هاڻ هيٺ ڏنل بيت متعلق بہ ڊاڪٽر صاحب ائين ئي ڪيو آهي:

"سوئي راهہ رد ڪري، سوئي رهنماءُ،
وتُعزِمن تشاءُ، وَتُذِل من تشاءُ"

ڊاڪٽر بلوچ ص: 250 تي وائيءَ کي ڏاريو ڪلام لکيو آهي، جڏهن تہ خود اعتراف ڪيو اٿن تہ، "هي وائي فقط ترمپ واري رسالي ۾ آهي، جنهن تان پوءِ لکايل رسالن (خ، ف، ق، م، غ) ۾ نقل ٿي آهي. انهن رسالن کان سواءِ هيءَ وائي ٻئي ڪنهن بہ رسالي ۾ ڪانهي. هي وائي ترمپ جي منشي پاڻ جوڙي شامل ڪئي آهي، ڇاڪاڻ جو اصل رسالي ۾ هن

داستان جي پوپان وائي ڪانہ هئي. "ٻوليءَ مان ظاهر آهي تہ هي وائي شاهہ جي دورڪان پوءِ جي آهي." هن وائي کي ڏاريو ڪلام سمجهي خارج ڪرڻ لاءِ ٻہ ڊاڪٽر صاحب وٽ مستند دليل نہ آهي. اڳين رسالن ۾ هي وائي هن دستان پوپان نہ هئي تہ رسالي ۾ ڪنهن ٻئي داستان ۾ ٿي سگهي ٿو هجي ۽ اها وضاحت بہ ڊاڪٽر صاحب نہ ڪئي آهي ۽ هاڻ هن وائيءَ کي هن داستان پوپان آڻڻ ڪا وڏي ڳالهہ نہ آهي، جو ان کي اعتراض بنائي وائيءَ کي ڏاريو ڪلام ليکجي. جڏهن تہ سر، داستانن ۽ بيتن جي ترتيب ۾ ڦيرڦار خود بلوچ صاحب ڪئي آهي ۽باقي رهيو صاحب موصوف جو چوڻ تہ، ٻوليءَ مان ظاهر آهي تہ وائي شاهہ صاحب جي دورڪان پوءِ جي آهي." جيڪڏهن پوءِ جي آهي تہ يقينن ڪنهن نہ ڪنهن شاعر جي بياض ۾ موجود هجڻ ڪپندي هئي ۽ ٽرمپ صاحب واري رسالي ۽ ويچاري منشي تي جيڪا تهمت آهي ان لاءِ ڊاڪٽر گربخشاڻي صاحب ٽرمپ واري رسالي تي راءِ ڏيندي لکيو آهي تہ، "هڪ وڏي خوبي منجهس هيءَ آهي تہ جيڪي وايون درج ڪيون ويون آهن، سي درحقيقت شاهہ جون آهن، جن جي عيوض ٻين ڇاپن ۾ ۽ خود ڀٽ (جي گنج) ۽ بلڙي وارن نسخن ۾ ناچن ۽مسخرن واريون وايون داخل آهن." ص: 78، مهاڳ، شاهہ جو رسالو.

ڊاڪٽر صاحب طرفان بنا ڪنهن مستند دليل جي هن کي ڏاريو ڪلام سمجهڻ جي غلطيءَ لاءِ هت هڪ حوالو ڊاڪٽر دائوپوٽي صاحب جو لکجي ٿو. (نئين زندگي، 1956ع "شاه جا گم ٿيل بيت"، "..... سچن ۽ڪوڙن بيتن جي پرک تمام ڏکي ٿيو پوي." هي سڄو بحث ڊاڪٽر جي هيٺين وائيءَ کي ڏاريو ڪلام ليکڻ جي رد ۾ ڪيو ويو آهي، وڌيڪ فيصلو پڙهندڙ حضرات تي ڇڏجي ٿو:

"ٿيندو تن طبيب، دارون منهنجي درد جو،
ٻڪي ڏيندو ٻاجهہ جي، اچي شال عجيب،
پرين پاڻ اچي، ڪئو (ڪندو) غور غريب،
ڏکندو سيوئي ڏور ڪئو (ڪندو) منهنجئون تن طبيب،
اديون عبداللطيف چئي، ها تڪ آهي حبيب.

هڪ هنڌ خود ڊاڪٽر صاحب لکيو آهي تہ، "بيت يا وائي ساڳئي ضمير ۾هلندڙ هجي، ڇاڪاڻ جو ضمير جي بيجا مٽ سٽ معيار کي

گهٽائي ٿي.“ پر هيءَ وائي تہ هن معيار تي بہ بلڪل پوري لهي ٿي تہ پوءِ ڊاڪٽر صاحب وٽ وائيءَ کي ڏاريو ڪلام سمجهڻ لاءِ بيو دليل ڪهڙو آهي؟

ڊاڪٽر بلوچ صاحب ”رسالي جو ڪلام“ يعني ڏاريو ڪلام، داستان ٽئين ۾ بيت پهرئين کان ستين تائين ڏاريو ڪلام قرار ڏئي رسالي مان خارج ڪري ڇڏيو آهي، انهن بيتن مان پنج بيت ”پري پتنگ آئيا...“ جي وراٽيءَ سان آهن ۽ باقي ٻہ بيت بہ پتنگن جي پچار ۽ بحث جا آهن. بلوچ صاحب هنن سيني بيتن کي خارج ڪرڻ لاءِ ڪوبہ مستند ۽ تاريخي حوالو نہ ڏنو آهي. صرف مفروضن جي بنياد تي فيصلو ڪيو آهي، جيئن ص: 251 تي لکي ٿو: ”....ڪنهن سالڪ جا چيل آهن، انهن بيتن جي ٻولي پوءِ جي آهي ۽ معنيٰ شاهہ جي معيار کان گهٽ آهي.... ٻي سٽ جي ٻولي عام سطح واري آهي....“ هاڻ سوال ٿو پيدا ٿئي تہ پتنگن واري سڳر جا 12 بيت رسالي ۾ لطيفي ڪلام طور درج ٿيل آهن ۽ انهن بيتن جي سٽاءُ، خيال، ٻولي ۽ ڪيفيت بہ تقريبن هڪ جهڙي آهي ۽ 3 بيت ساڳي وراٽيءَ سان آهن، ”پري پتنگ آئيا....“ ۽ ٻيون وراٽيون آهن: ”پتنگن پهہ ڪيو....“ ۽ ”پتنگ چائين.....“ ۽ ”چڙهيو چڪاسين“ ۽ شاعريءَ جي هن ساڳي وراٽيءَ جي اهميت متعلق لکن ٿا تہ، ”رسالن جي ڪن سرن ۾ داستانن هيٺ، ڪافي بيت اهڙا آهن جو انهن مان پهرئين بيت جي پهرين سٽ جي پهرين اڌ واري ٻول يا فقري کي هڪ يا ٻن يا وڌيڪ بيتن ۾ ووري وري آندو ويو آهي، هي وري وري ورجائڻ واري سهٽي ورجيس شاهہ صاحب کان اڳ واري ڪلاسيڪي شاعريءَ ۾ بہ جزوي طور موجود آهي پر شاهہ صاحب انکي نمايان ڪيو آهي. ساڳين فقرن کي ورجائڻ سان نہ فقط معنوي تاڪيد توڙي نفسياتي ڪيفيت جي تصديق ٿئي ٿي پر انهن مقصدن سان گڏوگڏ ساڳئي مسلسل آواز جي گونج پيدا ٿئي ٿي.“ ص: 171، رسالي جو ڪلام.

هاڻ پتنگن واري هن سڳر کي بلوچ صاحب جي پنهنجي لکت مطابق، ڏاريو ڪلام قرار ڏيڻ غيرواجب ۽ غير منطقي آهي. بلوچ صاحب جي تحقيق جي اهڙي رويي تي بحث ڪندي ٻانهو خان لکيو آهي تہ، ”صفحي 171 تي ڪجهہ اهڙن فقرن جو تفصيل بہ ڏنو ويو آهي، جنهن ۾ ”چاهڪ چري تار تري“ وارو فقرو بہ شامل آهي پر هاڻي وري ان فقري سان شروع ٿيندڙ بيتن لاءِ ائين چاٽايو ويو آهي تہ ”ڪنهن فقير اڳاٽو چيا جو

اهو اوائلي دور جي رسالن ۾ موجود آهن. جيڪو مناسب نہ آهي.“ ٻانهو خان شيخ، ڪتابچو. ”شاهہ جو رسالو- رسالي جو ڪلام “ص:47.
ٻانهون خان شيخ ساڳئي صفحي تي وڌيڪ لکي ٿو تہ، ”اوائلي دور جي رسالن جاڪيترائي بيت جن مان ڪنهن بيت جي پهرين سٽ جو پهريون فقرو يا بند. ان بيت جي اڳ واري بيت جي آخري سٽ جي پهرين يا پوئين بند سان سلهاڙيل يا قطاريل آهي تہ ان قسم جي ڪن بيتن کي غالبن تمر فقير جا ڇپيل ڄاڻيو ويو آهي ۽ ڪن کي وري شاهہ سائينءَ جي ڪلام ۾ شامل ڪيو ويو آهي. مثال طور سر ڪلياڻ جا ٻہ بيت:

”هڏ نہ وٽي هاڻ، مون ويڄن جي وصال،
هن منهنجي حال، حبيب ئي هادي ٿيو.“

۽

”حبيب ئي هادي ٿئو، رهنما راحت،
پيڙا نيائين پاڻ سين، لاهي ڏيئي لت،
سپريان صحت، ڏنيم منجهان ڏکندي.“

آهن، جن لاءِ جلد ڏهين جي صفحي: 256 تي ڄاڻايو ويو آهي تہ جيئن تہ پهرين بيت جي آخري سٽ پوءِ واري بيت جي پهرين سٽ سان سلهاڙيل آهي. انڪري ٻئي بيت غالبن تمر فقير جا ڇپيل آهن.
ٻئي طرف وري ”شاهہ جو رسالو- شاهہ جو ڪلام“ جلد پهرئين ۾ سر ڪلياڻ جي داستان جا هيٺيان بيت جيڪي هڪ ٻئي سان سلهاڙيل آهن. انهن کي شاهہ جي ڪلام ۾ شماريو ويو آهي.

”ٻن ٻيائي سپرين، پاٽا تي پل،
آئون اوري ڇهل، تہ توکي رسي تو ڏٽي.“

۽

”توکي رسي تو ڏٽي، جملو ئي جمال،
ڪونهي ٻيو خيال، جي شارڪ شڪ وڃائين.“

هن قسم جي ٻہ اکيائي ٻہ صحيح نہ آهي.“
بلوچ صاحب نہ رڳو بقول ٻانهو خان شيخ پنهنجي تحقيقي عمل کي متئين قسم جي ٻہ اکيائيءَ جو شڪار بڻايو آهي پر ٻئي قسم جي مونجهاري پڻ بلوچ صاحب جي ڪم کي مشڪوڪ بڻائي وڌو آهي.

جيئن"رسالي جو ڪلام" داستان چوٿين جو آخري بيت 4، ص: 252 "محبت جي ميدان ۾ ڪنهن ڇيو ٿي اڇ"کي ڏاريو ڪلام قرار ڏيڻ لاءِ لکيو آهي ته، "هي بيت فقط هڪ رسالي (ي) ۾ آيل آهي، پويون ٻئي سٽون بيان توڙي معنيٰ ۾ مبهم آهن." جڏهن ته ساڳيو بيت وري "شاهه جو رسالو" داستان چوٿين ۾ سيريل نمبر 14، ص: 144 تي شاهه سائينءَ جي ڪلام طورلکيل آهي:

"محبت جي ميدان ۾، ڪنهن ڇيو ٿي اڇ،
سيڻن جي سراءِ ۾، ٿو مئي جو ٻري مڇ،
پرين چوندي پچ، تون اڱ اوڏوئي نه وڃين."

هي پروف يا ترتيب جي غلطي نه آهي، ڇاڪاڻ ته هن بيت کي ڏاريو ڪلام ڄاڻائڻ لاءِ به دليل ڏنل آهن ته وري بيت کي شاهه سائين جو ڪلام ڄاڻائي ان کي تشريح ۾ آٽي ۽ ڏکين لفظن جي معنيٰ به ڏني وئي آهي، هي سڄو بحث هو بلوچ صاحب طرفان ڏاريو ڪلام ڄاڻايل بيتن جي باري ۾ دليلن ۽ حوالن جي اپتار بابت، پر اهي بيت جيڪي رسالي ۾ شاهه سائين جو پنهنجو ڪلام ڄاڻايو ويو آهي، ان ۾ به پڙهڻين، تلفظ ۽ صورتخطي ۾ غلطيون ۽ مونجهارا موجود آهن .جيئن سر ڪلياڻ جي پهرين داستان جي پهرين بيت جي آخري سٽ لکيل آهي. "ڪري پاڻ ڪريم، جوڙئون جوڙ جهان جي" ۾ سٽ جي آخري فقري جي معنيٰ لکي اٿن، "جوڙئون ۽ جوڙي مان" جڏهن ته اهو فقرو آهي: "جوڙون جوڙ جهان جيون." يعني ته، "جهان جون جوڙون يا جهان ۾ جوڙيون." ٻين سڀني رسالن ۾ به اهو فقرو"جوڙون جوڙ جهان جي" لکيل آهي، معنيٰ به هن طرح ٿي آهي.

گربخشاڻي ص: 149، جوڙون جوڙ: جهان مان جوڙ، ڪاريگري، علامه آءِ آءِ قاضي "قدرت سان"، غلام محمد شهواڻي جوڙون جوڙ: جهان جون آسون اُميدون پڄائي ٿو. البته صاحب موصوف جي معنيٰ اختلافي آهي پر صورتخطي صحيح آهي. ٻانهون خان شيخ ص: 3، "جوڙون جوڙ جهان جون" معنيٰ لکي آهي، "جوڙي، ناهي، پڄائي يا راس ڪري." ڪلياڻآڏواڻي هن فقري جي معنيٰ لکي آهي، "پنهنجي ڪاريگريءَ سان ساري جهان جو جنسار ٿو جوڙي،" هي صورتحال آهي بلوچ جي "شاهه جو رسالو" جي، جنهن خود فرنٽ پيج تي "شاهه عبداللطيف جي پنهنجي

ڪلام جو سڄو سربستو صحيح رسالو“ لکيو آهي ۽ پهرين بيت ۾ ئي غلطي آهي.

ساڳئي پهرين داستان جي بيت نمبر 12 ص:134 تي بيت جي ٽئين سٽ ۾ لکيو آهي: ”معرفت جي ماڻ سين، ڏس اندر ڏورين“ معنيٰ صحيح لکيل آهي، پر صورتخطي غلط آهي ۽ اهو لفظ آهي ”ڏيساندر“، قاضي صاحب ص: 4، شاهواڻي ص 7، گربخشاڻي ص 84، ڪلياڻ آڏواڻي ص 3، ٻانهون خان شيخ ص: 5، پر بلوچ صاحب لفظ جي صورتخطي بگاڙي آهي. ساڳئي داستان پهرئين جي بيت: 25، ص: 135 تي بيت آهي:

”سڄاڻپ نه صورت ري، صورت هڏ مَ سوجهه،
ته ٻاراڻي ٻوجهه، وڃائي وجود ڪي.“

هن بيت جي ڏکين لفظن جي معنيٰ سمجهائيندي بلوچ صاحب لکيو آهي: ”وجود معنيٰ= ذات حق جو وجود، وجود هي ذات ۽ صفات وارو خيال، وجود ۽ عدم جو ممڪنات ۽ تعين“ بلوچ صاحب هن لفظ وجود جي جيڪا معنيٰ لکي آهي ۽بيت ۾ ”وجود وڃائڻ جي“ نصيحت آهي ته پوءِ ذات حق کي وڃائي صاحب موصوف الائي ڪهڙي وجود کي حاصل ڪرڻ ۽ ڳولڻ جي ڳالهه ڪئي آهي. جڏهن ته هن بيت ۾ وجود جي معنيٰ، پنهنجو، انسان جو وجود، هستي ۽نفس يا انا آهي، جيئن ٻانهون خان ص: 316 تي، ”هستي کي، هئڻ کي“ معنيٰ لکي آهي. شاهواڻي ص: 708 تي معنيٰ ”نفس کي ماري مات ڪرڻ“ لکيو آهي. ص: 137 ٻئين داستان ۾بيت:10 جي پهرئين سٽ ۾ بلوچ صاحب لکيو آهي، ”ظاهر ۾ ظاني، فڪر منجهه فنا ٿيا“ هتي لفظ ”ظاني“ جي معنيٰ ”ظن ڪندڙ، گمان ڪندڙ، شڪ ڪندڙ“ (ته ائين آهي يا نه) لکي آهي. هت بلوچ صاحب هڪ ته صورتخطيءَ جي غلطي ڪئي، اهو لفظ ٻين رسالن ۾ ”زاني“ لکيل آهي، اها صورتخطي پڻ غلط آهي. حقيقت ۾ اهو لفظ ”زماني“ آهي، معنيٰ: بظاهر زماني جهڙا، زماني وانگر، عام ماڻهن جهڙا. بيت صحيح پڙهڻيءَ ۾ هن طرح آهن:

”ظاهر ۾ زماني، فڪر منجهه فنا ٿيا،
تن کي تعليم جي، ڪڙهه اندر ڪاني،
حرف حقاني، دور ڪيائون دل ۾.“

مطلب تہ اھل معرفت ۽ عارفاڻي منزل وارا، حرف حقاني جو دل ۾ دور ڪرڻ وارا ”زاني“ زناڪار يا ظاني شڪ گمان ڪندڙ نتا ٿي سگھن، پر بظاهر زماني جهڙا ۽ عام ماڻهن وانگر آھن ۽ فڪري طور فنا آھن. اهڙن عظيم ڪردارن سان ”زاني“ ۽ ”ظاني“ جو مطلب ۽ معنيٰ منسوب ڪرڻ، انهن ڪردارن سان نہ رڳو ناانصافي ۽ زيادتي آھي پر گناھ پڻ آھي.

اهڙيءَ طرح داستان نمبر 2، بيت: 138 تي بلوچ صاحب لکيو آھي:

”علتئي آرام، پسي علت آئيو،
حسن جو حق جو، خامي پائيين خام،
اچي ٿيا اسلام، ڪفر ڪافر پاڻ ۾.“

هن بيت جي ٻن لفظن ”علتئي“ ۽ ”علت“ جي معنيٰ بلوچ صاحب لکي آھي: ”علتئي = علت وارو، بيمار، عادتي (گندگي خرابي جو)، عيبدار، ناقص، ظاهري سبب ڳوليندڙ“ ۽ ٻين سيني محققن بہ لڳ ڀڳ اهڙي ئي معنيٰ ڪيي آھي، پر حقيقت ۾ هن لفظ جي معنيٰ آھي، ”سبب يا ڪارڻ“ ۽ علت مان علتئي جي معنيٰ آھي، ”سبب ٺجندڙ يعني ڪارڻي“ ھي بيت معرفت جي معنيٰ رکي ٿو ۽ لطيفي فڪر سان ڪيڏو ظلم آھي، شاھ سائين ڪارڻي ڪنهن کي سڏيو آھي سا سڀ کي خبر آھي، هن بيت جي تشريح اڳ هڪ مضمون ۾ تفصيلي طور ڏنل آھي.

داستان چوٿون بيت نمبر 12، ص: 143 تي بلوچ صاحب بيت لکيو آھي:

”محبت جي ميدان ۾، رُڪ جو آھي رنگ،
ڪوڙيين منجهان ئي ڪو، اي نباهي ننگ،
عشق نانگ نِسنگ، خبر ڪاڏن ڪي پوي.“

ھي ساڳيو بيت ٻانهون خان شيخ داستان جمن ص: 89 تي هن طرح لکيو آھي:

”محبت جي ميدان ۾، ڪي جو آھي رنگ،
ڪوڙين وٺا ڪيترا، نينهن نباهي ننگ،
عشق نانگ نِسنگ، خبر ڪاڏن ڪان پوي.“

هاڻ هنن ٻنهي بيتن جي پهرين سٽ جو ٻيو فقرو ۽ ٻي پوري سٽ پيشڻ سان پڙهڻين جو تضاد ۽ فرق معلوم ٿئي ٿو پر بلوچ صاحب واري

پڙهڻي بهتر آهي. چاڪاڻ تہ بيتن ۾ انداز بيان هڪ جهڙو محسوس ٿئي ٿو.جڏهن تہ ٻانهي خان واري پڙهڻي بہ قابل احترام آهي ۽ گنج جهڙي قديم، اوائلي ۽ ڪي قدر بهتر رسالي تان ڪنيل آهي. پر پوءِ بہ فرق آهي. هاڻ غلط ڪنهن کي چئجي. گنج کي، ٻانهون خان شيخ کي يا بلوچ صاحب کي؟ چاڪاڻ تہ اسان لاءِ تہ گنج بہ محترم آهي تہ ٻئي موصوف بہ. حالانڪ ٻئي موصوف لطيفيات جي حوالي سان وڏا نالا آهن ۽هي تضاد ڪنهن هڪ کي درست تہ ٻئي کي غلط ضرور بڻائي ٿو. مجموعي طور تي اهڙا تضاد رسالي جي پڙهڻين. تلفظ، صورتخطي ۽ معنيٰ ۾ ڪيترين ئي جاين تي ملن ٿا ۽انهن نقطن جي چنڊ ڇاڻ ڪري هڪ جامع، مستند ۽ غلطين کان پاڪ رسالي جوڙڻ جي ضرورت آهي. جامع ۽ غلطين کان پاڪ نہ سهي پر گهٽ ۾گهٽ متفق ۽ تضادن کان پاڪ رسالو تہ جوڙي سگهجي ٿو. جامع انهيءَ ڪري نٿو چوان تہ شاهہ سائينءَ جي اڻ ڇپيل بيتن ملڻ جو سلسلو جيئن پهرين ڇاپي رسالي کان وٺي هلندڙ آهي، تيئن هلندو رهندو. جيئن آخري رسالي جي جوڙڻ ۾ بلوچ صاحب ڪيترائي اهڙا نوان اڻ ڇپيل بيت پنهنجي رسالي ۾درج ڪياآهن، جيڪي ٻين رسالن ۾نہ آهن. تيئن وري ٻانهو خان شيخ بہ پنهنجي رسالي ۾ نوان اڻ ڇپيل بيت درج ڪيا آهن تہ هي سلسلو رڪجي ڪونہ ٿو سگهي پر سوال ٿو پيدا ٿئي تہ بلوچ صاحب کي بيتن جي تعداد مقرر ڪرڻ ۾ حد مقرر نہ ڪرڻ گهرجي. صاحب موصوف کي نوان اڻ ڇپيل بيت ملن ٿا تہ شاهہ سائينءَ جا آهن، جيئن هن ڪيو آهي پر ڪنهن ٻئي ڄاڪوڙيءَ کي ملن ٿا تہ ڇا اهي شاهہ سائينءَ جا نہ آهن؟ غلطين کان پاڪ بہ انهيءَ ڪري نٿو چئي سگهجي جو هر محقق جي سمجهہ، عقل، مطالعي، ذهني لاڙي، عقيدي ۽ تحقيق جو پنهنجو پنهنجو معيار، وسعت ۽ڏانءُ آهي. پر گڏجي ويهي سيني کي رسالي جي متفق نسخي تي اتفاق راءِ سان ڪم ڪرڻ گهرجي.

اچا اڳتي هلو مٿي بحث هيٺ آندل بيت ۾ٿي معنيٰ جو فرق آهي. بيت جي آخري سٽ ۾ لفظ آهي "نسنگ" بلوچ صاحب معنيٰ لکي آهي: "سنئون سڌو، نروار" ۽ ٻانهون خان شيخ هن لفظ جي معنيٰ لکي آهي: "سنگت ساٿ کان بي پرواهہ. بي لحاظ. بي مروت" جڏهن تہ انب گوپانگ تہ ماهي ڪلاچي، تحقيقي جنرل، لطيف چيئر ڪراچي جي هڪ مضمون ۾ هن لفظ جي معنيٰ لکي آهي. "پتنگ وانگر شمع تي سڙندڙ

ننڍڙا ۽ سنهڙا جيت.“

اهڙيءَ طرح داستان چوٿين ۾ پتنگن واري سگهر جو بيت: 31 بلوچ صاحب هن طرح لکيو آهي، ص:146

”پُري پتنگ آئيا، سُري سهائي جهل،
ڪندا ڪان اُچل، مٿو ڏيندا مچ ڪي.“

جڏهن تہ ٻانهون خان ص: 53 تي ساڳيو بيت هن طرح لکيو آهي:

”پُري پتنگ آئيا، سِري سهائي جهل،
ڪندا ڪنڌ اُچل، مٿو وجهندا مچ ۾.“

هاڻي هنن ٻنهي پڙهڻين ۾ بيت جي آخري سٽ ۾ بہ فرق آهي. ٻهرين سٽ جي لفظ ”سري“ ۾ بلوچ صاحب ”س“ تي پيش ڏنو آهي، اها پروف جي غلطي نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ انهيءَ بيت کان پوءِ لڳاتار ٻن بيتن ۾ ائين لکيو ويو آهي، جڏهن تہ ٻانهون خان ساڳئي لفظ کي لڳاتار پنجن بيتن ۾ ”سري“ لفظ ۾ ”س“ تي زير ڏئي ٿو. هاڻي ”سُري“ لفظ جي معنيٰ ٿيندي ”سرڪي، چُري، رڙهي“ ۽ ”سِري“ لفظ جي معنيٰ هڪ لحاظ سان ”سسي، ڳچي“ ٿيندي پر لهجي ۾ فرق سبب ساڳي معنيٰ بہ ٿي سگهي ٿي، پر پوءِ صورتخطيءَ جو فرق رهيو.

اهڙيءَ طرح داستان پنجون، بيت: 3، ص: 148 تي بلوچ صاحب بيت هن طرح لکيو آهي:

”اُيي عاشقن ڪي، سوري سڏ ڪري،
اٿي سڏ سُرڪ جي. تہ ڪئہ مَ پير پري،
سسي ڏار ڏري، پڇج پوءِ پرينٺو.“

هن بيت کي ٻانهون خان شيخ ص:11 تي هن طرح لکيو آهي:

”سوري سڏ ڪري، اُيي عاشقن ڪي،
اٿئي سڏ سڪڻ ۾، تہ ڪَهہ مَ پير پري،
سسي ڏار ڏري. پڇج پوءِ پرينٺون.“

هن بيت جي ٻي سٽ جي پڙهڻيءَ ۾ فرق آهي. بلوچ صاحب لفظ ”سُرڪ“ لکيو آهي ۽ ٻانهون خان ”سڪڻ“ لکيو آهي، پر ٻانهو خان جو لفظ

بهتر آهي، ڇاڪاڻ تہ بيتن ۾ ذڪر سڪ جو ٿئي ٿو ۽ "سُرڪ" يعني شراب جي ڍڪ جو ذڪر ڪونہ ٿو ٿئي.

هن بيت جي هيٺان بلوچ صاحب ٻيو بيت هن طرح لکيو آهي:

"سوري ٿي سينگار، اصل عاشقن جو،
لذٿا ڪين لطيف چئي، نيزي ٿيا نروار،
ڪسڻ جو قرار، اصل عاشقن سين."

هن بيت ۾ ٻي سٽ جي پڙهڻي تہ بلڪل ئي بدليل آهي ۽ ٻانهون خان بيت هن طرح لکيو آهي، ص11:

"سوري آهي سينگار، اصل عاشق جو،
مڙڻ، موٽڻ ميهڻو، ٿئا نظاري نروار،
ڪسڻ جو قرار، اصل عاشقن سين."

مطلب تہ بلوچ صاحب پوري رسالي ۾ بيتن جون پڙهڻيون ڦيرايون آهن، جنهن سبب وري بيتن جي پڙهڻ جي رواني متاثر بہ ٿي آهي ۽ ٻين بہ ڪيترين ئي ڳالهين ۾ فرق آيو آهي.

اهڙو هڪ بيت آهي، جنهن ۾ بلوچ صاحب لفظ "سڏ ڪري" کي ڦيرائي سينگاري لکيو آهي. ص: 148

"سوري سينگاري (سڏ ڪري) اصل عاشقن کي."

وري بيت: 9. ص: 148 تي "سڪ سيوئي سور" لکيو ويو آهي، ٻانهون خان هن فقري کي "سڪ وڏوئي سور" لکيو آهي، جڏهن تہ ٻين رسالن ۾ "سڪ مڙوئي سور" لکيل آهي.

اهڙيءَ طرح بيت: 11 ص: 149 تي بيت جي ٻي سٽ ۾ ٻيو فقرو آهي: "سيٽن سور سَهاءِ" پر بلوچ صاحب معنيٰ لکي آهي، "سور سهائي، پنهنجي عاشق کي درد ۽ ايذاءُ ڏيڻ وٽي ٿو." ٻانهون خان لفظ جي معنيٰ لکي آهي، "وٽي ٿو: پسند آهي."

بلوچ صاحب ص: 149 تي بيت: 12 ۾ پهرين سٽ جي پهرين فقري ۾ لکيو آهي، "سڪڻ ايءَ نہ حد" جڏهن تہ ٻانهون خان ص: 87 تي هي فقرو هن طرح لکيو آهي: "سڪڻ ايءَ نہ سڏ." ڪن ڪن بيتن ۾ تہ بلوچ صاحب لفظ ئي بدلي ڇڏيا آهن. جيئن ص: 151 تي بيت: 26 جي پهرين

ست جي ٻئي فقري کي هن طرح لکيو آهي تہ، ”ملهہ مهانگو قطرو، سڪڻ سعادت.“ جڏهن تہ ٻين سيني رسالن ۾ هي بيت هن طرح لکيل آهي:

”ملهہ مهانگو قطرو، سڪڻ شهادت،
اسان عبادت، نظر ناز پرين.“

آخر ۾ ص: 151 تي وائي لکي وئي آهي، هن وائيءَ جي پهرين ست ۾ صورتخطيءَ جي غلطي آهي ۽ان کان علاوه قافيا بہ اختلافي آهن ۽ سيني رسالن ۾ ائين آهي:

”سپريان جي سونهن جي ڳالهہ ڪيئن نہ وڃي.“

بلوچ صاحب ”ڪيئن نہ وڃي“ جي معنيٰ لکي آهي: ”چو نہ غوغا ڪري، ڪيئن نہ هلي.“ جڏهن تہ ٻانهون خان ص: 84 تي هي فقرو هن طرح لکيو آهي:

”سپريان جي سونهن جي ڳالهہ ڪين وڃي.“

ٻانهون خان معنيٰ لکي آهي: ”غائب ٿئي، الوپ ٿئي، وسري، دل کان لهي.“ جڏهن تہ هن فقري ۾ صورتخطيءَ جي غلطي ٿيل آهي. اهو فقرو هن طرح آهي:

”سپريان جي سونهن جي ڳالهہ ڪي (ڪئي) نہ وڃي.“

۽ معنيٰ ٿيندي تہ ”سپريان جي سونهن جي ڳالهہ ڪئي نہ وڃي، ڪري نہ سگهجي، ڪرڻ کان ٻاهر آهي، ڪرڻ کان مٿي آهي.“

هنن مضمونن جي لکڻ جو مطلب ڪو ٻاڻ کي وڏو اديب يا عالم ثابت ڪرڻ هرگز نہ آهي پر لطيف سائينءَ جهڙي عالمي ۽ آفاقي شاعر جي ڪلام ۽ فڪر کي هڪ متفق معيار تي پهچائڻ جي ڪوشش آهي تہ جيئن رسالي مان مونجهارا ۽ تضاد ختم ٿي سگهن. ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو ڪم بلڪل منفرد ۽ مثالي آهي. صاحب موصوف جي ڪم ۾ سئايون بہ آهن، سندس سالن جي سڪ ۽ سور سمايل آهن. ڊاڪٽر صاحب سنڌي ادب ۽ شاهہ جي رسالي جي وڏي خدمت ڪئي آهي. سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان توڙي پرڏيهہ مان شاهہ جي شاعريءَ جا پراڻا ۽ قديم نسخا هٿ ڪيا، انهن کي پيٽيو، محققاڻو تجزيو ڪيو، شاعريءَ جي سوڊ

سنوار ڪئي، پر عيب کان آجي الله جي ذات ۽ الله جي محبوب جي هستي آهي ۽ ڊاڪٽر جي سهيڙيل رسالي ۾ بہ ڪي سنايون تہ ڪي اوٽايون بہ آهن، ڪو ماڻهو ڪا راءِ ڏئي ٿو تہ اميد تہ ڊاڪٽر صاحب کي ڪا ارهائي نہ ٿيندي. مون بہ هڪ قلمي ڪاوش ڪئي آهي ۽ ڪا ڀُل چُڪ ۽ ڪا بي ادبي يا گستاخي ٿي هجي تہ معافيءَ جو محتاج آهيان.

## يمن ڪلياڻ

ڊاڪٽر بلوچ واري شاهہ جي رسالي ۽ رسالي جي ڪلام (ڏاريو ڪلام) جلد ڏهين جي سروار تجزيي ۽ تحقيق جي سلسلي جو هي ٽيون مضمون آهي: "سر يمن ڪلياڻ"، هن کان اڳ "سر ڪلياڻ" ۽ "سر ڪيڏارو" تي تفصيلي بحث ڪيو ويو آهي. سر يمن ڪلياڻ جي داستان پهرئين ۾ (16) بيت ۽ هڪ وائيءَ کي ڊاڪٽر صاحب ڏاريو ڪلام مڃي رسالي مان خارج ڪيو آهي. انهن خارج ڪيل بيتن مان بيت نمبر 11 شاهہ ڪريم بلڙيءَ واري جو آهي. باقي 14 بيت ۽ هڪ وائي مفروضن جي بنياد تي خارج ڪيا ويا آهن، جيئن بيت نمبر 1 "طنبو طبيبن آٽي اگڻ ڪوڙيا" لاءِ بلوچ صاحب لکيو آهي تہ، "هي بيت حس (23/2) ۽ ان تان نقل ٿيل رسالن ۾ (ج، ڪ، ت۔ل، ورم ۽ غ) ۾ ڏنل آهي. اهو بيت ڪنهن فقير شاهہ صاحب جي هيٺين بيت جي پران چيو، جيڪو معياري متن ۾ سر يمن ڪلياڻ داستان 2 جو يارهون بيت آهي". رسالي جو ڪلام، ص:225.

طنبو طبيبن، آٽي اگڻ ڪوڙيا،
دا ون هن درد کي، ڦڪيون فرق نہ ڪن،
ورچئو ويچ وڃن، سُڌ نہ لهن سور جي.



طنبو طبيبن، آٽي اگڻ ڪوڙيا،
ويڄن ويني ورهہ ٿيا، ڦڪيون فرق نہ ڪن،
مون کي مون پرين، چَتُرَ سين چڱو ڪئو."

هن بيت کي خارج ڪرڻ لاءِ ڊاڪٽر کابہ سند يا حوالو نہ ڏنو آهي، صرف پنهنجي راءِ تحت بيت خارج ڪيو آهي. جڏهن تہ بيت جي پهرئين سٽ هڪ جهڙي آهي. هي ساڳي سٽ يا ساڳي فقري جي وراٽي

وارا بيت شاهہ جي رسالي ۾ عام جام پيا آهن ۽ شاهہ صاحب جي شاعريءَ کي هن قسم جي سڄي وارن بيتن لاءِ خود بلوچ صاحب لکن ٿا تہ: "رسالن جي سرن ۾ داستانن هيٺ ڪافي بيت اهڙا آهن، جو انهن مان پهرئين بيت جي پهرئين سٽ جي پهرئين اڌ واري ٻول يا فقري کي هڪ يا ٻن يا وڌيڪ بيتن ۾ وري ورِيآندو ويو آهي. هي وري ورجائڻ واري، سهڻي ورجيس شاهہ صاحب کان اڳ واري ڪلاسيڪي شاعريءَ ۾ بہ جزوي طور موجود آهي، پر شاهہ صاحب ان کي نمايان ڪيو آهي. ساڳين فقرن کي ورجائڻ سان نہ فقط معنوي تاڪيد توڙي نفسياتي ڪيفيت جي تصديق ٿئي ٿي پر انهن مقصدن سان گڏوگڏ ساڳئي مسلسل آواز جي گونج پڻ پيدا ٿئي ٿي!!" (جلد پهريون مقدمو ص: 170 ۽ 171)

پوءِ هن بيت کي خارج ڪرڻ جو ڪهڙو جواز آهي؟ ٻي ڳالهہ تہ هنن ٻنهي بيتن جي ٻي سٽ پڻ مفهوم ۾ هڪجهڙي آهي. اجا بہ خارج ڪيل بيت جي ٻئي نمبر واري سٽ مفهوم ۽ معنيٰ ۾ وڌيڪ گهري ۽ پُرفڪر آهي. پهرئين بيت جي ٻي سٽ جو مفهوم آهي تہ: "منهنجي هن درد کي دارون ۽ ڦڪيون ڪوبہ فرق ڪونہ ٿيون ڪن." جڏهن تہ خارج ڪيل بيت جي ٻئي نمبر سٽ جو مفهوم آهي تہ. "ويڄن کي منهنجو علاج ڪندي ڪيترائي سال ٿيا آهن پر ڦڪيون فرق ڪونہ ٿيون ڪن!!" ۽ بيت جي آخري سٽ ۾تہ محبوب جي پيار ۽ قرب جي ڪيمياگريءَ جو ڪمال آهي. هي بيت حاجي ٻانهون شيخ پنهنجي طرفان ترتيب ڏنل رسالي ۾ سر جمن داستان (2) جريان، 25 تي رکيو آهي. هي بيت ٻولي، معنيٰ، فڪر ۽ فني سٽاءُ ۾ ڪنهن بہ طرح بلوچ صاحب طرفان شاهہ صاحب جي اهڙي قسم جي ٻئي مڃيل بيت کان گهٽ نہ آهي. بيت جو ٻيو ڪو وارث بہ نہ آهي.

بيت نمبر 2 "مرض منهنجي ڪاڻ. ويڄن وڏا وس ڪيا." پڻ بنا ڪنهن دستاويزي سند جي خارج ڪيو ويو آهي. جڏهن تہ هي بيت وچولي دور جي هڪ رسالي "نت" (1267-1275هہ) ۾ موجود آهي. جيئن بلوچ صاحب خود لکيو آهي تہ "هي بيت فقط هڪ رسالي نت ۾ يڪي گڏيل سر ڪلياڻ و جمن هيٺ ڏنل آهي." وڌيڪ لکن ٿا تہ: "ٻيءَ سٽ ۾ حڪيماڻين ڦڪين واري سٽاءَ پوئين ويجهي دور جي آهي. آخري سٽ پڻ سادي بيان واري آهي ۽ شاهہ جي معيار کان گهٽ آهي" ص: 225 "رسالي جو ڪلام" بيت معنيٰ ۽ مفهوم توڙي ٻوليءَ ۾ اهڙي قسم جي

ٻين بيتن جي معيار جو آهي.

اهڙيءَ طرح بيت نمبر 3 "پاٺي پيهي آيا، اگڻ منجهہ عجيب" ۽ بيت نمبر4 "پاٺي پيهي آيا، اگڻ منجهہ عزيز" پڻ سگهر وارا بيت آهن ۽ بلوچ صاحب هنن بيتن کي خارج ڪرڻ لاءِ ڪابہ سند پيش نہ ڪري سگهيو آهي ۽ صرف مفروضن جي بنياد تي بيت خارج ڪيو ويو آهي، جڏهن تہ هي ٻئي بيت پڻ وچولي دور جي هڪ رسالي "نٽ" (1267ـ1275هہ) ۾ موجود آهن.

بيت نمبر 5 "هڏ نہ وڻي هاڻ، مون ويجن جو وصال" ۽ بيت نمبر (6) "حبيب ئي هادي ٿئو، رهنما راحت" ٻئي بيت تمر فقير جي نالي ڄاڻايا ويا آهن جڏهن تہ هي ٻئي بيت نہ رڳو اوائلي دور جي رسالن ۾ پر 42 رسالن ۾ پڻ درج ٿيل آهن ۽ اهڙي قسم جا ٻيا بيت رسالي ۾ رکيا بہ ويا آهن. هنن ٻنهي بيتن تي گذيل راءِ ڏيندي ٻانهون خان پنهنجي ڪتاب "شاهہ جو ڪلام ـ رسالي جو ڪلام" ص: 47ـ 48 تي لکن ٿا تہ "اوائلي دور جي رسالن جا ڪيترائي بيت جن مان ڪنهن بيت جي پهرئين سٽ جو پهريون فقرو يا بند ان بيت جي اڳ واري بيت جي آخري سٽ جي پهرئين يا پوئين بند سان سلهاڙيل يا قطاريل آهي تہ ان قسم جي ڪن بيتن کي غالبن تمر فقير جا چيل ڄاڻايو ويو آهي، مثال طور سر ڪلياڻ جا بيت:

"هڏ نہ وڻي هاڻ، مون ويجن جو وصال،
هن منهنجي حال، حبيب ئي هادي ٿيو."

۽

"حبيبن ئي هادي ٿيو، رهنما راحت،
پيڙا نيائين پاڻ سين، لاهي ڏيئي لت،
سپريان صحت، ڏنم منجهان ڏکندي."

آهن. جن لاءِ جلد ڏهين جي ص:256 تي ڄاڻايو ويو آهي تہ جيئن تہ پهرين بيت جي آخر سٽ پوءِ واري بيت جي پهرين سٽ سان سلهاڙيل آهي، ان ڪري ٻئي بيت غالبن تمر جا چيل آهن " ٻئي طرف وري "شاهہ جو رسالو ـ شاهہ جو ڪلام" جلد پهرئين ۾ سر ڪلياڻ جي داستان جا هيٺيان بيت جيڪي هڪٻئي سان سلهاڙيل آهن. انهن کي شاهہ جي ڪلام ۾ شمار ڪيو ويو آهي.

”ٻن ٻيائي سپرين، پاٽان اٿي پل،
آئون اوري جهل، ته توکي رسي تو ڏٽي.“

۽

”توکي رسي تو ڏٽي، جملو ئي جمال،
ڪونهي ٻيو خيال، جي شارڪ شڪ وڃائين.“

هن قسم جي ٻه اکيائي به صحيح نه آهي. ٻانهون خان جي مٿي لکيل راءِ جي روشنيءَ ۾ ڏسبو ته رسالي ۾ سوين بيت اهڙا ملندا جن جي فني سٽاءَ مٿي ڇاٽائي وئي آهي پرپوءِ به بيت رسالي مان خارج ڪيا ويا آهن.

ساڳيءَ طرح بيت نمبر 7 ۽ 8 به بنا ڪنهن سَند جي خارج ڪيا ويا آهن ۽ بيت نمبر 9 پڻ خارج ڪيو ويو آهي ۽ اهڙي قسم جي سڄر جا ٽي بيت خود بلوچ صاحب رسالي ۾ داستان ٽئين جريان، 9، 10، ص: 159 تي رکيا آهن. هيءَ به اکيائي پڻ مٿي بيان ڪيل سڄرن جي متعلق متضاد خيالن جي تسلسل ۾ آهي ته ڪن بيتن کي شاهه صاحب جو ڪلام ته ڪن کي ڌاريو ڪلام چيو ويو آهي. بيت نمبر 10 به بنا سَند جي خارج ڪيو ويو آهي ۽ جڏهن ته هن معنيٰ ۽ مفهوم وارا 6 بيت داستان ٽئين ۾جريان 15 کان 20 تائين ص: 159 تي بلوچ صاحب شاهه صاحب جا مڃيندي رسالي ۾رکيا آهن. بيت نمبر 12 پڻ خارج ڪيو ويو آهي ۽ ٻڌايو ويو آهي ته: ”هي بيت وچولي دور جي آخري رسالي حس (4131) جو آهي، جتان پوءِ (ج، ک، ورم، غ) ۾ نقل ٿيو. قافين جي سٽاءَ شاهه جي معيار کان گهٽ آهي، ٻولي غيرمانوس آهي. ”شيخن ۾ شورا ڪين تربا آهن.“ جيئن پڇاڙيءَ واري سٽ ۾ آهي.. (بلوچ، رسالي جو ڪلام، ص257) هتي هڪ ڳالهه غور طلب آهي ته بيت لکڻ ۾ لفظن جي ڦيرقار بلوچ صاحب پاڻ مرادو ڪئي آهي ۽ پوءِ انهن ڦيرقار ٿيل لفظن کي غلطيءَ جو بنياد بنائي بيت غيرمعياري، ٻوليءَ ۾ غيرمانوس، معنيٰ ۽ مفهوم ۾ مبهم چئي خارج ڪيا ويا آهن. هن بيت ۾ پڻ بلوچ صاحب لفظ ”شورا“ لکيو آهي. جڏهن ته درست لفظ آهي ”سُورا“ ۽ معنيٰ ٿيندي: ورهيه ۽ بهادر. ڏسو صفحو 44، شاهه جو رسالو، ٻانهون خان شيخ، ساڳيءَ طرح بيت نمبر 13 لاءِ چيو ويو آهي ته، ٻي سٽ ۾ ”وَرَنهه و ناهيا“ (يا ورن و ناهيا) غير فصيح ۽ معنيٰ ۾ مبهم آهي.

ساڳين ئي اعتراضي نقطن تي بيت نمبر 14 ”ڪاتي جا ڦريب جا سا

هڏ چيري چم“ پڻ خارج ڪيو ويو آهي ۽ دليل ۾ چيو ويو آهي تہ، ”هي بيت قافين ۾ نقص جي لحاظ کان توڙي بيان ۾ فصاحت جي گهٽتائيءَ جي لحاظ کان غيرمعياري آهي.“ (ص:257، رسالي جو ڪلام) جڏهن تہ هي بيت 27 رسالن ۾ درج ٿيل آهي. ڪاٻہ دستاويزي سَند بہ موجود نہ آهي جو بيت جي ڪنهن بئي وارث جو پتو پوي. بلوچ صاحب قافين واري معيار ۾ ص: 176، جلد پهرين مقدمو ۾ لکن ٿا تہ، ”شاهہ جي بيتن ۽ واين ۾ آندل قافين ۾ جڻ ڪُلي مطابقت آهي، يعني قافين وارا لفظ سڄي جا سڄا انهن ڀاڱن ۾ جن مان قافين جو بنيادي آواز نروار ٿئي ٿو، زير، زبر ۽ پيش سميت هم آواز آهن ۽ قافين جو اهو سٽاءُ جڻ ڪلي قاعدو آهي، بلڪ ڪسوٽي آهي، جنهن تي ڪنهن بہ بيت يا وائيءَ کي پرکي سگهجي ٿو تہ اهو شاهہ صاحب جو آهي يا نہ. اهو ڪلي قاعدو ان ڪري آهي جو ان ۾ جيڪي اختلاف يا اجاين (مستثنيات -Excep tions) آهن، سي محدود ۽ آڱرين تي ڳڻڻ جيترين آهن.“ پر پوءِ بہ بيت خارج ڪيو ويو آهي. جڏهن تہ هن فني سٽاءُ کي پرکيندي ٻانهون خان لکن ٿا تہ، ”هي بيت قافين جي لحاظ کان آجائي جي غنائيءَ واري صورت (ii) جي زمري ۾ اچي ٿو ۽ بيا نءِ وضاحت جي لحاظ کان انهيءَ ساڳئي معيار جو آهي، جهڙو سر ڪلياڻ جو بيت:

”ڪاتي ڪونهي ڏوهہ، ڳن وڍيندڙ هٿ ۾،
پسئو پر عجيب جي، لڇئو وڃي لوهہ،
عاشقن اندوهہ، سدا معشوقن جو.“

جنهن کي جلد پهرين ۾ سر ڪلياڻ جي معياري متن ۾ داخل ڪيو ويو آهي، ان لحاظ کان هن بيت کي رسالي جي ڪلام (ڏاريو ڪلام) ۾ شمار ڪرڻ نيڪ نہ آهي.“ ص: 33، ڪتابچو، ”شاهہ جو رسالو- رسالي جو ڪلام“ ٻانهون خان جي راءِ کي ڏسندي معلوم ٿئي ٿو تہ بلوچ صاحب شاهہ جي ڪلام کي پرکڻ وقت خود پنهنجي طرفان مقرر ڪيل معيارن جو بہ صحيح استعمال نہ ڪيو آهي. بيت نمبر 16 لاءِ بلوچ صاحب لکيو آهي تہ، ”هي بيت نٽ رسالي ۾ سر ڪلياڻ هيٺ ڏنل آهي. پوئين سٽ بيان جي لحاظ کان غيرمعياري آهي.“ هي بيت ڪنهن بہ طرح غيرمعياري نہ آهي ۽ اهڙي معنيٰ ۽ مفهوم وارا ڪيترائي بيت رسالي ۾ درج آهن. بيت جي هن سٽ ”موڪل ڪا ڏيئي، ٻَڪي پنهنجي

ٻاجهه جي، ڪي بلوچ صاحب غيرمعياري سڏيو آهي. جڏهن خود بلوچ صاحب پنهنجي طرفان ترتيب ڏنل رسالي ۾ ڪي اهڙا بيت شاهه صاحب جي ٻولي رکيا آهن جن ۾ پڻ ساڳئي معنيٰ ۽ مفهوم ملي ٿو، جيئن:

"ايندو اڄ عجيب، شادي ڏيندو صحت جي،
"دوس درسن تنهنجي، وڏو نار نپن،"
"سڄڻ مان اچي، ڪر لاهو ٿي ڪڏهن،"
"ٻُڪيون ڏيندي ٻاجهه جون نهاري نارون."
"جنِ سيڻ لهن سارون، تن تان ڏکندو ڏور ٿيئي" ۽
"جي نوازيا نصيب، دارونءَ سي درست ڪئا."
(ص: 156 ۽ 157)

هن داستان ۾ وائي، "يار سڄڻ جي فراق، ڙي جيڏيون آئون ماري..." کي خارج ڪرڻ لاءِ بلوچ صاحب لکيو آهي: "هيءَ وائي فقط ٿ، خ ۽ فق رسالن ۾ آهي، هي وائي ٻئي ڪنهن به رسالي ۾ ڪانهي ۽ پهريون پيرو ٽرمپ جي ڏيهي منشي پنهنجي طرفان جوڙي شامل ڪئي، جتان پوءِ خ ۽ ف ق رسالن ۾ (جيڪي ٿ تان نقل ٿيا) ۾ نقل ڪئي وئي. وائيءَ جي ٻولي ۽ اسلوب بيان شاهه واري دورڪان پوءِ جا آهن." (ص: 258) جڏهن ته وائيءَ جا قافيا به معياري آهن ۽ ٻوليءَ ۾ به ڪو نقص نه آهي ۽ ڊاڪٽر گربخشاڻي ٽرمپ واري رسالي لاءِ لکيو آهي ته: "هڪ وڏي خوبي منجهس هيءَ آهي ته جيڪي وايون درج ڪيون ويون آهن، سي شاهه صاحب جون آهن، جن جي عيوض ٻين ڇاپن ۽ خود پٽ (گنج) ۽ ٻلڙي وارن نسخن ۾ناچن ۽ مسخرن واريون وايون داخل آهن."

مجموعي طور تي ڏٺو وڃي ته هن داستان جي بيتن کي خارج ڪرڻ لاءِ بلوچ صاحب سواءِ چند بيتن جي ڪوبه مستند دليل نه ڏنو آهي. خود پنهنجن ئي معيارن جي نفي به ڪئي آهي ته ڪٿي ته وري خود لفظن جي قيرقار ڪري صورتخطيءَ جي غلطي ڪري ۽ ان کي بنياد بڻائي بيت خارج ڪيا آهن. اهڙين غلطيون هن طرح آهن، جيئن بيت نمبر 2 جي آخري سٽ آهي:

”ايندي ساجن ساڻ، وڃن سور سنڌن مان.“

هن سٽ جي آخري فقري کي هن طرح درست لکي سگهجي ٿو:
”ايندي ساجن ساڻ، وڃن سور سنڌا ڪيو.“

بيت نمبر 7 جي پهرئين سٽ ۾ پڻ ڦيرقارتيل آهي، جيئن:

”حبيبن هنيام، ڪُڙهہ ۾ ڪبير ڪيترا.“

هن جي درست پڙهڻي لفظ ”ڪبير“ کي ”ڪان“ پڙهڻ گهرجي ۽ هي لفظ شاهہ جي بيتن ۾ ورجاءُ ۾ ملي ٿو. درست پڙهڻي هن طرح آهي:

”حبيبن هنيام، ڪڙهہ ۾ ڪان ڪيترا“

اهڙيءَ طرح بيت نمبر 8 جي چوٿين ۽ پنجين سٽ ۾ پڻ ڦيرقار آهي:

قلب قربان ڪريان، متان دل دوستن،
هنيين اکڙين، ڪاهہ ڪاري پرين لئي.“

هنن سٽن ۾ لفظ ”دل“ جي بجاءِ ”دم“ ۽ ٻي سٽ ۾ آخري فقرو ”ڪاهہ ڪاري، پرين لئي“ جي بجاءِ ”ڪاهوڪاهہ پرين ڏي“ هئڻ گهرجي ۽ سٽن جي درست پڙهڻي هن طرح آهي:

”قلب قربان ي ڪريان، متان دم دوستن،
هنيين ۽ اکڙين، ڪاهوڪاهہ پرين ڏي.“

وري بيت نمبر 12 جي آخري سٽ ۾ لفظ ”شورا“ تي بلوچ صاحب اعتراض ڪيو آهي تہ، ”شيخنِ ۾ شورا ڪيئن تربا“ جڏهن تہ اهو لفظ پڻ غلط آهي ،درست لفظ آهي ”سُوران.“

هن بحث جو مقصد آهي تہ هڪ طرف بيتن کي ڏاريو ڪلام سمجهڻ ۽ بلوچ صاحب پاڻ ٿي پنهنجن مقرر ڪيل معيارن ۾ ہہ طرفي سوچ جو رويو رکيو آهي. ساڳئي ئي معيار تي پرکيندي ڪن بيتن کي شاهہ صاحب جي ٻلي تہ ڪن کي ڏاريو ڪلام لکيو ويو آهي ۽ ٻي اهم ڳالهہ تہ رسالي جي قلمي يا ڇاپي نسخن ۾ ڪاتبن يا سهيڙيندڙن جي صورتخطي ۽ تلفظ جي غلطين کي سڌارڻ جي ڪوشش نہ ورتي وئي آهي ۽ انهن ئي غلطين کي بنياد بڻائي بيتن کي خارج ڪيو ويو آهي. حالانڪ تحقيق جي طلب

تہ اها هئي تہ اهڙن بيتن جي صورتخطي ۽ تلفظ جي مونجهارن کي درست ڪرڻ گهرجي ها ۽ رسالي ۾ ڪيترن ئي بيتن ۾ خود بلوچ صاحب اهڙيون درستگيون ڪري صورتخطي ۽ تلفظ ۾ ڦيرڦار آندي آهي. هي الڳ سوال آهي تہ اهڙي عمل ۾ بلوچ صاحب ڪيتري قدر درست رهيو آهي. ۽ ڪيتري قدر غلطين جو شڪار ٿيو آهي.

جيئن ٻانهون خان پنهنجي رسالي جي ص:20، مقدمہ ۾ لکيو آهي تہ، "ڊاڪٽر صاحب پنهنجي تحقيق جي دائري کي تمام وسيع بنياد تي اڀاريو آهي، جنهن ۾ لازمي ۽ قدرتي طرح ڪي سقم ۽ سهوون سرزد ٿيون آهن، جن جي نشاندهي ڪرڻ تي ڊاڪٽر صاحب راقم الحروف ڏانهن لکيل هڪ خط ۾ اهڙي قسم جي اوڻاين جي اصلاح جو عنديو ڏنو آهي....." ٻانهون خان ساڳئي صفحي تي وڌيڪ لکن ٿا تہ: "ڊاڪٽر صاحب جو شاهڪار جيئن تہ مٿي ذڪر ڪيل خط ۾ ڄاڻايل عنديي مان معلوم ٿئي ٿو تہ صرف محققن لاءِ آهي، پر عام پڙهندڙن لاءِ ناهي."

شاهہ صاحب جي بيتن کي ڏاريو ڪلام قرار ڏيڻ لاءِ ڊاڪٽر بلوچ صاحب وٽ مفروضن کان علاوه سندن نظر ۾ سڀ کان اهم ۽ ڪي قدرت حتمي دليل آهي انهن شاعرن جي نالن جو جن جي حوالي سان هن صاحب رسالي مان بيت خارج ڪيا آهن تہ هي بيت يا وائي ميين شاهہ عنايت، سندس پٽن پوٽن: شريف شاهہ، بلاول شاهہ ۽ قطب شاهہ جا، ميين عيسيٰ جا، مخدوم عبدالرحيم گروهڙي جا يا خواجہ محمد زمان (اول) لنواري واري جا ياخليفي نبي بخش وغيره جا چپيل آهن. هن بنياد تي گنج شريف توڙي اوائلي دور جي ٻين رسالن ۾ جيڪي سنہ 1210هجريءَ تائين لکيا ويا، درج ٿيل ڪجهہ بيتن ۽ واين لاءِ جلد ڏهين ۾ جدا جدا جاين تي مٿين بزرگن جو حوالو ڏئي خارج ڪيا ويا آهن ۽ انهن جي ويجهڙائيءَ ۾ چپيل بيانن جو دليل ڏنو ويو آهي. هاڻ سوال ٿو پيدا ٿئي تہ اهڙن بيتن ۽ واين ۾ انهن بزرگن جو نالو بہ ڪونهي ۽ وري رسالي جي قلمي نسخن جي ڪثير تعداد کي پاسيرو رکي فيصلو ڪيو ويو آهي. انهن بزرگن مان سيني جي ڪلام کي لطيف سائينءَ جي رسالي لکجڻ کانپوءِ جمع ڪيو ويو. جيئن ٻانهون خان لکيو آهي تہ، "گروهڙي صاحب جي ڪلام جا سڀ نسخا سنہ 1290 هجريءَ کان پوءِ جا لکيل آهن ۽ خليفي جي ڪلام جو اڳاٽو نسخو 1253 هجريءَ کان 1262 هجريءَ واري عرصي ۾ قلمبند ٿيو.... ميين عيسيٰ ۽ مخدوم خواجہ

محمد زمان جي ڪلام جا سنہ 1210 هجريءَ (يعني گنج جي لکجڻ) کان اڳ جا لکيل نسخا دستياب نہ ٿي سگهيا آهن.... ان حساب سان گنج شريف ۾ يا سنہ 1210 هجريءَ تائين لکيل شاهہ صاحب جي رسالن ۾ درج ٿيل ڪلام جيڪڏهن مٿي ذڪر ڪيل شاعرن جي بياضن ۾ بہ آهي تہ ان بنياد تي ان ڪلام کي انهن شاعرن سان منسوب ڪرڻ صحيح ناهي...." (ص: 49، شاهہ جو ڪلام- رسالي جو ڪلام)

ڊاڪٽر صاحب بيتن ۽ واين کي معنيٰ ۽ مفهوم ۽ فڪري لحاظ کان غيرمعياري چوندي خارج ڪيو آهي. هن لحاظ کان پڻ ڊاڪٽر صاحب ڪيترين ئي جاين تي خود غلطي ڪئي آهي، جيئن اڳ لکيل مضمونن ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي ۽ آئنده بہ ٿيندو رهندو. پنهنجي سوچ ۽ فهم مطابق ۽ رڳو پاڻ کي درست سمجهڻ وارا اهڙا فيصلا بہ شاهہ صاحب جي فڪر سان نہ سلهاڙڻ گهرجن. وري جيتري قدر معنيٰ ۽ مفهوم جو سوال آهي تہ ان قسم جا ڪيترائي بيت معياري متن ۾ درج ڪيا ويا آهن ۽ ڪيترن ئي بيتن کي ڏاريو ڪلام لکيو ويو آهي.

"بنا ڪنهن سَند جي رڳو ائين چوڻ تہ غور، تفحص ۽ تحقيق جي بعد معلوم ٿيو آهي تہ فلاڻو بيت يا وائي شاهہ صاحب جو ڪلام نہ آهي يا آهي. مناسب نہ ٿيندو.... ان کان سواءِ اهو فيصلو بہ صحيح ناهي جيئن تہ فلاڻو بيت يا وائي شاهہ صاحب جي اعليٰ شاعريءَ يا اعليٰ فڪر ۽ فهم جو آئينيدار ناهي، تنهن ڪري انکي ڏاريو ڪلام تصور ڪيو وڃي. انهيءَ نموني دائمي اختلاف جا دروازا کلي ويندا ۽ هرهڪ محقق پنهنجي ذاتي راءِ موجب شاهہ جي فڪر جو اندازو لڳائي فيصلو ڪندو رهندو.... رسالن ۾ درج ٿيل ڪلام کي شاهہ صاحب جي اعليٰ شاعري يا اعليٰ فڪر ۽ فهم جي پئماني جي نسبت سان پرکڻ هڪ گورک ۽ سخت مونجهاري وارو مسئلو آهي." (ص: 12-22 شاهہ جو رسالو، بانهو خان شيخ) اهڙي قسم جي راءِ ڊاڪٽر گربخشاڻي طرفان رسالي مان خارج ڪيل بيتن لاءِ پڻ موجود آهي تہ "اهو ڪلام چو ڪڏي ڇڏيائين ۽ جي ڪڍيائين تہ ان لاءِ چو ڪا خاطر خواهہ وضاحت نہ ڪيائين." (جيٺ مل ۽ پيرو مل آڏواڻي) ساڳيو حال بلوچ صاحب جو آهي.

داستان (2) جي سر يمن ڪلياڻ جو پهريون بيت "جُسي ۾ جبار جو، خفي خيمو ڪوڙ...." 27 رسالن ۾ درج آهي. هر رسالي جو ڪوبہ بيو وارث نہ آهي، پوءِ بہ بيت کي ڏاريو ڪلام مڃيو ويو آهي ۽ ڊاڪٽر بلوچ

صاحب لکن ٿا تہ، "هي بيت ڪنهن عالم جو چيل آهي، جيئن ان جي اسلوب بيان مان ظاهر آهي. نصيحت واري عام رنگ ۾ چيل آهي ۽ قافين ۾ پڻ نقص آهي." (رسالي جو ڪلام يعني ڏاريو ڪلام، ص: 258) بلوچ صاحب جي هن راءِ کي رد ڪندي ٻانهون خان شيخ لکيو آهي تہ: "جيتري قدر اسلوب بيان جو تعلق آهي تہ هي بيت شاھ صاحب جي ڪلام کان عليحدو سمجهڻ وڏي بي انصافي آهي." ص: 37، ڪتابچو، "شاھ جو ڪلام- رسالي جو ڪلام."

ان کان علاوه بيت نمبر 2 کي عيسي نالي سالڪ جو چيو ويو آهي ۽ وري خود ڊاڪٽر صاحب لکن ٿا تہ: "هي بيت عيسيٰ نالي سالڪ جو چيل آهي ۽ تي سگهي ٿو تہ ميين عيسيٰ جو هجي، البتہ شاھ عبداللطيف ڀٽ شاھ ثقافتي مرڪز طرفان ڇپايل ڪتاب "ميين عيسيٰ جا سنڌي بيت" (ڇاپو 1993ع) ۾ شامل ڪونهي." ص: 258. بلوچ صاحب جي هي ٻہ طرفي سوچ پڙهندڙن اڳيان آهي، وڌيڪ جيڪو مناسب فيصلو سمجهيو وڃي.

بيت نمبر 3، 4، 5 ۽ 6 کي "مدن فقير ۽ عمر فقير" جي نالي منسوب ڄاڻايو ويو آهي پر بنا ڪنهن سَند جي، جڏهن تہ بيتن کي غيرمعياري سڏڻ لاءِ جيڪو اعتراض واريو ويو آهي، سو پڻ غلط آهي، ڇاڪاڻ تہ بيتن ۾ صورتخطي کي سڌارڻ بجاءِ بگاڙيو ويو آهي. جيئن بيت نمبر 4 جي ٻي سٽ ۾ "جونرا" لفظ آهي، جيڪو غلط آهي، صحيح لفظ آهي "جيرا" ۽ آخري سٽ لکيل آهي، "تي ترڀءَ جي ڪن، عبادت عمر چئي" هن سٽ جي معنيٰ ٿيندي تہ "ترڀ تي جيڪي عبادت ڪن ٿا، عمر چئي"، هتي انداز خطاب بدلجي ٿو، جڏهن تہ بيت هڪ فاعل ۾ هلي ٿو ۽ لفظ "عمر ُچئي" غلط لکيو ويو آهي، هي لفظ "عُمرَ جي" آهي ۽ هن درستگيءَ سان بيت هڪ فاعل جي بيان ۾ ٿيندو ۽ پوءِ هي سٽ هن طرح ٿيندي: "ترڀءَ تي جي ڪن، عبادت عُمرَ جي" معنيٰ "جيڪي عُمرَ جي عبادت ترڀءَ تي ڪن ٿا." هاڻ درست پڙهڻي پوري بيت جي هن طرح آهي:

"محبت جي ميدان ۾، جانئان جوش اچن،
جيرا، جگر، ٻُڪيون، منجهان ٿا مچ ٻرن،
ترڀءَ تي جي ڪن، عبادت عُمرَ جي."

بيت نمبر 5 کي غيرمعياري سڏڻ شايد سمجھ جي ڪوتاهي آهي،

ورنہ ”جوش اچن“ تمثيل نهايت اعليٰ فڪر ۽ فهم جي حامل آهي ۽ بيت موکي جي داستان جو تسلسل آهي. اهڙيءَ طرح بيت نمبر 6 جي ٻي سٽ ۾ لفظ ”پري“ کي سڏاري ”پري“ پڙهڻ گهرجي ۽ بيت ۾ ٻہ لفظ ٻيا بہ غيرضروري داخل ٿيل آهن، سي پڻ ڪيڏڻ گهرجن: پهرين سٽ ۾ ”ٿي“ ۽ ٻي سٽ ۾ ”آسري“. هاڻ بيت هن طرح پڙهي سگهجي ٿو:

”محبت جي ميدان ۾، سوري سڏ ڪري،
آءُ اوراهون، وڃ م پير پري،
اچلئو اڏ ڪري، سرڪ جا شراب جي.“

هاڻ بيت شاھ صاحب جي تجنيس حرفيءَ ۾ بہ مڪمل آهي. باقي بيت ۾ زوريءَ ڪنهن فقير جو نالو ٿُنبي ۽ صورتخطي ۽ تلفظ کي ڦيري، سڏارن آڻڻ جي تڪليف نہ ڪندي. بيت کي ڏاريو سڏڻ عقلمندي نہ آهي.

اهڙيءَ طرح بيت نمبر 7 کي خارج ڪرڻ لاءِ دليل طور مفروضو جاڙايل آهي تہ، ”هي بيت ڪنهن پڙهيل فقير جو چيل آهي ۽ ان جو بيان شاھ جي اسلوب کان الڳ آهي. بيان جي لحاظ کان منڌل ۽ معنيٰ ۾ مبهم آهي.“ ص: 259 بيت هن طرح آهي:

”پوک جا پنن جي، ”لا“ سان وجھ لُٽي،

لم يکن الذين ڪفروا من اهل الڪتاب ”اي آگي آيت موکلي ڏاريائين ڏٽي،

اها ڳالھ سٽي، مون ورق سڀ وسارئا.“

هن بيت ۾ پڻ سڏارن جي ضرورت آهي ۽ درست بيت هن طرح آهي:

”پوک جا پڙهڻ جي، ”لا“ سين ڇڏ لُٽي،

لم يکن الذين ڪفروا من اهل الڪتاب“ اي آيت موکلي ڏٽي،

اها ڳالھ سُٽي، مون ورق سڀ وسارئا.“

هن اسلوب بيان جا بيت رسالي جي مستند ڪلام ۾ موجود آهن ۽ ساڳئي قسم جي معنيٰ ۽ مفهوم رکن ٿا. جيئن بيت هيٺ لکجن ٿا:

”سي اٽپڙهيائي پڙهيا ٿيا، جن کي پڙهائي پاڻ،
ڪوڙين ڪتابن ساڻ، هون ئي گهٽا وتن گهمندا.“

يا

”پڙهڻ تہ پرجهڻ، نات پڙهڻ آهي مذاق،
سبق سپريان جي، اندر ڪئي اوطاق.
تون پردو رکج پاڪ، آءُ حرف نہ ڄاڻان هيڪڙو.“

يا

اکر پڙهہ ”الف“ جو، ٻيا ورق سڀ وسار،
اندر تون اجار، پنا پڙهندين ڪيترا.

بيت نمبر 8 لاءِ ڪوبہ دليل نہ ڏنو ويو آهي، صرف بيت جي مختلف پڙهڻين تي بحث ڪيو ويو آهي ۽ ڪوبہ نتيجو واضح نہ ڪيو ويو آهي. بهرحال بيت خارج ڪيو ويو آهي. جڏهن تہ بيت 35 رسالن ۾ درج ٿيل آهي. اهڙيءَ طرح بيت نمبر 9، 36 رسالن ۾ آهي پر بيت کي ڌاريو ڪلام ڪوٺڻ لاءِ دليل ۾ لکيو ويو آهي تہ، ”هي بيت شاھ کان اڳ جو آهي ۽ شايد ميين شاھ ڪريم جو هجي. ميين شاھ ڪريم جي ڪلام ۾ ڪونهي پر شاھ ڪريم جي صبر تي ساکي بيت آهي.“ (ص: 260) هاڻ بيت شاھ ڪريم جي ڪلام ۾ بہ ڪونهي ۽ شاعر جو نالو بہ بيت ۾ ڪونهي تہ پوءِ بيت کي ڌاريو ڪلام سمجهي خارج ڪرڻ جو سبب صاحب موصوف وٽ الائي ڪهڙو آهي؟ بيت هن طرح آهي:

”ڏمر پاسو ڏک سين، ڪانڌ ڪٺوري هوءِ،
والله مع الصابرين“ آگو ايهين چوءِ.“

هن قسم جو هڪ ٻيو بيت هن طرح آهي:

”ڪٺوري چٽين پلئين، توڙي ڏهاڳڻ هوءِ،
توڙي منهن نہ ڏوءِ، تہ پڻ سهاڳڻ اڳري.“

هاڻ ٻنهي بيتن جو اسلوب، معيار ۽ معنيٰ ۽ مفهوم کي پيٽيو ۽ پوءِ فيصلو ڪريو تہ بيت خارج ڪرڻ جو سبب ڇا آهي.

بيت نمبر 10، 11، 12 ۽ 13، جيڪي سڳر جا بيت آهن، انهن چئني بيتن کي ڌاريو ڪلام مڃڻ لاءِ لکيو ويو آهي تہ.“ٻولي توڙي بيان جي لحاظ کان شاھ جي معيار کان گهٽ آهي.... هي نصيحت جو سادي معنيٰ وارو بيت آهي.“ (ص:260) بس هن مفروضي تي چئن بيتن کي ڌاريو

ڪلام ڇاٽايو ويو آهي. هنن بيتن جو ڪوبہ وارث نہ ڀڏايو ويو آهي، جڏهن تہ انهيءَ سر جا 5 بيت سر آسا جي داستان ستين جي جريان 13 کان 17 تي وري درج ڪيا ويا آهن. خارج ڪيل بيت ۽ رسالي ۾ درج بيت، معنيٰ ۽ مفهوم ۾ نوعيت ۽ اسلوب بيان ۾ بہ هڪ جهڙائي رکن ٿا. پر پوءِ بہ صاحب موصوف هن قسم جو فيصلو ڪيو آهي. ٻي ڳالهہ تہ هي بيت ٻين رسالن ۾ سر يمن ڪلياڻ جي آخري داستان ۾ درج ٿيل آهن ۽ بلوچ صاحب بنا ڪنهن سبب جي هنن بيتن کي سر آسا ۾ رکيو آهي.

بيت نمبر 14 ۽ 16 گروهڙي صاحب جي نالي منسوب ڪيا ويا آهن. پر بيت نمبر 15 ۽ 17 کي 30 کان 35 رسالن ۾ درج هوندي بہ صرف مفروضن جي بنياد تي خارج ڪيو ويو آهي تہ. ”هي عام معنيٰ وارو پهاڪي ۽ نصيحت جو بيت آهي. بيت جي ٻنهي سٽن جا قافيا شاهہ جي شعر جي معيار کان گهٽ آهن..... هي بيت اوائلي دور جي ڇهن رسالن ۽ وچئين دور جي رسالي ”نپ“ ۾ (ٻنهي سٽن جي آخر ۾ قافين سان) ڏنل آهي. بيت جي اها سٽاءُ شاهہ صاحب کان اڳ واري دور جي آهي ۽ هي بيت ان دور جي ڪنهن سالڪ جو چيل آهي.“ (ص: 261-262) بيتن جو ڪوبہ وارث ڪونهي ۽ بيت اوائلي توڙي وچين دور جي رسالن ۾ بہ درج آهن، پوءِ بيت خارج ڪرڻ جو سبب قابل قبول نٿو ٿي سگهي.

ساڳيءَ طرح بيت نمبر 18 کي شاهہ ڪريم جو چيو ويو آهي پر بيت نمبر 19 کان 22 تائين ۽ وائيءَ کي پڻ بنا ڪنهن سند جي خارج ڪيو ويو آهي ۽ صرف مفروضن کان ڪم ورتو ويو آهي. جڏهن تہ هنن بيتن ۽ وائيءَ جو ڪو وارث بہ نہ ڄاڻايو ويو آهي.

داستان ٽئين جي بيت نمبر 1 کي خارج ڪرڻ لاءِ بلوچ صاحب پنهنجي روايتي اعتراض کي دهرائيندي بيت جي ٻي سٽ کي ”عام معنيٰ“ ۽ ٻي سٽ جي پهرئين سٽ سان ربط نہ هئڻ سان گڏ اهو پڻ لکيو آهي تہ. ”هي بيت شاهہ صاحب جي اصل بيت ”اکر پڙهہ الف جو ٻيا ورق سڀ وسار“ کان متاثر ٿي پوءِ ڪنهن فقير چيو، ٻئي بيت پيٽ ڪرڻ خاطر هيٺ لکجن ٿا:

”اکر پڙهہ ”الف“ جو، ٻيا ورق وارئين ڪوهہ،
آهي اي ڏوهہ، جيئن سبق سمجهين ڪين ڪي.“

اکر پڙهہ الف جو، ٻيا ورق سڀ وسار،

اندر تون اجار، پنا پڙهندين ڪيترا.“

هڪ ته سگهڙ جو بيت آهي ۽ مٿيان ٻئي بيت ۽ ”پڙهڻ“ متعلق ٻيا ڪيترائي بيت آهن، جي هن قسم جي معنيٰ ۽ مفهوم رکن ٿا ۽ هن بيت جو ڪو وارث به نه آهي.

بيت نمبر 2:

”جيئن جيئن ورق ورائين، تيئن تيئن ڏنو ڏوهه،
تنهن کٽي ڪبو ڪوهه، جي رهٽي رهيو نه سپرين.“

هن بيت تي بلوچ صاحب ڪي اعتراض آهي ته، ”قافيا ناقص آهن جو هڪ تي زبر ۽ ٻئي تي پيش آهي. (معنيٰ ڏنو ڏوهه= ڏنو وائنو ڏوهه، سنئون سڌو ڏوهه) قافين جي سٽاءَ مان ظاهر آهي ته هي بيت شاهه جي دورڪان اڳ جو آهي. ٻي سٽ ۾ محبوب تي تنقيد ڪيل آهي. شاهه جي محبوب ۾ عيب آهي ئي ڪونه، هو هر ميارڪان مٿي آهي.“ (ص:265)

هاڻ بلوچ صاحب کي ڪير سمجهائي ته قافين ۾ زير ۽ پيش جو فرق نه آهي، پهرئين سٽ ۾ ”ڏنو ڏوهه“ ”هَ“ تي پيش ايندو، ڇاڪاڻ ته عدد واحد آهي ۽ ان جو ثبوت فعل ”ڏنو“ پڻ عدد واحد لاءِ آهي. فعل جي نحوي بناوت ”هَ“ تي پيش جي دلالت ڪري ٿي ۽ ٻي سٽ ۾ قافيو ”ڪوهه“ تي پيش آهي، هاڻ ته قافيا ناقص نه آهن ۽ هي اعتراض ختم ٿيڻ گهرجي. غلطي لکڻ ۽ سمجهڻ ۾ ٿئي ٿي ته وري ڪچو بيت ڪي ٿو ڪيو وڃي. بلوچ صاحب جو جيڪو ٻيو اعتراض ته ٻئي سٽ ۾ محبوب جي عيب جو ذڪر آهي سو به ائين نه آهي، سمجهه لاءِ بيت جي معنيٰ لکجي ٿي ته:

”جيئن جيئن مون ورق ورايا يعني پنا اٿلايا ته مون ڏوهه ڏٺو، ڇاڪاڻ ته ان عمل يا ڪم کي ڇا ڪبو، ان جو ڪهڙو فائدو جنهن ۾ محبوب نه ملي.“ هن سٽ ۾ ته محبوب تي ڪابه تنقيد ڪيل ڪانهي. محبوب ۾ ته ڪنهن به عيب جي ڳالهه ڪانه ٿي ٿئي. الٽو پاڻ تي ميار ٿي اچي ته نلهو پڙهڻ پاڻ مرادو ڏوهه آهي ۽ ان عمل جو ڪهڙو فائدو جنهن ۾ محبوب نه ملي. اهڙي ئي نا سمجهيءَ سبب هن قسم جا ڪيترائي بيت بنا ڪنهن سند جي خارج ڪيل آهن. جيئن بيت نمبر7:

”مر ندي سين مَ مڃ، اکر جو الف جو،

سو ڪي هنيين سچ، جو الف ڪان اوري ٿيو.“

هن بيت ڪي ڏاريو چيو ويو آهي، ”هي ۽ هن ڪان پوءِ وارا بيت هڪ ٻئي سان ڪڙو ڪڙي ۾ سنگھر طور ڳنڍيل آهن. جنهن مان ظاهر آهي تہ، ڪنهن ٻئي جا چيل آهن. انهن ۾ سمايل ابتڙ خيال جي نوعت ۾ گهٽي هلڪائي آهي، جيڪا شاھ جي مسلڪ ۽ معيار کان گهٽ آهي.“ (ص: 267)

اهڙيءَ طرح بيت 8 لاءِ لکيو ويو آهي تہ، ”هن بيت جي پهرئين ۽ ٻي سٽ جي بيان ۾ ڪو ربط ڪونهي، معنيٰ ۾ هي بيت منڌل ۽ مبهم آهي، پڻ ڏسو بيت 7، هيٺ ڪيل وضاحت“ (ص: 267) بيت هن طرح آهي:

”جو الف ڪان اوري ٿئو، الف اهوئي آهہ،
لوڪان تو لڪاءِ، تہ داخل ٿين نہ دال سين.“

بيت نمبر 9 لاءِ لکيو ويو آهي تہ، ”هن بيت جي معني مبهم آهي“. بيت هن طرح آهي:

”جو ”ميم“ مان معلوم ٿيئي، الف اهوئي آهہ،
لاڳاپا لٽاءِ، تہ داخل ٿيين نہ دال ۾.“

بيت نمبر 10 لاءِ لکيو ويو آهي تہ، ”هي بيت عامي بيان (تون وارو خطاب) ۽ سطحي معنيٰ وارو آهي. پڻ وڌيڪ وضاحت لاءِ ڏسو مٿي بيت نمبر 7.“ (ص: 267) بيت هن طرح آهي:

”ميم مان معلوم ٿيو، تہ الف آهين تون،
آيل تهان پوءِ مون، ورق سڀ واري ڍڪئا.“

هاڻ هڪ تہ هن بيت ۾ بلوچ صاحب کي لفظ تون تي اعتراض آهي. هن جو جواب اهو آهي تہ شاھ سائينءَ جي ڪلام ۾ ڪيترين ئي جاين تي ”تون“ لفظ استعمال ٿيل آهي. جيئن ”تون حبيب، تون طبيب“ واري سڄي جا بيت ۽ ٻيو اهو تہ ”تون“ زمري ۾ الله تعاليٰ لاءِ استعمال ٿيو آهي تہ الله تعاليٰ جي وحدانيت جي تقاضا اها آهي تہ، ”تون“ سان مخاطب ٿيڻ گهرجي ۽ عام ڳالھ ٻولھ ۽ دعا ۾ بہ الله تعاليٰ لاءِ ”تون“ لفظ خطاب ۾ ايندو آهي. ٻي ڳالھ اها آهي تہ هي بيت حقيقت ۾ هن بيت جو جواب آهي:

”احد احمد پاڻ ۾، وچان ميم فرق،
ٿئا مستغرق، عالم انهيءَ ڳالهہ ۾.“

مطلب تہ ”احد ۽ احمد“ ۾ صرف ميم جو فرق آهي ۽ انهيءَ ”ميم“ جي فرق معلوم ڪرڻ لاءِ سڀ عالم مستغرق آهن. سوچ جي گهراين ۾ ٻڏل آهن ۽ ان ميم جو راز شاهہ صاحب هن بيت ۾ ڏنو آهي تہ:

”ميم مان معلوم ٿيو، تہ الف آهين تون،
آيل تهان پوءِ مون، ورق سڀ واري ڏڪيا.“

”ميم“ مان معلوم ٿيو تہ الف تون ئي آهين ۽ پوءِ مون ڪي وڌيڪ ورق وارڻ جي ضرورت نہ رهي آهي. هاڻي سوال واري بيت کي رکڻ ۽ جواب واري بيت کي خارج ڪرڻ عقلمندي نہ آهي، پر الٽو شاهہ سائينءَ جي فڪر ۽ فهم کي منجهائڻ ۽ ڏکيو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش آهي.

هنن بيتن جو ڪوبہ وارث نہ آهي ۽ ڪنهن شاعر جو نالو بہ نہ آهي تہ باقي اعتراض ڪهڙو رهي ٿو. جيتري قدر ابتڙ خيال جو معاملو آهي تہ ٻانهون خان شيخ لکن ٿا تہ: ”وري جيتري قدر معنيٰ جو حقيقت جي خلاف هجڻ جو سوال آهي تہ ان قسم جا ڪيترائي بيت معياري متن ۾ درج ڪيا ويا آهن. جيئن:

1- عاشق چئوم ان کي، مَ ڪي چئو معشوق.
2- وڏي تان ان وات ۾، ٻيلپ ٻيائي.
3- ڪافر ٿي تہ ابهين، باب شرع جا ڇڏ.
(ص:34)

هونئن بہ هنن بيتن ۾ ابتڙ خيال نہ پر معرفت سمايل آهي ۽ اهڙا معرفت جي مام وارا ڪيترائي بيت خود بلوچ صاحب رسالي ۾ شامل ڪيا آهن ۽ صرف هنن بيتن لاءِ بنا ڪنهن سَند جي اعتراض واريو ويو آهي ۽ ساڳيو اعتراض بيت نمبر 11 تي ڪيو ويو آهي.

هن ئي داستان جو بيت نمبر 12 ”هڪ جو اکر ونگڙا جي گُر تَسي ڏي“ ڪنهن فقير ڏي منسوب ڪيو وير آهي. بيت نمبر 13، 14 ۽ 15 شاهہ ڪَريم بلڙيءَ واري جي نالي سان منسوب ڪيا ويا آهن. هنن بيتن جي

شروعاتي سٽ هن طرح آهي: ”ڪنز قدوري ڪافيہ.... لوڪان نحو صرف“ ۽ ”ڪنز قدوري ڪافيا....“ پر بيت نمبر 16 جو ڪوبہ وارث نہ ٻڌايو ۽ صرف هي لکيو ويو آهي: ”هي بيت قافين ۾ ناقص آهي ۽ پڻ پوئين سٽ معنيٰ ۾ مبهم آهي.“ (ص:269) بيت هن طرح آهي:

”ڪنز قدري ڪافيہ، پنا پڙهيم پوچ،
جڏ مهراڻ ڏني موج، تڏ حرف نہ ڳڏئو حرف سين.

هي بيت بقول بلوچ صاحب تہ قافين ۾ناقص آهي ۽ آخري سٽ معنيٰ ۾ مبهم آهي. جيستري قدر ڪافين جو تعلق آهي تہ شاھ سائينءَ جي ڪلام ۾ ڪتي ڪتي اهڙي قسم جي ”آجائي“ جو استعمال ٿيل آهي.باقي رهي ڳالھ تہ بيت معنيٰ ۾ مبهم آهي، سوڳالھ واضح پئي آهي تہ هي بيت همہ اوست جي فڪر جو آهي ۽ ”ڪنز قدوري ڪافيہ....“ وارن بيتن جي پڇاڙيءَ تي لکيل آهي. ۽ جيئن ”ڪنز قدوري ڪافيہ....“ وارن بيت ۾ ظاهري تعليم کي ننديو ويو آهي ۽ معرفت جي علم جي اهميت ظاهر ڪئي وئي آهي. تيئن ئي هن بيت ۾ پڻ اهڙو فڪري اظهار ٿئي ٿو تہ ظاهري تعليم جي ڪتابن جا ڪيترائي پنا پڙهيم پر جڏهن معرفت جي مهراڻ جي موج اُٿي تہ، حرف حرف سان نہ جڙيو، يعني پوءِ لفظ ڪنهن بہ ڪم جا نہ رهيا. اهڙي قسم جا ٻيا بيت پڻ آهن، جن ۾همہ اوست جو ذڪر آهي ۽ مهراڻ جي موجن جو رنگ پڻ پسجي ٿو:

(1) ”اڌ ميو جي مهراڻ، ذات مڙيائي هيڪڙي،
”الا انڪما ڪان“ ويو وڃائين پاڻ،
جي پروڙين پرياڻ، ٻيو هڏهين ناهہ ڪو.“

(2) ”سمونڊ ڪنيو ساهہ، ڪوڙين موجون اٿيون،
سيئي ڪون مڪان ۾، سيئي سي ٿيا،
”الا انهہ بڪل شيءِ محيط“ مڙوئي درياهہ،
اڌ ميو جي اوڙاهہ، ذات مڙيائي هيڪڙي.“

ساڳئي قسم جو رويو بيت نمبر 17 لاءِ رکيو ويو آهي. بيت نمبر 18 قاضي قادن سان منسوب ڪيو ويو آهي ۽ بيت نمبر 19 شاھ ڪريم بلڙيءَ واري جي بلي رکيو ويو آهي. بيت نمبر 10 لاءِ لکيو ويو آهي تہ. ”معنيٰ ۾ 3

۽ 4 ست مبهم ۽ منتشر، تيون نمبر مصرع جڻ بي معنيٰ ۽ پڻ شاعريءَ جي معيار کان گهٽ، 4 نمبر مصرع پڻ معنيٰ ۾ مبهم. هن بيت جو اسلوب بيان شاهہ صاحب جي دور کان پوءِ جو آهي.“ (ص:270)

بيت هن طرح آهي:

”پڙهيم جو پاڻ لئي، سبق سابق جو،
ڀرين سچاتم، پنهنجي نفس جو نهو،
جيئن عرفان اصل ۾، ٿي روحن روز ڪئو،
وري ورق پئو، گڏيم وڏ وصال جو.“

هن بيت جو ڪوبہ وارث نہ آهي، باقي بيت ڪي مبهيم ۽ منتشر سڏڻ جو جيستائين سوال آهي تہ هن بيت جي تشريح لکجي ٿي ۽ فيصلو پڙهندڙن تي ٿو ڇڏجي. بيت جي معنيٰ آهي تہ: ”مون پنهنجي نفس کي سڃاڻڻ جو سبق پڙهيو ۽ پوءِ هڪ ورق ائين وريو جو منهنجي بہ انهيءَ منزل تي رسائي ٿي، جتي ڪامل روح روزانو پرواز ڪري پهچندا آهن.“ ان کان پوءِ بيت نمبر 21، ”الف جنهن جي اڳ ۾، سو پنو نہ پاڙهيائون.“ ۽ بيت نمبر 22 ”الف جنهن جي اڳ ۾، سا ست ساريائون....“ ۽ بيت نمبر 24، بيت 25 کي ڪنهن فقير يا غالبن تمر فقير سان منسوب ڪيو ويو آهي پر بيت نمبر 23 ”لا يو لام الف سين، ڪاتب ٿا لکين“ کي ميين شاهہ عنايت سان منسوب ڪيو ويو آهي، جڏهن تہ هي بيت نٿ رسالو (1267 کان 1275) ۾ شامل آهي تہ پوءِ ميين شاهہ عنايت جو ڪيئن ٿو ٿي سگهي، ڇاڪاڻ تہ بلوچ صاحب ”شاهہ جو رسالو- شاهہ جو ڪلام“ جلد ٻئين جي ص 8 ۽ 9 تي ڄاڻايو آهي. ”شاهہ عنايت جو ڪلام جنهن ۾ سندس پٽن ۽ پوٽن جو ڪلام بہ شامل آهي، لطيف سائينءَ جي رسالي لکجڻ کان پوءِ جمع ڪيو ويو.“ جڏهن تہ هت هن حقيقت جو بہ ذڪر ڪرڻ مناسب ٿيندو تہ گروهڙي صاحب جي ڪلام جا سڀ نسخا سن 1290هہ کان پوءِ جا لکيل آهن ۽ خليفي نبي بخش جي ڪلام جو آڳاٽو نسخو 1253هہ کان 1262هہ واري عرصي ۾ قلمبند ٿيو. ميين عيسي ۽ مخدوم خواجہ محمد زمان جي ڪلام جا سن 1210هہ کان اڳ جا لکيل نسخا دستياب نہ ٿي سگهيا آهن. ان حساب سان گنج شريف ۾ يا سن 1210هہ تائين لکيل شاهہ صاحب جي رسالن ۾ درج ڪلام جيڪڏهن مٿي ذڪر ڪيل شاعرن جي بياضن ۾

بہ آهي تہ ان بنياد تي ان ڪلام کي انهن شاعرن سان منسوب ڪرڻ صحيح ناهي. داستان ٽئين جي آخر ۾ آيل وائي احمد نالي ڪنهن فقير جي نالي منسوب آهي.

داستان چوٿين جا 1 کان 7 تائين جابيت بنا ڪنهن سَند جي ڪنهن فقير جي نالي منسوب ٿيل آهن. جڏهن تہ اهڙي سگهر جا ٻيا بيت بلوچ صاحب خود رسالي ۾ رکيا آهن. بيت نمبر 8 "عاشق عزازيل، ٻيا سيئي سڌڙيا" بيت جي تشريح ڪندي بلوچ صاحب مختلف خيالن جو اظهار ڪندي ڪنهن پڙهيل فقير جي بلي ڪيو آهي ۽ ڄاڻايو آهي تہ، "بيت جا قافيا، عزازيل (لام تي پيش سان) ۽ "سبيل" (لام تي زبر سان) پڻ اعليٰ معيار وارا ناهن." (ص: 273) ۽ ص:274 تي لکيو ويو آهي تہ، عزازيل جي نسبت سان هن بيت جي معنيٰ حقيقت جي خلاف آهي." ٻانهو خان ص: 33 تي لکيو آهي تہ، "هن بيت جا قافيا آجائيءَ واري صورت (iii) جي زمري ۾ اچن ٿا ۽ انهيءَ ئي آجائي جي آڌار تي هيٺيان ٻہ بيت هڪ سر ڪاپائتي ۽ ٻيو سر ڏهر جو "شاهہ جو رسالو- شاهہ جو ڪلام" جي جلد (3) ۾ متعلق سرن هيٺ معياري متن ۾ شامل ڪيا ويا آهن. سر ڪاپائتي جو فصل 2 جو بيت (8):

1- ڪيم سپ چمار، توءِ پاندي پوري نہ ٿئي،
جيئي مون پتار، جو ڪوني ڏيندم ڪپڙا.

2- سر ڏهر فصل (2) بيت (11):

"پٿيمل تو ۾ پُور، اڳيون ناهي آب جو،
سُڪين ڪھڙي سُور، واري پيئي وچ ۾.

وري جيتري قدر معنيٰ جو حقيقت جي خلاف هجڻ جو سوال آهي تہ ان قسم جا ڪيترائي بيت معياري متن ۾ درج ڪيا ويا آهن. جيئن:

1- عاشق چئوم ان کي، مَ ڪي چئو معشوق.
2- وڏي تان ان واٺ ۾، ٻيلپ ٻيائي.
3- ڪافر ٿيءُ تہ ايهين، باب شرع جا ڇڏ.

متين حقيقت جي روشنيءَ ۾ بيت "عاشق عزازيل...." کي رسالي مان خارج نہ ڪرڻ کپندو هو.

داستان پنجين ۾ موکي جي موضوع جا 27 عدد بيت ڊاڪٽر بلوچ صاحب رسالي مان خارج ڪيا آهن ۽ ڪنهن بيت لاءِ بہ ڪا سَند نہ ڏني آهي پر سڀ جا سڀ بيت مفروضن جي بنياد تي ڪڍيا ويا آهن تہ هي بيتِ عام بياني، قصي جا بيت آهن يا ڪنهن فقير چيا آهن. هڪ اڌ بيت برابر موکي داستان جا محسوس ڪونہ ٿا ٿين، پر گهٽ ۾ گهٽ 25 بيت اهڙا آهن، جن جي ڪيفيت ۽ سٽاءُ موکي جي داستان جي ٻين بيتن سان برابري رکن ٿا، جيڪي خود بلوچ صاحب رسالي ۾ رهڻ ڏنا آهن. هنن بيتن جو ڪو وارث بہ ڪونهي تہ پوءِ هن طرح بيت خارج ڪرڻ عقلمندي نہ آهي.

اهڙيءَ طرح هن داستان جي آخر ۾ وائي: "منڍ پيئندي مون، ساجن سهي سڃاتو" کي خارج ڪرڻ لاءِ بلوچ صاحب لکيو آهي تہ، "هيءَ وائي فقط ٽرمپ رسالي ۾ آهي. ٽرمپ جي ڏيهي منشي جي جوڙيل وائي، جيڪا پوءِ پوئين دور جي بہ فقط هڪ رسالي ۾ نقل ٿي. "منڍ پيئندي مون" واري ٻولي شاهہ صاحب جي ناهي." (ص:280) جڏهن تہ ڊاڪٽر گربخشاڻي ٽرمپ واري رسالي ۾ درج واين لاءِ لکيو آهي تہ، "هڪ وڏي خوبي منجهس هيءَ آهي تہ جيڪي وايون درج ڪيون آهن، سي درحقيقت شاهہ جون آهن......" (شاهہ جو رسالو، ص: 78 مقدمو) جيڪڏهن ڪو بيت يا وائي فني لحاظ کان شاهہ جي معياري بيتن واري معيار ۾ آهي ۽ موضوع ۽ ڪيفيت يا خيال بہ گهرو آهي تہ اهڙي بيت يا وائيءَ کي رسالن ۾ درج هئڻ يا نہ هئڻ واري اصول تي نہ پرکڻ گهرجي. جاڪاڻ تہ 1400 سال اڳ حضور ڪريم ﷺ جن جون حديثون جيڪڏهن اڄ دريافت ٿي سگهن ٿيون، جيئن يورپ ۾ هاڻ حديثون چمڙيءَ جي ٽڪرن تي لکيل مليون آهن تہ ان ڀيٽ ۾ شاهہ صاحب جو دور تہ ڪلهہ ڪلهوڪي ڳالهہ آهي ۽ شاهہ جا اڻ چپيل بيت هٿ اچي وڃڻ ممڪن آهي ۽ اهڙا معياري بيت شاهہ صاحب جا ئي آهن، جيئن منصور قادر، الهداد جنجهي واري رسالي جي "پنهنجي پاران" عنوان هيٺ لکيو آهي تہ "جيڪڏهن اِسان جا محقق سڳورا ڊرائينگ روم ۽ ايئر ڪنڊيشن ڪمرن ۾ ويهي لطيف سائينءَ تي تحقيق جي دعوا ڪن ٿا، اهي جيڪڏهن سچائيءَ سان پنهنجو قومي فرض سمجهي لطيف جي شاعريءَ جي ڳولا ڪن تہ جيڪر اڃا بہ هزارين گم ٿيل بيت هٿ اچي سگهن ٿا."

محترم الهداد ٻوهيو هن باري ۾ پنهنجي خيالن جو اظهار ڪيو

آهي: ”جيئن تہ اسان کي معلوم آهي تہ گذريل وڏي عرصي دوران شاھ سائينءَ جي ڪلام تي ملڪي ۽ غيرملڪي عالمن وڏي جفاڪشيءَ سان مطالعي جو ڪم ڪيو آهي. اها ٻي ڳالھ آهي تہ هي ڪم اڃ ڪٽ ٿو نظر اچي. ٿوري ٿوري عرصي کان پوءِ نئين نئين ڪلام، نئين مجموعي ۽ نون بيتن جي دريافت جون خبرون ايندڙيون رهيون آهن.“ خود محترم الهداد جنجهي صاحب مهاڳ ۾ لکن ٿا تہ، ”......سندن خزانو ايڏو اڃ ڪٽ ۽ اجهاڳ آهي جو اڄ تائين ڪنهن بہ ڇيھ نہ لڌو آهي. وقت بہ وقت نوان بيت، نيون ڳالهيون ملنديون رهن ٿيون...... ان هوندي بہ جهانگين ۽ سانگين سان حال ونڊڻ سان اڄا ڪيترائي اهڙا نوان بيت ملن ٿا جيڪي هن کان اڳ ڇاپي هيٺ نہ آيا آهن. گڏوگڏ اهڙا ناياب ۽ املھ بيت ملن ٿا، جن ۾ سوال جواب، موقعي وارا بيت ۽ پهاڪن وارا بيت جن جو بند وقت جي لحاظ کان محفلن ۾ ڇيو ويندو آهي، پر مٿي بيان ڪيل سڀا سارا بيت سادن سودن ماڻهن وٽان ملن ٿا، جن جو شمار ئي ڪونهي.“

ڊاڪٽر بلوچ صاحب پنهنجي ترتيب ڏنل رسالي ۾ ٻوليءَ جي صورتخطيءَ ۾ ايڏو بگاڙ آندو آهي جو حيرت ٿئي ٿي تہ، صاحب موصوف ”ڊيهون“ کي ”ڍيهون“ ”سٽ“ کي ”سٽر“ ۽ ”وٽ“ کي ”وٽر“ لکن ٿا ڪن بيتن ۾ صورتخطي، تشريح، معنيٰ ۽ لفظن جي ڦيرڦار پڻ ڪئي آهي. جيئن سر يمن ڪلياڻ جي داستان (2) جي بيت نمبر 23 ۾ لفظ ”ڪُپچ“ جي معنيٰ لکي آهي: ”خراب پچ“ (جنهن مان سولي جند نہ ڇٽي) ص: 157. جڏهن تہ لفظ جي معنيٰ آهي: ”بد پرهيزي“ بيت هن طرح آهي:

”هارئا تو هري، ڪُپچُ ڪايا سين ڪئو،
ڪيئي جي ڪِري، تہ تون توانو ٿيين.

اهڙيءَ طرح داستان (4) سر يمن ڪلياڻ بيت نمبر 16 آهي تہ:

”ٻارئو اُجهائين پرين، اجهايو ٻارين،
مون کي ٿا مارين، لونئا لوهارن جا.“

هن بيت جي آخري سٽ ۾ اڌ حصو غلط آهي ۽ سيني رسالن ۾ غلط آهي، صحيح پڙهڻي هن طرح آهي:

”ٻاريو اُجهائين پرين، اجهايو ٻارين،
مون کي تا مارين، پرين پر لوهار جي.“

مطلب تہ مون کي منهنجا پرين لوهار جي پر يعني طريقہ ڪار ياَ ڪرت وانگر ٻارين ۽ اجهائين ٿا، اهڙيءَ طرح مون کي مارين ٿا.

اهڙيءَ طرح داستان (5) ۾ بيت نمبر 9 ۾ لفظ آهن: ”ٻڏو جو ٻن ڳالهين“ هن فقري جي بلوچ صاحب معنيٰ لکي آهي، ”ٻن ڳالهين ۾ جيڪو ٻڏو“ (ص:163) جڏهن تہ محاوري ۾ هن لفظ جي معنيٰ آهي: ”حرامي“ يعني تخم جو حرامي. بيت هن طرح آهي:

”جي تون فارسي سڪئو، گولو تون غلام،
جو ٻڏو ٻن ڳالهين، سو ڪيئن چائي جام،
اجئو تان آب گهري، بکيو تان طعام،
اي عامن سندو عام، خاصن منجهان نہ ٿئي.“

داستان ڇهين ۾ بيت نمبر 24 هن طرح لکيل آهي:

”آئي تيءُ اڱار، ڪامي خريدارن سين،
پسين سي پيتار، پرُ پيتوءِ جن سين.“

جڏهن تہ بيت جي درست پڙهڻي هن طرح آهي:

”آئي تيءُ اڱار، ڪامي خريدارن ري،
پسين سي نہ پيتار، پرُ پيتوءِ جَن سين.“

ائين بيت نمبر 26 ۾ ”تنهنجو ڏک ڏمر“ فقرو غلط آهي ۽ صحيح پڙهڻي آهي: ”تنهنجو ڏوس ڏمر.“ (ص:169)

# ڊاڪٽر بلوچ جي ترتيب ڏنل "شاهہ جو رسالو" ۽ ڊاڪٽر طرفان رسالي مان خارج ڪيل ڪلام جو تحقيقي ۽ تنقيدي اڀياس

شاهہ سائين رحہ جي هر پهلوءَ تي تحقيق جا نوان نوان رخ ۽ موضوع سامهون ايندا رهيا آهن ۽ اُن تي وري تنقيدي رايا بہ وقت بہ وقت ظاهر ٿيندا رهيا آهن. بيتن جون معنيٰ ۽ تشريحون بہ بحث جو موضوع رهيون. سُرن ۽ بيتن جو تعداد بہ تڪراري رهندو آيو آهي ۽ بيتن جون مختلف پڙهٽيون بہ متضاد رهيون آهن. هر هڪ محقق ۽ علمي نقاد جو پنهنجو علمي معيار آهي، جڏهن تہ اصل حقيقت اجا اڻڄاڻ آهي. جيئن اي ڪي بروهي صاحب چيو هو تہ: "لطيف سائين رحہ پنهنجي جاءِ تي عظيم آهي، اسان اُن کي پنهنجي عقل آهر ڪيرايو آهي." مقصد چوڻ جو اهو آهي تہ لطيفي فڪر جي ڪَٿ ڪرڻ اسان جي ذات ڏٽين جي مجموعي عقل کان مٿانهين آهي، تنهن ڪري لطيف سائين رحہ جي نالي قائم ٿيل ادارن جو فرض آهي تہ پنهنجي روزي بہ حلال ڪن، جي نہ تہ پوءِ لطيفيات تي ڪم ڪندڙ سڄاڻ سڄڻن کي گهرجي تہ ڪنهن هڪ پليٽ فارم تي گڏجي رسالي جي اٽپوري ڪم کي مڪمل ڪن ۽ هڪ جامع ۽ مستند رسالو ڇپرائي سنڌ جي پراڻي خواهش جو احترام ڪن.

هن وقت تائين ڪوبہ رسالو ڪٽبو تہ معلوم ٿيندو تہ هرهڪ محقق وڏو ڪم ڪيو آهي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب تہ وري هن تحقيقي ڪم ۾ سڀ کان مٿانهون مانُ رکي ٿو، پر پوءِ بہ غلطين ۽ مونجهارن جي گنجائش موجود آهي. حالانڪ ڊاڪٽر بلوچ صاحب پنهنجي پر ۾ وڏي دعويٰ ڪئي آهي تہ. سندس ڪم مڪمل آهي. اهڙو اظهار بلوچ صاحب ڪراچيءَ ۾هڪ ادبي گڏجاڻيءَ ۾ هن طرح ڪيو آهي تہ:

"I have prepared standardised edition of "Shah Jo Risalo" no one can advance upon it. It is final wrok. Language and poetic version have been standardised. It is standard collection of Shah's poetry."

"مون رسالي جو معياري نسخو تيار ڪيو آهي، اُن تي ڪوبہ وڌيڪ ڪم نٿو ٿي سگهي. اهو مڪمل ڪم آهي. ٻولي ۽ بيتن جو معيار سُڌاريو ويو آهي. اُهو شاهه سائين رح جو معياري رسالو آهي." ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جي هن دعوي کي پڙهندي پندرنهن روز عبرت مئگزين جي ايڊيٽر محترم مرتضيٰ سيال صاحب جي لکيل ادارئي جا هي جملا هِت حوالي طور لکڻ موزون محسوس ٿا ٿين تہ: "اها تنقيد جيڪا اصلاح جي جذبي هيٺ ڪئي وڃي، اها لکڻين کي سنوارڻ، سڌارڻ ۽ بهتر بڻائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪري ٿي....

تعريف جي مٺي زهر جا هيراڪ اسان جا ماڻهو تنقيد کي پنهنجي عزتِ نفس جو مسئلو بڻائي وٺندا آهن.....

اسان جو وڏو الميو اهو بہ آهي تہ هتي بجاءِ ذات جي ذات تي نظر وڌي پئي وئي آهي، جيڪڏهن هڪڙو ننڍڙو ڪم ڪو نالي چڙهيو ماڻهو ڪري ٿو تہ: "اهو صحيح ۽ سٺو هوندو." چئي اکيون ٻوٽي واهہ واهہ ڪئي وڃي ٿي ۽ ان تي تنقيد کي ڏوهہ تصور ڪيو وڃي ٿو پر جيڪڏهن اُن کان سٺو ڪم نئون ماڻهو ڪري ٿو پر مشهور نالو نہ هئڻ ڪري اُن کي ڪابہ اهميت نہ ٿي ڏني وڃي....

اسان وٽ شاهہ سائين رح تي توڙي جو ڪافي تحقيق ٿي آهي، پر اها حقيقت آهي تہ اها مڪمل ناهي. ان جا ڪيترائي پاسا اڃا رهن ٿا. لطيف سائين جو فن ۽ فڪر وسيع آهي. اهو سمنڊ مثل آهي، جنهن جو ڪوبہ ڪنارو ڪونهي. جيڪڏهن ڪير ائين سمجهي ٿو يا چوي ٿو تہ هن اهو ڪم مڪمل ڪيو آهي تہ ڪنهن بہ نموني صحيح ڪونهي، لطيف سائين تي اڃا وڌي تحقيق ٿيڻ جي ضرورت آهي. لطيف سائين جيڪو هن وقت عالمي شاعر جي سڃاڻپ رکي ٿو، ان جي شاعريءَ تي ٿيل تحقيق ۾ ڪافي ڪمزوريون ۽ غلطيون رهجي ويون آهن، جيڪي صرف ان ڪري نظرانداز ڪيون ويون آهن تہ اهي **"مشهور ماڻهن"** ڪيون آهن....

اسان وٽ اهڙي تحقيق ۽ تنقيد جي واقعي بہ ضرورت محسوس ٿي

رهي آهي. ڇو ته جيستائين انهن شين طرف ڌيان نه ڏنو ويو، ايستائين نه ته اصل حقيقتون ظاهر ٿي سگهنديون ۽ نه ئي معيار بهتر ٿي سگهندو. ان لاءِ سنڌي ادب سان لاڳاپيل سيني ماڻهن کي ان اهم مسئلي طرف ڌيان ڏيڻ گهرجي ۽ سنڌي ادب ۾ تنقيد ۽ تحقيق کي هٿي وٺرائڻ گهرجي."

انهيءَ کان علاوه ساڳئي ئي شماري ۾ اهڙن خيالن جو اظهار پڙهندڙن طرفان لکيل ڪيترن ئي خطن مان پڻ ظاهر ٿئي ٿو، جنهن ۾ پڻ اهو محسوس ڪرايو ويو آهي ته عام عوامي راءِ به ساڳي آهي:

"......لطيف سائين رح تي هر ڪنهن پنهنجي نظريي آهر تحقيق پئي ڪئي آهي پر هاڻي لطيف سرڪار کي درويش، مرشد ڪري پيش ڪرڻ بجاءِ سنڌين جو رهبر ڪري ۽ جاڻي تحقيق ڪئي وڃي ته اسان جو پلو ڀاري ٿيندو ۽ صحيح معنيٰ ۾ لطيف سائينءَ کي پيش ڪرڻ جو حق به ادا ٿي ويندو......"

(سومرو شبير احمد، جيڪب آباد- ايڊيٽر ڏانهن "اوهان جو خط پهتو.")

"مهيني ٻن کان اخبار ڪاوش جي هائيڊ پارڪ ۾ شاهه سائين جي ڪلام جي صورتخطيءَ جي غلطين، پڙهڻين تي ٽيڪا ٽپڻي پڙهندو رهيو آهيان..... جنهن ۾ به رسالي جي پڙهڻين، معنيٰ، صورتخطي، اضافت تي گهڻو زور ڏنو ويو آهي، جيڪي موجوده رسالي ۾ ٿيل آهن، تن کي درست ڪرڻ گهرجي...... سڌارن لاءِ هڪ مثبت ۽ سٺي ڪوشش آهي، هن ڏس ۾ لطيفي فڪر تي ڪم ڪندڙ سيني محققن کي هڪ پليٽ فارم تي گڏ ڪري ڪم وٺڻ سرڪاري ادارن جو ڪم آهي......

اهڙيءَ طرح سنڌي ٻولي ۽ عوام جي هڪ پراڻي خواهش به پوري ٿيندي ته ٻئي طرف رسالي جي صحت به سڌري ويندي ۽ هڪ مستند، جامع ۽ غلطين کان پاڪ شاهه جي رسالي جو سربستو نسخو تيار ٿي پوندو." (ماستر انور علي ايم چنا، روهڙي)

"...... پر هي ڪنهن هڪ ماڻهوءَ جو ڪم نه آهي، ڇاڪاڻ ته جن غلطين جي نشاندهي ڪئي ويئي آهي، تن تي تحقيق ضرور ٿيڻ کپي ته جيئن شاهه سائين جي عالمي فڪر کي غلطين کان پاڪ ڪري عام ماڻهوءَ تائين پهچائي سگهجي، هن ڪم ۾ ادارن کي به اهم ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي ته جيئن رسالي تي تحقيق جو ڪم وڏي پئماني تي ڪري سگهجي.....

لطيف سائين رح تي تحقيق ڪندڙ دوستن کي گهرجي تہ ڪنهن هڪ پليٽ فارم تي گڏجي ڪري ڪم ڪن. ساڳيءَ طرح وس وارن ادارن کي بہ گهرجي تہ اهي اهڙن ٻين دوستن سان رابطي ۾ اچي هنن کي هڪ جاءِ تي گڏ ڪري هي ڪم ڪرائين تہ جيئن هي انتهائي اهم ۽ حساس ڪم سهڻي نموني ٿي سگهي." (عطاءُ الله سومرو، سکر۔ ايڊيٽر ڏانهن "اوهان جو خط پهتو.")

"..... بس ايترو ضرور چوندس تہ سنڌ آهي ئي لطيف رح سرڪار جي وجود سان، لطيف سرڪار جيڪو دنيا جي عظيم ترين شاعرن جو شاهہ آهي، اُن تي قلم کڻڻ بہ هر ڪنهن جو ڪم نہ آهي...

پر ايترو ضرور عرض ڪندس تہ اسان جي وڏن، دانشورن خاص طرح ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جن کي لطيف سرڪار جي اصل ٻولي جيڪا اڄ بہ رائج آهي، اُن سان وڌيڪ ڇيڙ ڇاڙ نہ ڪرڻ گهرجي. اهڙي طرح هڪ انتشار پيدا ٿيندو، جيڪو ڪنهن بہ طريقي سان اسان لاءِ سودمند نہ آهي....." (غلام نبي لاڙڪ، سکر، ايڊيٽر ڏانهن "اوهان جو خط پهتو.")

..... اهڙن ويچارن جو اظهار تاريخ 20-09-2003 واري عبرت جي ايڊيٽوريل صفحي تي نامياري صحافي ڪنول سنڌي پنهنجي مضمون "ڀٽائيءَ سان تہ نہ ڪيو!" عنوان هيٺ ڪيو آهي....." ڪيترائي ڏاها لطيف سائينءَ جا پارکو تحقيق وارو ڪم ڪندا رهيا آهن ۽ شايد اهو اڻ کُٽ سلسلو دنيا جي قائم رهڻ تائين جاري رهي، پر لطيف سائين سان دوکو ڪندڙ، سندس شعرن جون غلط معنائون ڪيندڙ يا پنهنجي مذهبي عقيدي يا نظرياتي پرچار لاءِ لطيف سائين جي شعرن کي استعمال ڪندڙن تي ضرور تنقيد ٿيڻ گهرجي ۽ نہ رڳو تنقيد پر انهن کي جواب ڏيڻ کپي تہ هنن لطيف سائين سان ائين ڇو ڪيو؟ سنڌ ڌرتيءَ سان اُهي منافقيون ۽ چالبازيون آخرڪار ختم ڇو نہ ٿيون ٿين؟ ڇاسنڌ رڳو ٺڳن، چالبازن، گرنارين جو ڪاج ٻڻجندي رهندي...!

سائين لطيف تہ اسان جو اهڙو اڳواڻ آهي جنهن تي ڪنهن بہ سنڌ جائي جو ڪوبہ اختلاف ناهي. سائين لطيف جو نالو ئي سچ ۽ سونهن جي علامت آهي. سائين لطيف سان دوکو ڪري ڇا ماڻهو پنهنجو قد وڌائي سگهن ٿا؟..... ڇا واقعي ايڏا وڏا نالا سائين لطيف سان دوکو ڪندا رهيا آهن؟ مونکي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سان بہ محبت آهي، هن

ماڻھوءَ رڳو لطيف سائين تي نہ پر سنڌ جي تاريخ ۽ تمدن تي بہ وڏي تحقيق ڪئي آھي، سندس اھي لفظ تہ، ”ڀٽائيءَ تي جيترو ڪم ڪرڻو ھو، اھو تي چڪو آھي ۽ ھاڻي لطيف سائين تي ڪوبہ وڏيڪ ڪم نٿو ٿي سگھي ۽ سندس مرتب ٿيل رسالو آخري ۽ قطعي آھي.“ سان سخت اختلاف آھي. ھو صاحب اھو ڪيئن ٿو فيصلو ڏيئي تہ ھن جيڪي ڪجھہ ڪيو اھو ئي سڀ ڪجھہ آھي. لطيف سائين تي تحقيق ڪنھن يونيورسٽيءَ جي شاگرد جي ڊگريءَ جو ڪم تہ ناھي جو اُھو ڪنھن خاص مدت تي اچي ڊگري وٺڻ سان ختم ٿي وڃي.

لطيف سائين تہ خود ھڪ سمنڊ آھي. لطيف سائين جا اسان نہ رڳو اھڙا محبتي آھيون جو سندس ڪلام ٻُڌي ھيانءُ ٺاريندا آھيون، باقي جيڪو ڪم محققن ڪيو آھي، ظاھر آھي ايندڙ نسل اُن ڪم تي ئي لطيف سائين رح لاءِ پنھنجو اميج جوڙيندو.....

لطيف سائين رح تي ٿيل ڪم تي بہ نقاد ايڏي وڏي گھرائپ سان تحقيق نہ ڪري سگھيو آھي.... منھنجي تہ حيرت جي انتھا ٿي وئي تہ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪان ويندي گربخشاڻيءَ تائين سيني ھڪ ٻئي کي فالو (Follow) ڪيو آھي ۽ پاڻ مرادو وڃي ڪنھن تحقيق جي زحمت نہ ڪئي آھي، چو تہ لطيف سرڪار تہ جھر جھنگ ۾ رھندڙ اھڙن جھونن وٽان ملندو، جن کي لطيف جو ڪلام ياد ھجي. لطيف سائين ڪراچيءَ يونيورسٽيءَ جي لائبريريءَ يا سنڌ يونيورسٽي يا سنڌالاجيءَ جي ڪٻٽن ۾ ھرگز نٿو ٿي سگھي. سنڌ ۾ ھڪ اھڙي اداري جي بہ سخت ضرورت آھي، جيڪو اھڙي ڪوجنا تي ڪتاب ڇپرائي. باقي ڏينگو ئي ڏير لڳو پيو آھي.“

ان کان علاوه 2003-09-15 جي عبرت جي ايڊيٽوريل صفحي ۾ ”ڀٽائيءَ جو گھيرو ختم ڪريو.“ جي عنوان ھيٺ محترم امداد سومري پنھنجي خيالن جو اظھار ھينئين ريت ڪيو آھي:

”ڀٽائي ڀرين سرڪاري ڪامورن ۽ مولوين جي گھيري ۾ ھو. ڪڏھن قومپرست تحريڪن ھٿان يرغمال ٿيل ھو. ھڪ اھڙو نقاد جيڪو پنھنجي ذھني ۽ فڪري لاڙي ڪان متاثر ٿيل مٿانھون ٿي سندس آرٽ کي ڏسي ھا تہ جيڪر اسين لطيف سان اھڙو انصاف ڪري سگھون ھا، جيڪو شيڪسپيئر جي قوم ساڻس ڪيو آھي. لطيف تہ شيڪسپيئر جي پائي ڪان بہ وڏو شاعر ٿي پئي سگھيو. جيڪڏھن (1)

اسان ڪيس خالص علمي بنيادن تي ۽ غيرجانبدارتي پرکيون ها، (2) ڪيس معرفت جي رومالن ۽ استعارن ۾ نہ ويڙھيون ها ۽ (3) پنھنجي اندر جي ابھام ۽ ذھني رويي ۽ پنھنجي آئيڊيالاجيءَ جي نظر سان نہ ڏسون ها..... اھا بدقسمي ڀٽائيءَ سان ٿي آھي يا اسان سان، اھو فصلو ڏار آھي ڀٽائيءَ جي شاعري سنڌ ڪي ديوار چين وانگر محفوظ بڻائي ڇڏيو آھي پر انھيءَ ديوار ڪي ڪاٽ ھڻندڙ چور اسان جا پنھنجا ھئا ۽ آھن..... حڪمرانن جو ڪم آھي ھر عرس جي ڏھاڙي تي ڀٽائيءَ جي مزارتي چادرون چاڙھڻ، قوم پرستن کي جنھن لطيف جي ضرورت ھئي، اھا ھنن پوري ڪئي. اھڙيءَ طرح جيڪو ترقي پسندن ڪان پڳو انھن ڪيو. لطيف صحيح معنيٰ ۾ عام ماڻھوءَ تائين روشناس نہ ڪرايو ويو. ھر پڙھندڙ لطيف کي ڪيئن سمجھي ٿو، بدين جي ساموندي پٽي، لاڙ ۽ ٿر نتي نگر ۾ ڪيئي عام فقير اوھان کي اڄ بہ ملندا، جن وٽ لطيف سائين اصلوڪي شڪل ۾ موجود آھي پر جي ناھي تہ اسان جي علمي اڪابرن وٽ ناھي. ڀٽائيءَ سان ويڌن جو ڇيھ رڳو تحقيقي حوالي کان نہ ٿيو آھي پر ان سان ھر مڪتب فڪر واري فڪري زيادتي ڪئي آھي. ائين لطيف سرڪاري توڙي غيرسرڪاري حلقن ھٿان جيڪو يرغمال ٿيندو آيو، سو اڄ تائين جاري آھي. لطيف کي ڪن معرفت ۽ طريقت تائين ۽ ڪن حُب الوطنيءَ تائين محدود ڪري ڇڏيو. ھڪ حد تي پھچي جڏھن لطيف مذھبن ۽ سرحدن کان مٿي اُڀري ٿو تہ اسان جي سمورين تحقيقن ۽ آئيڊيولاجيز جا پَرَسڙي وڃن ٿا، پر اسان ملپل Linings ۾ ڀٽائيءَ جي پرک ڪري سنڌ جي پوري ملينيم ۾ واحد جينيئس شاعرسان مذاق ڪري رھيا آھيون.....

مون کي ھڪ دوست چيو پئي تہ، ڪيئن نہ سنڌ جي 60ع ۽ 70ع واري ڏھاڪي جي سوچيندڙ ڪيڊر ڀٽائيءَ جي شاعريءَ مان سنڌي ليڊرشپ جو تعين ڪيو پئي۽ ان جي شاعريءَ مان راھہ جي روشني حاصل ڪئي ٿي، پر اڄ اسان لطيف کي رِورس گيئر ۾ھلائي رھيا آھيون..... ڪالھہ جتي محمد ابراھيم جوئي ۽ ھشو ڪيولرامائيءَ ڀٽائيءَ کي ڇڏيو، اڄ اتان لطيف کان اسان کي بيھر اُتساھ وٺڻو آھي. ھڪ طرف Howkish lobby آھي تہ ٻئي طرف دنيا کي لطيف جي خوابن جھڙو بڻائڻو آھي..... ھن سڄي صورتحال ۾ لطيف جي ڪلام جو (Essence) ڇا ٿو چوي؟ ھو زندگيءَ جي بيحد سمپل (سادي) ٿيوري آڇي ٿو..... اوھان

هن جي ڪلام کي پنهنجو رنگ نہ ڏيو. جو تہ ان جو پنهنجو رنگ آهي، پنهنجو لينڊ اسڪيپ آهي ۽ پنهنجا نينهن ۽ جڙاءَ آهن ۽ محبت جا ڪشالا آهن..... منهنجي خيال ۾ هن زماني ۾ لطيف کي سندس آرٽ وانگر آزاد ڪرڻ جو وقت اچي ويو آهي..... اهڙيءَ طرح پڻائيءَ تان هر طرح جو محاصرو ختم ٿيڻ گهرجي."

مطلب تہ سيني رسالن ۾ ڪنهن نہ ڪنهن قسم جي تحقيقي کوٽ معلوم ٿئي ٿي ۽ پڻ متضاد ڳالهيون سامهون اچن ٿيون. جيڪي حقيقتون ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي مٿي بيان ڪيل دعوي کي پڻ مشڪوڪ بڻائين ٿيون. مثال طور سُر يمن ڪلياڻ جي داستان جا بيت 7، 6، 5، 4 صفحي 158 تي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب "عقابيل اڪين ۾....." وارا بيت درستگيءَ ڪان پوءِ "عقابيل" لفظ سان لکيا آهن. هي بيت ٻين سيني رسالن ۾ "اوا قابيل" لفظ سان لکيل آهن.

1_ غلام محمد شاهواڻي، داستان: 6، بيت نمبر 6، 5، 4، 3، صفحو: 115_116

2_ علامہ آءِ آءِ قاضي- داستان: 6 بيت نمبر 6، 5، 4، 3، صفحو: 37_51

3_ عثمان علي انصاري، داستان: 6 بيت نمبر 6، 5، 4، 3، صحفو:104

4_ غلام مصطفيٰ قاسمي، داستان: 6 بيت نمبر 6، 5، 4، 3، صفحو: 77_78

5_ ڊاڪٽر گربخشاڻي، داستان: 6 بيت نمبر 6، 5، 4، 3، صفحو: 104

6_ ڪلياڻ آڏواڻي، داستان: 6 بيت نمبر 6، 5، 4، 3، صفحو: 35

7_ گنج، داستان: 6 بيت نمبر 6، 5، 4، 3، صفحو: 209

8_ ٻانهون خان شيخ، داستان: 9 بيت نمبر 6، 5، 4، 3، صفحو: 86_85

9_ الهداد جنجهي، داستان: 6 بيت نمبر 6، 5، 4، 3، صفحو: 22

10_ مرزا قليچ بيگ، داستان: 6 بيت نمبر 6، 5، 4، 3، صفحو: 52

11_ ارنيسٽ ٽرمپ داستان: 6 بيت نمبر 6، 5، 4، 3، صفحو: 50

12_ بمبئي داستان داستان: 6 بيت نمبر 6، 5، 4، 3، صفحو: 32_31

هي چارئي بيت سواءِ بمبئي ڇاپي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب جي ٻين سيني غلط صورتخطي ۾ لکيا آهن. پر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب وارن پراڻن رسالن ۾ پڻ بيت غلط صورتخطيءَ ۾ لکيل آهن. ٽرمپ وارو ڇاپو جيڪو 1860ع ۾ ڇپيو، بمبئي ڇاپي کي نظرانداز ڪندي، 131 سالن تائين غلط صورتخطي کي مروج قرار ڏنو ۽ هن

رسالي کي ڊاڪٽر گربخشاڻي هنن لفظن ۾ بيان ڪيو ته، ”هن ڇاپي جهڙو ردي نسخو هڏهين هٿ نه ايندوسنڌ ۾جيڪو به ڪن ڪچري جهڙو ڪلام جو شاهہ جي نالي سان ڳائيندا آهن يا جيڪي بيت مسخرا مجلسن ۾ راند وجهندي چوندا ويندا آهن، وغيره، سي سڀ سواءِ ڪنهن تميزجي منجهس ٽاڪيا ويا آهن.“ صفحو: 78.

مطلب ته سواءِ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ واري موجوده رسالي جي باقي سڀني محققن بمبئي ڇاپي جي پڙهڻيءَ کي رد ڪيو آهي ۽ هاڻ ڊاڪٽر بلوچ صاحب 131 سالن کان پوءِ ساڳئي بمبئي جي درست پڙهڻي اختيار ڪئي آهي. هي آهي اسان جي محققن جي تحقيقي معيار جو حال! ايڏي عرصي تائين غلط صورتخطي قرار ڏيئي ”عقابيل“ لکي ان کي آدم عليہ السلام جي پُٽ سان نسبت ڏيندا رهيا. جڏهن ته اهو عقاب پکي طرف اشارو آهي، مطلب ته صورتخطي غلط ته معنيٰ ۽ مفهوم به غلط، ته تشريح به غلط ۽ پوءِ اک پٽي ۽ نه رڳو پنهنجي غلطيءَ کي درست ڪيو پر ٻين جي غلطيءَ کي به درست ڪيو ۽ ائين بمبئي ڇاپي واري صورتخطيءَ ۽ پڙهڻيءَ کي مانُ مليو. اهڙو هڪ مثال ٻئي بيت جو به آهي، جنهن بيت جي پڙ سيني، رسالن پڙهڻي هيئن لکي آهي، جيئن:

”ڪوڙين ڪاياڻون تنهنجون، لکن لک هزار،“

1۔ارنيسٽ ٽرمپ، ص: 06
2۔ مرزا قليچ بيگ، ص: 06
3۔ غلام محمد شاهواڻي ،ص: 70
4۔ ڪلياڻ آڏواڻي، ص: 05
5۔ عثمان علي انصاري، ص:68
6۔ گنج، ص: 195
7۔ غلام مصطفيٰ قاسمي، ص: 38
8۔ ڊاڪٽر گربخشاڻي، ص: 05
9۔ علامہ آءِ آءِ قاضي، ص: 05
10۔ بمبئي، ص: 06
11۔ الهداد جنجهي، ص: 03
12۔ ٻانهون خان شيخ، ص: 09
13۔ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ص: 135

گنج جي اصلي صورتخطي ۽ بمبئي ڇاپي جي جيئن ته پراڻي

ابوالحسن واري سنڌيءَ ۾ لکيل آهي، تنهن ڪري سيني محققن لفظ "لکن" جي "ن" کي نہ سمجهندي "ن" سان ئي لکيو آهي، جڏهن تہ پراڻي لکڻي ۾ "نِ" کي "ڻِ" بہ پڙهيو ويندو هو ۽ اهو جملي جي معنيٰ، مفهوم ۽ درست پڙهڻيءَ تي دارومدار ڪي ٿو تہ ڪيئن تلفظ پڙهجي؟ حقيقت ۾ انهيءَ "ن" کي "ڻ" پڙهڻ گهرجي ۽ پوءِ درست پڙهڻي "لکن" بجاءِ "لکڻ" ٿيندي، معنيٰ گڻ ۽ خاصيتون وغيره، اڳئين بيت وانگر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ وري بہ 131 سالن کان مروج غلط پڙهڻيءَ کي هاڻ وڃي درست ڪيو آهي، جيئن:

"ڪوڙين ڪاياڻون تنهنجون، لکڻ لکَ هزار"

هاڻ بيت جي درست معنيٰ ٿيندي تہ، "تنهنجون ڪاياڻون يعني صورتون، جلوه ڪروڙين آهن ۽ تنهنجا لکڻ يعني خاصيتون ۽ گڻ وري ڳاڻيٽي ۾ لک هزار ڀيرا يا هزار لک ڀيرا آهن ۽ هتي لفظ "هزار" ۽ "لک" کي پڻ عدد واحد نہ پر عدد جمع ۾ سمجهڻ گهرجي. يعني هزار ۽ لک هڪ ڀيرو ياهڪ لک ۽ هڪ هزار نہ پر "لک" ۽ "هزار" بہ جمع جي عدد مطلب تہ هزار بہ هزارين ۽ لک بہ لکين. هي ڳڻپ جو نمونو لاتعداد آهي. هتي هڪ ننڍڙي گذارش بي عرض ڪند و هلان تہ سنڌ ۾ قديم دورکان ونئي ڳڻپ جو نمونو عدد جمع ۾ مروج رهيو آهي. ان جو سبب اهو هو تہ بظاهر عدد واحد ۾ عدد جمع جي ڳڻپ ٿي سگهي، جيئن ڀيرومل مهر چند آڏواڻي پنهنجي ڪتاب "سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ" ص: 13 تي ڪولن (ڪولهي) جي ٻوليءَ جا سنڌيءَ ۾ نشان عنوان هيٺ لکن ٿا تہ، "هن وقت اتر هندستان ۾ آريہ ٻوليون چالو آهن ۽ ڪولن جي ٻوليءَ جو نالو بہ ڪونهي. انهيءَ هوندي بہ سندن ٻولين جو ڪو ڪو نشان اڄ تائين اسان وٽ آهي.مثلن اسان جا هاري ناري ۽ ٻيا اڻ پڙهيل اڪثر "ويهون ويهون" (20) ڪري ڳڻيندا آهن. اُهي "پنجاهہ" بدران اڍائي ڪوڙيو ن ۽ "سٺ" بدران چون "ٽي ڪوڙيون" يا "ٽي ويهون"، انهيءَ تان چوڻي بہ آهي تہ، "جهڙي سٺ"، "تهڙيون ٽي ويهون".

سرگريئرسن جو چوڻ آهي تہ، هت اُهو انگن ڳڻڻ جو دستور ڪولن ۽ سنٿالن جو آهي، جو اتر هندستان جا اٽپڙهيل اڄ تائين هلائيندا اچن ۽ خود "ڪوڙي" منڊا ٻولين جو لفظ آهي، هن موجب چئبو تہ اسان وٽ جو ڪي چندا آهن تہ انگريزي لفظ Score جو اُچار سنڌيءَ ۾ بگڙجي "ڪور"

ٿيو آهي، سا غلط ڳالھ آهي..... ويھ ويھ ڪري ڳڻڻ جي ترتيب (-Vigesi mal System) اسان کي ڪِل جھڙي پئي لڳي ۽ اسين اهو اڻ پڙهيلن جو دستور ڪري ليکيون ٿا، چاڪاڻ تہ اسان جي ڳڻڻ جو دستور "ڏهائيءَ" يعني ڏهاڪن جي ترتيب (Decimal System) تي ٻڌل آهي. اسان جي انگن تي نالا ئي اهڙي طرح رکيل آهن، مثلن ٻارنهن (اصل "ٻاڏهن") معنيٰ ٻہ ۽ ڏھ، ٽيرنهن "ٽيڏهن" معنيٰ ٽي ۽ ڏھ، چوڏهن: معنيٰ چار ۽ ڏھ. اهوئي رواج انگريزي ۾ ٻين ٻولين جي ڳڻپ جو آهي. جيئن انگريزيءَ ۾ بہ Ten مان Teens (10) کان 19).

Twenties (20 کان 29)، Thirtees (30 کان 39)، Forties (40 کان 49)، Fiftees (50 کان 59)، Sixtees (60 کان 69)، Seventees (70 کان 79)، Eightees (80 کان 89) ۽ Nintees (90 کان 99).

اهڙيءَ طرح وڌيڪ وضاحت ڪندي پيرومل مهر چند آڏواڻي ساڳئي ڪتاب جي ساڳئي عنوان هيٺ ص: 14 تي لکي ٿو تہ، "آڳرين تي ڳڻڻ جو رواج بلڪل سياويڪ ۽ نهايت سهنجو سولو آهي. انهيءَ سبب پاڻئجي ٿو تہ آڳاٽن آرين کي ڏھ ڏھ ڪري ڳڻڻ جو خيال هٿن جي ڏهن آڱرين تان آيو. ڪولن ۽ سنٿالن شايد پيرن جون آڱريون بہ تي ڳڻيون، جنهن ڪري ويھ ويھ ڪري تي ڳڻيائون."

مٿئين بيان مان اهو بہ معلوم ٿئي ٿو تہ اڻ پڙهيل ماڻهن جو "ويهون ويهون" ڪري ڳڻڻ جو نمونو اڄ واري جديد دور ۾ مِلين (Million) ۽ بلين جي صورت ۾ سامهون آيو آهي پر اهو ڳاٽيتي جو نمونو لطيف سائينءَ پنهنجي رسالي ۾"..... لکڻ لک هزار" ۽ "سهسين سجن اُڀري ۽ چوراسي چنڊن" ۾ بہ موجود آهي. هتي هڪ حقيقت "چوراسي چنڊن" بحث طلب آهي تہ "سهسين سج" معنيٰ سوين سج ٿيو، پر "چوراسي چنڊن" مان مراد ڇا آهي؟

فقير محمد جمن مڱڻهار جيڪو لطيف شناسيءَ ۾ سُٺي ڄاڻ رکندڙ آهي، تنهن ٻڌايو تہ هر مهيني ۾ 7 ڏينهن لاءِ چنڊ مڪمل ۽ بلڪل روشن ۽ چِٽو اُڀرندو آهي ۽ انهن ستن مڪمل ۽ روشن چنڊن کي سال جي 12 مهينن سان ضرب ڪبو تہ 84 چنڊ ٿيندا، مطلب تہ "چوراسي چنڊن" مان مراد آهي سڄي سال جا مڪمل ۽ روشن 84 چنڊ ۽ انهن جي ٿوهہ روشنيءَ سان محبوب جي جلوي جي ڀيٽ ڪئي وئي آهي. هاڻ بيت جو مطلب ٿيندو تہ، "سوين سجن ۽ سال جي 84" مڪمل روشن چنڊن جي

هوندي بہ پرين کان سواءِ اوندهہ آهي.“ اهڙائي ٻيا ڪيترائي لفظ لطيف سائين جي رسالي ۾ ملن ٿا، جن مان اجوڪي جديد ڳاٽيتي جو جامع مفهوم منطقي طور لڪل آهي، جيئن ”پرين“ مان ”سُپرين“ يعني سپرين، مطلب تہ پرين جيڪو سڀ پرين جي برابر آهي، اهڙيءَ طرح ”وڙ“، ”سوڙو“ هن لفظ جي معنيٰ ”سني وڙ“ ۽ ”سڀ وڙن“ جي برابر آهي.

اهڙن اهڃاڻن سان لطيف سائين جو سڄو رسالو پربو پيو آهي، جابجا اهڙا لفظ ملن ٿا جن مان اهڙا گهربل ۽ لڪل معنوي نُڪتا موجود آهن، ائين ٿي هڪ ڀيري ”لطيفي تحقيقي تڪيو“ جي هڪ گڏجاڻيءَ ۾ هڪ نوجوان سوال اٿاريو هو تہ، ”لطيف سائين پنهنجي شاعريءَ ۾ پنهنجي محبوب جي ايتري ساري تعريف ڪئي آهي ۽ ڪيترائي راز ظاهر ڪيا آهن، پرپوءِ بہ چون ٿا تہ:

”حقيقت هن حال جي، جي ظاهر ڪريان ذري،
لڳي ماٹ مروئن ڪي، ڏونگر پون ڏري،
وَڃن وڻ ٻري، اوپر اُيري ڪينڪي.“

تہ پوءِ اها ذري ڪهڙي آهي؟“ مطلب تہ شاهہ صاحب ور ور ڏئي پنهنجي محبوب جي شخصيت، حُسن ۽ گڻن جو اظهار ڪيو آهي پر مطمئن ڪونہ ٿيو آهي ۽ آخر هن طرح اظهار ڪرڻ تي مجبور آهي. هن ۾ پڻ محبوب جي بي مثال هئڻ ۽ سندس شخصي گڻن جي لامحدود هئڻ جو احساس آهي:

”لوچان ٿي لاحد ۾، هادي لهان نہ حَد.
سُپريان جي سونهن جو، نڪو قد م مد،
هت سڪڻ بي عدد، هُتي پرين پرواهہ ناهہ ڪا.“

يا

”سپ ڪنهن ڏانهن سامهون، ڪو هنڌ خالي ناهہ.“

يا

”مورت ۾ مخفي ٿئا، صورت پڻ سيئي،
ڪبي اُتِ ڪيهي، ڳالهہ پريان جي ڳُجهہ جي.“

يا

”سُپريان جي سونهن جي، ڳالهہ ڪئي نہ وَڃي.“

يا

"ناز منجهاران نڪري، جڏهن پرين ڪري ٿو پنڌ،
پوڻ پڙ بسم الله چئي، راهه چمي ٿي رند،
اُڀيون گهڻيون اَدب سين، حورون حيرت هنڌ.
سائينءَ جو سوڳنڌ، ساجن سيڻان سُهڻو."

يا

"ڪڻي نيڻ خمار مان، جا ڪئائين ناز نظر،
سورج شاخون جهڪيون، ڪوماڻو قمر،
تارا ڪتيون تائب ٿيا، ڏيکيندي دلبر،
جهڪو ٿيو جوهر، جانب جي جمال سين."

اهڙيءَ طرح لطيف سائين جي هن فڪري پهلوءَ جي ڪٿ ڪرڻ به ممڪن نه آهي، پر ايترو ضرور چئبو ته محبت ۽ تڙپ جي هن شدت نه رڳو ڳاٽيتي جو هڪ جديد نمونو ڏنو پر سنڌي ٻوليءَ کي به لفظن جي موتين سان مالامال ڪري ڇڏيو ۽ مون کي به لفظ ڪونه ٿا ملن جو شاهه سائين جي هن فڪري پهلوءَ جي تشريح ڪري سگهان ۽ سائين جي رسالي لاءِ پنهنجي هن شعر جو سهارو وٺان ٿو ته:

"هن رشڪ حسن ڪمال جي تشريح ڇا ڪجي،
حسن تمام لکي به سوچيان ٿو ته ڇا لکان."

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب صفحي: 211 تي سُر سامونڊيءَ جو بيت: 62 هن طرح لکيو آهي:

"بندر بارو بارُ، مل نه ملي بارين،
فقيراڻي پار، امل ڏين اتوريا."

بلوچ صاحب ساڳئي صفحي تي هن بيت جي تشريح هن طرح لکن ٿا ته، "بارو بار= هر بار تي، بندر بارو بار= بندر ته هر بار تي آهن، جتي ڪٿي "بارنِ" تي آهن. مل نه ملي، بارينِ= جيڪي ملي جا بار وارا بندر آهن، تن جو مُلهه ئي ڪونهي. لُغت جي لحاظ سان لفظ "بار" جي معنيٰ وڌيڪ تحقيق طلب آهي. غالبن "بار" اها پيڙهه جتي ندي اچي چوڙ ڪري ۽ هڪ قسم جي ڪاڏي يا "نار" ناهي، جنهن مان ٻيڙين جي اچڻ وڃڻ جي

سهولت ٿئي ۽ "بندر" جو بنياد پوي.

پنجين صدي هجري (11هين عيسوي) جي شروع ۾ سنڌ جي ساموندي ڪناري وٽ سنڌو نديءَ جي هڪ ڇوڙ جو نالو "مُنهن برا" هو. (يعني منهن بار يا منهن باري آندو آهي. اجا تائين "باري"، (واري" ۽ "ٻاري" وارا نالا موجود آهن. مثلن ڪيدي واري، گهوڙا ٻاري، وغيره. ذڪر هندستان وارا "ملبار" اصل ۾ "ملي بار" آهي ۽ هن بيت ۾غالبن انهيءَ "ملي بار" وارن بندرن جو ذڪر آهي....)

بهرحال ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جي ڏنل بيت جي پڙهڻي ۽ لفظن جي معنيٰ ۽ تشريح ڪيتري قدر درست آهي، اهو پڙهندڙن تي ڇڏجي ٿو ۽ بيت جي صرف درست پڙهڻي هيٺ لکجي ٿي:

"بندر ديسان ديس، مُلھ نہ ملي وارئين،
فقيراڻي ويس، املھ ڏين اڻ توريا."

(ڪتاب املھ اڻ توريا، ص:47)

ص: 213 تي سَر ساموندي جي وائي هن طرح لکي آهي:

"تون تان گرهڙ پائي لَج، ڪوھ نہ ويئين اُن سين."

هن وائيءَ جي شروعاتي سِٽ جي پڙهڻي بدليل آهي:

1۔ الهداد جنجهي، ص: 60
2۔ علامہ آءِ آءِ قاضي، ص:324
3۔ ارنيسٽ ٽرمپ، ص: 134
4۔ غلام مصطفيٰ قاسمي، ص: 151
5۔ ڊاڪٽر گربخشاڻي، ص: 140
6۔ مرزا قليچ بيگ، ص: 130
7۔ ٻانهون خان شيخ، ص: 192
8۔ غلام محمد شاهواڻي، ص: 203
9۔ عثمان علي انصاري، ص: 175
10۔ گنج، ص: 303.

"ڪرهل پائي لَج، ڪُھُ نہ ويئينءَ اُن سين."

ڊاڪٽر بلوچ صاحب نمبر 268 تي سَر ڏهر جي داستان ٽئين ۾

چوٿون بيت هن طرح لکيو آهي:

"اوڏڻ اوڏي آءُ، توکي لاکي ڪونيو،
سندو متيءَ مامرو، لتو تو متاءَ،
توتي ريڏو راءُ، نہ تہ راڻيون گھٽيون راڄ ۾."

هتي ساڳيو بيت سُر ڏهر جي 32 بيتن کان پوءِ آخر ۾ وائي، ص:
272 تي صرف اڌ سِٽ جي تبديليءَ سان هن طرح لکيل آهي:

"اوڏڻ اوڏي آءُ، توکي لاکي ڪونيو،
سندو متي مامرو، لتو تو متاءُ،
راڻيون گھٽيون راڄ ۾، توتي ريڏو راءُ."

جيڪڏهن پروف جي يا ڪنهن ٻي ڀَل چُڪ هن بيت کي بہ ڀيرا
لکڻ جو سبب هجي ها تہ پوءِ بيت جي آخري سٽ ۾ قيرقار نہ هجي ها،
ٻي ڳالهہ تہ ڊاڪٽر بلوچ صاحب هن بيت جي تشريح بہ لکي آهي ۽
صرف هن کي بيت ئي رهڻ ڏئي ها تہ بہ هي بيت سائين جي ايم سيد
جي ڪتاب "شاھ عبداللطيف ڀٽائي جون وايو ن ۽ ڪافيون" ص:
205، 204 تي وائي جاٽائي لکيو آهي ۽ هن وائيءَ ۾ پنج سٽون آهن،
وائي هن طرح آهي:

"اوڏڻ اوري آءُ، توکي لاکي ڪونيو،
متي پري هنٽڙا، تو ڪيئن ريجهايو راءُ،
متي توتان معاف تي، پير پلنگ تي پاءِ،
راڻيو ن گھٽيون راڄ ۾، تو جھڙي نہ ڪاءِ،
اديون عبداللطيف چئي، سچي سِک سٽاءِ."

اهڙيءَ طرح سُر سسئي آبري ص: 300 تي ڊاڪٽر بلوچ صاحب هي
بيت لکيو آهي:

"سنڌيو ن سُور ڪرين هنيون ڏکي هوت کي،
پرين جي پاڻ ڏنا، سي سُتي سُک نہ ڏين،
جي ماڙهن کي مارين، آءُ تن سورن کي سَڌ ڪريان."

هي بيت ٻين رسالن ۾ پهرئين سٽ جي ٻئي حصي ۾، "هنيون ڏکي

هوت کي" جي عيوض "هڏ پڻ ڏکن هوت لئي" لکيو ويو آهي ۽ بيت جي پڙهڻي هن طرح آهي:

"سنڌيون سور ڪرين، هڏ پڻ ڏکن هوت لئي،
پرين جي پاڻ ڏنا، سي سُتي سُک نہ ڏين،
جي ماڻهن کي مارين، تن سورن کي سَڏ ڪريان."

1۔ عثمان علي انصاري، ص: 279
2۔ مرزا قليچ بيگ، ص: 286
3۔ غلام محمد شاهواڻي، ص: 332
4۔ علامہ آءِ آءِ قاضي، ص: 362
5۔ غلام مصطفيٰ قاسمي ص: 294

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پڙهڻيءَ جي اهڙي قيرقار سُر مُومل راڻو ۾ ص: 386 تي هيٺين بيت ۾ پڻ ڪئي آهي:

"جڳ جيھين چوءِ، سوڍو تيئن نہ سِڪيو،
راڻو تيئين نہ هوءِ، جيئن ڪا لوڪ لک پئي."

1۔ غلام محمد شاهواڻي، ص:444
2۔ غلام مصطفيٰ قاسمي، ص: 530
3۔ ڊاڪٽر گربخشاڻي، ص: 545
4۔ ڪلياڻ آڏواڻي، ص: 248

اهو ساڳيو بيت هن طرح لکيو آهي:

"جڳ جيھين چوءِ، سوڍو تيئن نہ سِڪيو،
راڻو تيئن نہ روءِ، ڳوڙهو جيئن ڳل ڳڙي."

هن بيت جي ٻين رسالن واري پڙهڻيءَ مطابق بيت ۾ راڻي جي ڪردار جي اندرواري ڪيفيت جو اظهار آهي.

هڪ ٻيو بيت سُر رام ڪلي، ص: 437 ۾ هن طرح لکيو آهي:

"اندر نہ ساهہ سُڪائين، ٻهر سڪائين ٻانهون،
مُنا مُنئي پاڻ کي، چٽين آ ديسي آئون،
او پنڌ پراهون، جتي نظر نات جو."

هي بيت ٻئي ڪنهن بہ رسالي ۾ نہ آهي پر "اَملھ اٽتوريا" ۾ ص:

158 تي لکيل آهي ۽ بيت ۾ پڙهڻيءَ جي وزن کان سواءِ هڪ سٽ اضافي بہ آهي.

"اندر نہ ريڏءِ رام سين، ٻاهر ڦرين ٻانهون،
منا مُنين پاڻ کي، چائين "آديسي آئون،"
لاهي چڏ لطيف چئي، ٻوڙا ٻئي ٻانهون،
اُو پنڌ اڳاهون، جت نانگا گڏيا ناٿ کي."

بيت جي هنن ٻن پڙهڻين کي پيٽڻ سان معلوم ٿيندو تہ لفظن جي فرق کان سواءِ هڪ اضافي سٽ پڻ آهي ۽ ان ۾ لطيف سائين جو نالو پڻ آهي. اهڙيءَ طرح بيت مان نالي واري سٽ جو غائب ٿيڻ هڪ خوف پيدا ڪري ٿيو تہ متان ايندڙ ڏهن، پندرهن سالن کان پوءِ ڊاڪٽر بلوچ صاحب بيت ڪنهن ٻئي شاعر جي کاتي ۾ رکي شاهہ جي رسالي مان ڪيڍي نہ چڏي! ان کان سواءِ هڪ ٻي حقيقت ڏانهن پڻ اشارو ملي ٿو تہ شايد شاهہ سائين جي شاعريءَ تي مشتمل ڪتاب "املھ اڻ توريا" جو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب چڱي طرح مطالعو نہ ڪيو آهي، ورنہ بيت جي اضافي سٽ ۽ بهتر پڙهڻيءَ کي هٿان وڃڻ نہ ڏئي ها. پر هڪ ٻي حقيقت بہ سامهون اچي ٿي تہ هي بيت ٻئي ڪنهن بہ رسالي ۾ نہ آهي ۽ ڊاڪٽر بلوچ صاحب کي يقينن زباني طور ياد رکندڙ ڪنهن لطيفي فقير کان مليو هوندو. سو جيڪڏهن ڪو اڻ چپيل نئون بيت ڊاڪٽر بلوچ صاحب کي هٿ اچي تہ شاهہ سائين جو آهي، پر ڪنهن ٻئي جاکوڙيءَ کي ملي تہ ان بيت کي ڊاڪٽر بلوچ صاحب، شاهہ سائينءَ جو بيت مڃڻ لاءِ تيار نہ آهي!!

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ واري رسالي ۾ اهڙا ڪيترائي بيت آهن، جي ٻين رسالن ۾ نہ آهن ۽ صاحب موصوف انهن بيتن کي شاهہ سائينءَ جا مڃيندي رسالي ۾ درج ڪيو آهي پر ٻين جي محنت جو انڪاري آهي، جيئن هن فقير امداد سرائي جي ڪتاب "املھ اڻ توريا" ۾ درج بيتن کي محمد سومار شيخ جي ڪتاب "شاهہ جا گم ٿيل بيت" ۽ "سُر مارئي" جي نون بيتن لاءِ رويو رکيو آهي، جڏهن شاهہ سائين رح جي بيتن جو اڻ چپيل خزانو اڃا بہ فقيرن وٽ محفوظ آهي. رسالي ۾ پنهنجي طرفان پڙهڻيون مقرر ڪرڻ ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب ڊاڪٽر گربخشاڻي کان بہ بہ وکون اڳيرو آهي. هن قسم جي قيرقار

سان نہ رڳو پڙهڻي بدلجي ٿي پر معنيٰ ۽ مفهوم ۾ بہ فرق اچي ٿو. جيئن سُر مارئيءَ ۾ ص: 475 تي ڊاڪٽر بلوچ صاحب هڪ بيت هن طرح لکيو آهي:

"نہ ڪا "ڪن فيڪون" هئي، نہ ڪا هونگ نہ هون،
سڄڻ تنهن ساعت ۾، اُيي ڏناسون،
مون من تڏهانڪون، ملي ملاقات ڪئي."

هي ساڳيو بيت ٻانهون خان، ص389 تي ۽گنج ص: 674 تي بيت جي ٽئين سٽ ۾ لفظ "من" جي عيوض "تن" لکيو آهي. باقي پورو بيت ساڳيو آهي ۽ وري علامہ آءِ آءِ قاضي ص: 701 تي ۽ عثمان علي انصاري ص: 456 تي بيت جي ٻئين سٽ جي لفظ "اُيي" جي عيوض "ٻيٺي" لکيو آهي ۽ آخري سٽ ۾ لفظ "من" جي عيوض "تن" لکيو آهي پر باقي رسالن ۾ هي ساڳيو بيت هن طرح لکيل آهي:

"نہ ڪا "ڪن فيڪون" هئي، نہ ڪا هونگ نہ هون،
سڄڻ تنهن ساعت ۾، پيٺي ڏٺوسون،
مون تن تڏهاڪون، ملي ملاقات ڪئي."

1ـ بمبئي ڇاپو، ص: 420
2ـ مرزا قليچ بيگ، ص: 794
3ـ غلام مصطفيٰ قاسمي، ص: 749
4ـ ڊاڪٽر گربخشاڻي، ص: 550.

هن بيت جي مٿين ڇئن رسالن ۾ پڙهڻي درست آهي. ڇاڪاڻ تہ بيت جي پهرين سٽ ۾ "ڪن فيڪون" کان اڳ واري وقت ڏانهن اشارو آهي، مطلب تہ اڃا "ڪُن فيڪون" جو امر بہ صادر نہ ٿيو هو پر لطيف سائين فرمائين ٿا تہ، انهيءَ "ڪُن فيڪون" واري ساعت کان اڳ سڄڻ کي ڏٺو، تنهن ڪري معنيٰ ٿيندي تہ "ڪُن فيڪون" کان اڳ بہ وجود هئا، هڪ الله جي ذات ۽ ٻيو ذاتِ محمدي ﷺ. هن فڪري خيال جي تصديق ٻين ڪيترن ئي بيتن مان ٿئي ٿي، جيئن، "ڇئي ڪن فيڪون، خلقيا روح خدا". "عاشق ڇئو مَ اُن کي، م ڪي ڇئو مشعوق......"، "علتي آرام، پسي علت آئيو" ۽ "ماڻڪ منڍ هتان، پيتي ۾ پئي پُرزا ٿيو." هنن بيتن ۾ بہ حضرت محمد ﷺ جي ذات جو وجود "ڪن فيڪون" کان بہ اڳ

ثابت ٿئي ٿو ،تنهن ڪري بيت جي ٻي سِٽ ۾ لفظ "اُيي" ۽ "بيني" غلط آهي ۽ اهو درست لفظ آهي "پيتي"، ڇاڪاڻ تہ پيٽ ڪيترن ۾ هجي پر گهٽ ۾گهٽ ٻن وجودن جو هئڻ ضروري آهي ۽ جڏهن لطيف سائين رح جي سچڻ جو وجود "ڪن فيڪون" کان اڳ آهي تہ پوءِ بيت ۾ درست لفظ "پيتي" پڙهڻ گهرجي ۽ ساڳئي وقت بيت جي آخري سٽ ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب لفظ "من" غلط لکيو آهي، اهو درست لفظ "تن" آهي. جيڪو وري سيني رسالن ۾ درست لکيل آهي. ٻئي سٽ ۾ ٻن وجودن کي جمع ۾ ظاهر ڪرڻ لاءِ "تن" يعني "تنين" ۽ "انهن" جي معنيٰ ۾ آيل آهي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب رسالي ۾ گهٽ ۾ گهٽ 50 کن بيتن جون پڙهڻيون ڦيرايون آهن، جيڪي مُکيہ آهن، باقي ننڍي وڏي ڦيرڦار جو تہ ڪو ڪاٿو ئي نہ آهي ۽ ٻيا مونجهارا پنهنجي جاءِ تي الڳ سوال آهن. سڀ کان وڌيڪ اهميت پري ڳالهہ اها آهي تہ ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ترتيب ڏنل رسالن جي پرک ڪرڻ (ٻنهي موصوفن بيت خارج ڪيا آهن) ۽ تنقيدي ۽ تحقيقي نگاهہ کان پرک ڪرڻ، لطيفي تحقيق جو مکيہ موضوع هئڻ گهرجي.

شاهہ جي رسالي ۾ انهن ڇاپن جي ٻين بہ پرک ڪئي آهي پر پيرومل مهرچند آڏواڻي ۽ حاجي ٻانهون خان شيخ جي تنقيد ۽ تحقيقي ترتيب گربخشاڻي واري رسالي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ واري رسالي تي هڪ معتبر ۽ بهتر ڪم آهي. پر ارنيسٽ ٽرمپ کان وٺي ڊاڪٽر بلوچ تائين جي مرتبن ۽ محققن جي ڪم جي هن تحقيقي جائزي کان پوءِ ڪنهن بہ رسالي کي جامع، مستند ۽ غلطين کان پاڪ نٿو چئي سگهجي. تنهن ڪري شاهہ سائين رح جي بيتن جي جدا جدا پڙهڻين تي اڃا بہ بحث ۽ تحقيق ٿيڻ گهرجي. لفظن جي پيچ گهڙ ۽ صورتخطي بہ سڌارڻ گهرجي، گهري، سوچ ۽ ويچار سان بيتن، اصطلاحن ۽ لفظن جي معنيٰ سمجهڻ ۽ سمجهائڻ گهرجي. لفظن جا بنياد جاچڻ گهرجن. عام ماڻهن جي ٻول چال واري ٻوليءَ ۾ بہ انهن لفظن جا استعمال پرکڻ گهرجن. سُگهڙن، لوڪ ادب، ٻهراڙين جي ماڻهن جي ڪرت ڪار واري ٻوليءَ سان گڏ اصطلاحن۽ لفظن جي معنيٰ سمجهڻ لاءِ ڪمين، ڪاسبين، مهاڻن، ڏڪڻ، لوهارن، ڪورين، ڪنڀرن، سونارن، جتن، مالوند ماڻهن، سنڌ جي مختلف علائقن جي هارين ناري جي ٻوليءَ کي گهڻي اهميت ڏيڻي پوندي جن جي روزاني زندگيءَ ۾ اهي اصطلاح واهپي

۾ اچن ٿا.

سنڌ جي جدا جدا حصن ۾ رهندڙ ۽ ڪرت ڪندڙن جي زندگيءَ جو اڀياس ڪري سنڌ جي تاريخ ۽ تاريخي ڪردارن ۽ ڪهاڻين. جاگرافيائي ماڳن، مڪانن، سيپيتا ۽ رسم رواج جي پس منظر ۾ شاهہ جي ڪلام، ڪردارن ۽ ماڳن کي سمجهڻ گهرجي ۽ اهڙيءَ طرح رسالي ۾ سڌارا ۽ واڌارا آڻي اڻ ڇپيل بيت بہ ضروري ڇنڊڇاڻ ڪان پوءِ شامل ڪجن، اڻ ڇپيل بيتن جو ذخيرو اڃا بہ سگهڙن ۽ لطيفي فقيرن وٽ زباني صورت ۾ محفوظ آهي. شاهہ سائين رح اجوڪن شاعرن وانگر ارادتن شاعري ڪونہ ڪئي پر ڪو واقعو ۽ متاثر ڪندڙ صورتحال کي ڏسندا هئا تہ بي اختيار ٿي بيت چوندا هئا. تنهن ڪري شاهہ صاحب جهڙي سيلاني ۽ فطري شاعر جي ڪلام کي ڳولڻ لاءِ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ سان گڏ سنڌ جي سيني ۽ خاص طور هندستاني سرحدي پٽيءَ وارن علائقن جا سفر ڪري سگهڙن ۽ فقيرن سان ملاقاتون ڪري بيت سهيڙڻ گهرجي. جيئن هن خيال جي تائيد ۾ مرزا قليچ بيگ صاحب پنهنجي ڪتاب "احوال شاهہ عبداللطيف ڀٽائي" (1897ع) جي صفحي: 69 تي لکيو آهي تہ. "شاهہ عبداللطيف پنهنجن هٿن سان ڪي بہ ڪين لکيو. جيڪو ڪلام چيائين ٿي، سو جدا جدا جاين تي ۽ چيائين بہ زباني ٿي جو سندس مريد ۽ فقير لکي وٺندا ۽ پوءِ ڳائيندا هئا."

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب هِن ڏس ۾ سخت پورهيو ڪيو آهي ۽ شاهہ سائين جي ڪلام جي پرک جا اَٺ معيار مقرر ڪيا:

1. رسالن جي قدامت وارو معيار.
2. رسالن جي تعداد وارو معيار.
3. رسالن جي پيٽ وارو معيار.
4. ٻوليءَ وارو معيار.
5. بيان وارو معيار.
6. معنيٰ ۽ مفهوم وارو معيار.
7. وزن ۽ قافيي وارو معيار.
8. فهم ۽ فڪر وارو معيار.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب انهن اَٺن معيارن تحت رسالي جو تجزيو ڪرڻ باوجود 30 سالن جي سخت پورهئي، سنڌي ٻوليءَ جي ڪلاسيڪي ادب، رسالي جي مطالعي، لوڪ ادب جي وسيع ڄاڻ، لغت

تي محنت، ٻوليءَ جي تاريخ تي تحقيق، فقيرن ۽ سگهڙن سان ملاقاتن باوجود بہ مونجهاري جي شڪار رهيو آهي ۽ هن طرح اظهار ڪرڻ تي مجبور آهي، "ڪو پڙهندڙ ذوق ۽ ذهن مطابق رسالي جي ڪلام (ڏاريو ڪلام) کي شاهہ جو ڪلام يا شاهہ سائين جي ڪلام کي رسالي جو ڪلام (ڏاريو ڪلام) سمجهي تہ اختيار وارو آهي." تحقيقي پرک ۽ سندس ئي مقرر ڪيل معيارن تي پرک ڪرڻ کان پوءِ هن قسم جي منجهيل سوچ بہ صحيح نہ آهي، ائين ڪرڻ سان ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جڻ پنهنجي 30 سالن جي محنت کي پاڻ مشڪوڪ ڪري بي سود بڻائي ڇڏيو آهي.

هيءَ هڪ عالم آشڪار حقيقت آهي تہ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب ٻولي، ادب ۽ شاهہ سائين جي رسالي جو سڀ کان وڏو ڄاڻو آهي ۽ هن جا ڪارناما بہ بي مثال آهن. جيئن صاحب موصوف سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان توڙي سنڌ کان ٻاهر شاهہ سائين جي ڪلام جا پراڻا نسخا هٿ ڪيا پر ڪي قلمي نسخا سنڌ ۾ هوندي بہ هن جي نظر کان اوجهل رهيا. جيئن ٻچيري جي سيدن وارو قلمي نسخو، جنهن جي پهرئين صفحي تي 1202 هجريءَ جو سال لکيل آهي. هي نسخو هن وقت تائين مڃيل آڳاٽي نسخي پٽ واري گنج کان بہ پنج سال پراڻو آهي. هن نسخي ۾ صفحن تي نمبر لکيل نہ آهن ۽ هن ۾ ڪي ناياب بيت سر بروو ۽ يمن ڪلياڻ ۾ اهڙا بہ ملن ٿا، جيڪي اڳ ڪنهن بہ رسالي ۾ نہ آهن، جيئن "سوئي......" واري سڱر جا (18) بيت ۽ "حسن حبيبن جو...." واري سڱر جا (23) بيت، مثال طور هر سڱر مان هڪ بيت هتي لکجي ٿو:

(1) "سوئي سلطان، سو شاهہ، سوئي پيري راءِ،
سوئي حڪم هلاءِ عالم ۾، سوئي ڏيکاريندڙ راهہ،
سو اثاري، سو ويهي، سو سيريندڙ ساهہ،
"لاغيري ولاغيره"، ايهي پر اِلهہ،
روح، رڳون ۽ ساهہ، سَڀُ ذات هيڪڙي."
(سر يمن ڪلياڻ)

(2) "حسن حبيبن جو، جن ڏنو جيئن برق،
سي پايو لوڪ فرق، سدا پُٽن سڪئا."

هنن بيتن جو فڪر همہ اوست يا وحدت الوجود وارو آهي ۽ هي فڪر

شاهہ صاحب جي ڪلام جو بنيادي ماخذ آهي ۽ رسالي ۾ ڪيترائي بيت هن خيال جي دلالت ڪن ٿا.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب.سندس چوڻ مطابق 50 کن قلمي نسخا ۽ هن وقت تائين سيني چپيل رسالن ۾ شامل ڪلام جي مختلف پڙهڻين جي محققاڻہ تجزيي ۽ پيٽ ذريعي سوڌ سنوار ڪئي پر پوءِ بہ غلطيون رهيون.

(1) "ظاهر ۾ ظاني، فڪر منجهہ فنا ٿيا."
(سُريمن ڪلياڻ، ص: 137)
هتي هن بيت ۾ لفظ "ظاني" نہ پر "زماني" آهي.

(2) "بندر بارويار، مِلُ نہ ملي بارئين،
فقيراڻي پار، امل ڏين اتوريا."
(سُر ساموندي، ص: 211)

هت بيت جي درست پڙهڻي هن طرح آهي:

"بندر ديسان ديس، مُلهہ نہ ملي ورايئن.
فقيراڻي ويس، اَملهہ ڏين اٽتوريا."

(3) "مون اڏارا مَڇڙا، الله گهاتو آڻ،
ميان مدارن سين، مون کي قادروجهہ م ڪارڻ،
هٿ منهنجي هاڻ، قدر لڏو جن ري."
(سُرگهاتو، ص:225)

هن بيت جي درست پڙهڻي ۽ اضافي سٽ هن طرح آهي ۽ ائين درست ۽ مڪمل ڪرڻ سان هن بيت ۾ ذڪر هَيٺ آيل عورت جي مفلسيءَ واري ڪيفيت اجا بہ گهري ٿيو پوي:

"آئون اڏاري تڪيس، الله گهاتو آڻ،
ميان مدارن سين، مون کي قادرمَ وجهہ ڪاڻ،
مٿو رکي مُني تي پيئي پڇاڙيان پاڻ،
هٿ بہ منهنجي هاڻ، قدر لڏو جن ري."
(سُرگهاتو، ص:22)

(4) "تاڃي توريائون، تہ عيب نڪتا اڳيان.
(سُر ڪاپائتي، ص: 239)

هن سٽ جي درست پڙهڻي هن طرح آهي:
"تان جي توريائون، تہ عيب نڪتا اڳرا."

(5) "جڪرو جس ڪرو، ٻيا مڙيئي چام،
مٿي اُن مقام، اصل هئي ايتري."
(بلاول، ص:245)

هن بيت ۾ هن طرح جي درستگي آهي:
"جڪرو جڳ سڪرو، ٻيا مڙيئي چامَ."

(6) "تمِن سپڙ آءُ سيڪڙو، تون ڏاتار آءُ ڏڏ،
سُٽي تنهنجو سڏ، ڪلهي پاتم ڪينرو."
(پرياتي، ص: 253)

هن بيت ۾ پڻ هڪ سٽ اضافي آهي:
"تون سپڙ آءُ سيڪڙو، تون ڏاتار آءُ ڏڏ،
اڳلڙا ويهارين اوڏڙا، گدلا ڪرين گڏ،
سُٽي تنهنجو سڏ، ڪَلهي پاتم ڪينرو."

(7) "لاڪو نہ لاهي، هني مٿي هٿڙا،
گهونيريان گهير ڪري، اُيو ئي آهي،
وڃئو سو ڪاهي، خاصيون جي ڪنگهار جون."
(سُر قهر ص:269)

هن بيت جي درست پڙهڻي هن طرح آهي:
"ڪاريءَ تان ڪانو، لاڪو نہ لاهي،
هني مٿي هٿڙا، اُبنو آهي،
گهونيريان گهيڙ ڪيو، اُيوئي آهي،
ڪُنڍيون سي ڪاهي، ڪونتيرين جي ڪنگهار جون."

(8) "ڪو جو وڍيءَ وڍ، ورڻ وڍيائين وڍسين،
ڏک ڏکي کي ڏڍ، جن ڏني سي ڏکيا ٿيا.
(سُر معذوري، ص: 304)

هن بيت ۾ لفظ "ورڻ" بي معنيٰ آهي، اهو لفظ آهي "وڍ" يعني زخم يا چير، مطلب تہ سسئي لاءِ جيئن ڏک بہ ڏڍ آهي، تيئن وَڍ بہ وڍ وڍڻ لاءِ آهي. وڍ جي اذيت هڪ ٻئي وڍ سان سَهي ٿي، جيئن هن بيت ۾ ساڳيو خيال آهي:

"سوريتي سڏ، ڪري سَڏ سورن کي،
سورن پڳس هَڏ، سي پڻ سيڪي سورسين."

(6) "هُئي جي نہ هئي، توءِ راڻو رنج رکي ويو،
ماريس اُنهيءَ ماري، جيئن سڀ ڪي ڳالهہ سُئي.
ڪڻن ساڻ ڪُمي، وئو نهوڙي ننڊر ۾.
(سُر مومل راڻو، ص: 379)

هن بيت جي پهرين سٽ ۾ "هُئي جي نہ هئي" (ڏوهاري ڪاري) جي نسبت سان آخري سٽ ۾ "ڪڻن" لفظ اصل ۾ "ڪارنهن" آهي ۽ بيت جي درست پڙهڻي هن طرح آهي:

"هُئي جي نہ هُئي تہ بہ راڻو رنج رکي ويو،
ماريس اُنهيءَ ماري، جيئن سڀ ڪنهن ڳالهہ سُئي،
ڪارنهن ساڻ ڪُمي، وِيو نهوڙي ننڊ ۾."

(10) "مٽيي اُتي موهجي، هاري ڳيڙءُ هار،
ڪوڙين ڪيا ڪيترا، اُنهيءَ خر خوار،
پيري ويو پيتار، آيئي ڏنءُ ڏهاڳ جو."
(سُر ليلا، ص: 388)

هن بيت ۾ لفظ "خر" غلط ۽ بي معنيٰ آهي، درست لفظ کي "کر" معنيٰ رقيب يعني هار ليلا لاءِ "کر" ثابت ٿيو.

(11) گندَ جني جي گوڏ ۾، پاٻوڙا پوشاڪ،
اُني جي اوطاق، راڄا ريجهي آئيو."
(سُر ڪاموڏ ص: 398)

هن بيت ۾ "گوڏ" غلط آهي ۽ اهو لفظ آهي "گود"، ڇاڪاڻ تہ سنڌ ۾ عورتون گوڏ نہ پائينديون آهن ۽ گود جهولي لاءِ استعمال ٿيل آهي.

(12) "گُل چنو گرنار جو، پَٽڻ ٿيون پٽين،
سهسين سورٺ جهڙيون، اُپيو ن اوسارين،
چوٿو چارڻ هَٿ ۾، سر سينگاريو ڏين،
ناريون ناڏ ڪرين، راڄا رات رم گيو."
ع (سُر سورٺ، ص:411)

هن بيت جي ٻي سِٽ ۾ لفظ "جهڙيون" هڪ تہ تجنيس حرفي ۾ نہ آهي ۽ ٻيو تہ هر عورت سورٺ نٿي ٿي سگهي. تنهن ڪري اهو لفظ آهي "سامهون" ۽ وري بيت جي آخري سٽ ۾ لفظ "ناريون" ۽ "ناڏ" ڪرڻ جي معنيٰ غلط ڏنل آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب لفظ "ناريون" جي معنيٰ (توبون) لکي آهي ۽ ناڏ ڪرين لفظ جي معنيٰ "وڏا ڏماڪا ڪرين"، لکي آهي، جڏهن تہ ناريون معنيٰ عورتون ۽ "ناڏ" جي معنيٰ آهي "سڏ ڪرڻ".

(13) گُوني گُوني، پرين پٽائين گج جيئن،
جي من منجهوني، سي ڪيئن وِڃن وسري."
(سر رپ: ص:418)

هن بيت ۾ پهرين سٽ جو پهريون فقرو "گوني ۽ گوني" غلط آهي، سٽ جي ٻئي اڌ سان نسبت ۾ نہ آهي. اهو درست لفظ آهي: "کوٽي ۽ کوٽي." هن لفظ جي معنيٰ آهي "کَڻ"، يعني جيڪي "گَج" جي ٻاهران پرت جون رنگين پَٽيون هونديون آهن.

(14) "چُپ ڪر چَپَ مَ چور، پُور اکيون ڍِڪ ڪَن،
تہ جا مورت منجهان من، تنهہ مشاهدو ماٽين."

هن بيت ۾ هڪ سٽ کُٽل آهي ۽ لفظ "مورت" جي جاءِ تي "صورت" اچڻ گهرجي:

"چُپ ڪر چَپَ مَ چور، پور اڪيون، ڏِڪَ ڪَن،
پاٽي پيءُ ڏوءُ مَ ڪر،رَه اڏوري ان،
هو جا صورت مخفي من، تنهن جو مشاهدو ماٺين."

جيئن هڪ ٻئي بيت ۾ مورت يعني ظاهري وجود ۽ صورت يعني باطني حيثيت جي دلالت ٿئي ٿي.

"نابودي نيئي، عبد کي اعليٰ ڪيو،
جي مورت ۾ مخفي ٿيا، صورت پڻ سيئي،
ڪبي اُتِ ڪيهي، ڳالهہ پريان جي ڳجهہ جي."
(سُر ڪلياڻ، ص: 142)

(15) "سبي سيبا ڏي، پوري نيهہ نہ لڄئو،
ڪٺيءَ وٺيون ڪِٺيون، سُٺي سيوي سي،
منڻ چونم ڪي، تہ لڄايئي ٿر جائيون."

هن بيت جي درست پڙهڻي هن طرح آهي:

"سبي سيبا ڏي، پوري نئون نہ ڪيو،
ڪٺي وٺيون ڪٺيون، سَٺي سيوي سي،
مچڻ چونم ڪي، تہ لڄايئي ٿر جائيون."

(16) واهُڙو وَهين م جار، سُڪي ٻيلاٽيون ٿيين،
پَسان تنهنجي پيٽَ ۾، لاٽا لُوٽ ليار،
جئن تو سيِ چمار، آسائتيون ٻوڙيون.

ڪن سُگهڙ فقيرن کان هن بيت جي پڙهڻي ٻئي نموني ملي ٿي، ڪن ماڻهن پنهنجي مقصدن تحت شاهہ سائين جي بيتن جي فڪر ۽ فهم سان هٿ چراند ڪندي نہ رڳو پڙهڻيون بدلايو ن آهن پر پنهنجي مقصدن کي هٿي پڻ ڏني آهي. جيئن سنڌ جي اڳوڻي وزير آبپاشي علي مير شاهہ پنهنجي وزارت بچائڻ لاءِ ۽ آقائن کي خوش ڪرڻ لاءِ مٿين بيت جو سهارو وٺندي چيو هو تہ، "هن بيت ۾ لطيف سائين درياهہ کي پٽيو آهي، تنهن ڪري سنڌوءَ ۾ پاڻي گهٽ ٿيو آهي." هي موصوف جي عالم آشڪار اخبار ۾ چپيل لطيف سائين تي الزام تراشيءَ جو هڪ

ثبوت آهي. جڏهن تہ فقيرن ۽ سگهڙن هن بيت کي هن طرح پڙهيو آهي:

"واهڙ وهين جار، سُڪي ٻيلاٽيون م ٿئيين،
پَسان تنهنجي پيٽ ۾، لهريون لک هزار،
جيئن تو سپ ڇمار، آسائتيون اُڪاريون."

هن قسم جي دلالت هڪ ٻئي بيت مان ٿئي ٿي:

"رڪڙيو ن سپ رد ٿيون، ڪوڙيون ڪڇائون،
ٻانيڻ سَپَ ٻاتاڙا ٿيا، مند نہ لڏائون،
درياهہ ڇيو آءُ، هيءَ مند هتي ئي آهيان."

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب، شاهہ سائينءَ جي ڪلام جا ظاهري ۽ باطني پهلو اجاگر ڪيا پر ڪيترن ئي بيتن جي تشريح غلط ڪئي. تصوف جي ڳجهن رازن ۽ معرفت جي راهہ وارن بيتن جي تشريح پڻ غلط ڪئي آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جهڙي عالم جنهن رسالي جي مطالعي ۾ زندگي گذاري ڇڏي، هن مان اها توقع نہ هئي تہ شاهہ سائين رح جي فڪري پهلوئن سان هھڙا هاڃا ڪندو، جيئن اڳ عرض ڪيو آهي تہ پوري رسالي ۾ هن قسم جي غلطين وارا بيت بہ انيڪ انداز ۾ آهن، هتي ڪجهہ مثال پيش آهن:

"علتئي آرام، پَسي علت آئيو،
حسن جو حق جو، خامي پانئين خام،
اڇي ٿئا اسلام، ڪفر ڪافر پاڻ ۾."
(سُر ڪلياڻ، ص: 138)

هن بيت جي لفظ "علتي" ۽ "علت" جي معنيٰ لکي آهي "علتي= علت وارو، بيمار، عادتي (گندگي، خرابي جو) عيبدار، ناقص، ظاهري سبب ڳوليندڙ (ص:138) جڏهن تہ هي بيت معرفت جي معنيٰ سان ڀرپور آهي ۽ "علت" ۽ "علتي" عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي ۽ ان جي معنيٰ آهي "ڪارڻ" ۽ "ڪارڻي" معنيٰ سبب ۽ سبب بڻجندڙ، هنن لفظن جو مفهوم حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي حقيقت ۽ ذات طرف اشارو آهي. لطيف سائين حضور ﷺ جن جي جامع صفات کي "ڪارڻي" سان مخاطب ڪيو آهي. جيئن سُر ڪلياڻ جي ص: 133 جي بيت نمبر 5، 6،

7، 8 وارن بيتن ۾ وچين سٽن ۾ هن طرح لکيو ويو آهي:

(1) "وحدهٗ لاشريڪ لهٗ، جا ن ٿو چئين ايئن،
تان مَ ڄ "محمد ڪارڻي" نرتئون منجهان نينهن،
تان تون وِڃئو ڪيئن، نائيين سِر ٻئن ڪي."

(2) "وَحدهٗ لاشريڪ لهٗ، جڏهن چيو جَن،
تن مڃيو "محمد ڪارڻي"، هيجا ساڻ هنئن،
تڏهن مَنجهان تن، اوتڙ ڪونه اولئو."

(3) "وَحدهٗ لاشريڪ لهٗ، جن اُتوسين ايمان،
تن مڃيون "محمد ڪارڻي" قلب سان لِسان،
اُوءِ فائق ۾ فرمان، اوتڙ ڪنهن نه اولئا."

هن بيت جي مذڪوره مفهوم ۾ "علت" ۽ "علتي" جي مفهوم کي اڃا به واضح ڪرڻ لاءِ هڪ ٻيو بيت حاضر آهي:

"ماڻڪ منڌ هَتان، پيتي ۾ پيئي پُرزا ٿيو،
سڄو تان سيد چئي، لهي لک سوا،
ڀڳي پُڃاڻان، پَدمان پري ٿيو."

حالانڪ ڪيترن ئي محققن گربخشاڻيءَ سميت هن بيت جي تشريح به غلط ڪئي آهي، ان کان علاوه رسالي جو هڪ ٻيو بيت پڻ هن قسم جي معنيٰ ۽ مفهوم جي دلالت ڪري ٿو:

ڪٽي منجهه قرار، هيڪاندا هئا سنگ ۾،
ڳاهي ڳاهه فراق جي، ڪيا ڏارون ڏار،
مَ جاڻان ٻيهار، ته ڪير ملندو ڪنهن سان."

مطلب ته ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب مٿين ٻنهي لفظن جي معنيٰ لکندي پوري بيت کي ذهن ۾ نه رکيو آهي ۽ نه ئي بيت جي مجموعي معنيٰ کي ذهن ۾ رکيو، جيڪڏهن ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب ايتري تڪليف ڪري ها ته شايد هنن لفظن جي اهڙي منفي معنيٰ ڪونه لکي ها. بهرحال هن طرح شاهه سائين رح جي روحاني فڪر جي تشريح گهٽ ۾ گهٽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب کي نه

جڳائي. اهڙا ڪيترائي بيت رسالي ۾ جن بيتن جي مفهوم ۽ انهن بيتن ۾ استعمال ٿيل لفظن جي معنيٰ ڪونہ ڏني آهي.

سُر سسئي معذوري ص: 302، هيٺين بيت جي معنيٰ ساڳي صفحي تي پڻ غلط لکي آهي:

سڏر سين سڱ ڪري، پرڪنڌين پياس،
ڪير برهمڻ، ڪن جي، ڪير جاٽي ڪيٽاس،
هوند نہ سنڌ سياس، پر هن پرين ڪيس پڏري.

معنيٰ لکي اٿس. "سڏر سين سنگ ڪري،" ڏاڍي سيڻ پرٽو ڪري، "پرڪنڌين پياس"، پريونءَ ۾ منهنجو پير پيو، ڏورانهين پيٽي ۾ آءُ هليس. ڪير جائي ڪيٽاس= ڪيس ڪير جاٽي سڃاٽي، سنڌ= ساري سنڌ ۾، پرين= پيڙهين، ڪيس پڏري=مون کي پڌرو ڪيو. آءُ انهيءَ ڪري پڌري ٿيس جو منهنجون پيڙهيون نڪتيون تہ برهمڻ آهي، ڏوبياڻي آهي. انهيءَ ڪري مون کي گهٽ ذات جاٽي ڏير ڇڏي ويا، هو ڇڏي ويا، آءُ مشهور ٿيس. "ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جي ان تشريح جو مول مقصد اهو آهي تہ ڏاڍي سان پرٽو ٿيوتہ سسئي ڏوراهان پنڌ ڪيا، ورنہ ڪيس ڪير ڪونہ سڃاڻي ها تہ هي برهمڻ ڪير آهي، ڪنهن جي آهي هونئن تہ سنڌ ۾ بہ هن کي ڪونہ جاٽي سڃاڻي ها پر هن جون پيڙهيون ظاهر ٿيون تہ برهمڻ يا ڏوبياڻي آهي، تنهن ڪري ڏير هن کي گهٽ ذات جي سمجهي ڇڏي ويا ۽ اهڙيءَ طرح هيءَ مشهور ٿي، جڏهن تہ بيت جي وچين سٽ مثبت معنيٰ رکي ٿي ۽ هن بيت جي تشريح هن طرح صحيح آهي تہ:

"سسئي چوي ٿي تہ پنهون جهڙي مهان ماڻهوءَ سان منهنجي نسبت ٿي تہ مان پري پري تائين ٻين ڪنڌن تائين مشهور ٿيس ،نہ تہ مون برهمڻ کي ڪير سڃاڻي ها، هونئن تہ شايد سنڌ بہ مون کي ڪونہ سڃاڻي ها پر پنهون جي نسبت مون کي ايندڙ پيڙهين تائين اَمر ڪري ڇڏيو، مشهور ڪري ڇڏيو."

هنئي بيت جي آخري سٽ جي آخري اڌ حصي "پر هن پرين ڪيس پڏري" جي معنيٰ ٿيندي: "پيڙهين تائين هن امر ڪري ڇڏيس"، جيڪا ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب معنيٰ ٻي طرح لکي غلطي ڪئي آهي. هن طرح جي تشريح شاهہ سائين رح جي مثبت ڪردارن سان ناحق

آهي، جڏهن تہ سسئيءَ جا پنج ٿي سُر سسئي طرفان پنهونءَ لاءِ واڪاڻ ٿي واڪاڻ آهن.

اهڙيءَ طرح سُر سسئي ڪوهياري جي هڪ ٻئي بيت ص: 333 جي تشريح پڻ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب غلط ڪئي آهي:

"ڪيئي نہ ڪميڻين جيئن اوڃاڳو اڄاڻ،
اساري، اهڙي پر، پيئي ڪيچين سين ڪاڻ،
ٻانهي چايو پاڻ، ٿي سڄيون راتيون سمهين!"

هن بيت جي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب تشريح لکندي لکن ٿا: "ڪميڻين جيئن اوجاڳو= اوباش عورتون رات جو اوجاڳو ڪري ناچ ۽ ڳائڻ ڪنديون آهن." جڏهن تہ بيت جي آخري سِٽ ۾ "ٻانهي چايو پاڻ" معنيٰ "پاڻ کي ٻانهي، پورهيت چوايو" هن طرح اشارو آهي تہ سسئيءَ کي پورهيت عورت سان ڀيٽ ڏني شاهہ صاحب چون ٿا تہ سسئي ڪميڻين (ڪمي جو مونث) جيئن مطلب تہ، پورهيت، ٻانهي عورت وانگر بہ اوجاڳو نہ ڪيو. جڏهن تہ تون پاڻ کي ٻانهي چوايو ۽ سڄي رات سمهين ٿي ۽ اهڙيءَ طرح ٿي تہ تون ڪيچين آڏو ڪاٽياري ٿي آهين پر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب هڪ پورهيت ڪردار کي گاريون ڏيندي ان کي اوباش عورتن، سڄي رات نچڻ ۽ ڳائڻ وارين رنڊين سان تشبيهہ ڏئي ٿو.

هاڻ فيصلو پڙهندڙن تي آهي تہ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب ڪيئن نہ شاهہ سائين رح جي ڪلام جي ظاهري ۽ باطني پهلوئن جو ڀيڙو ٻوڙيو آهي.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ رسالي جي تحقيق ۽ ترتيب ۾ پنهنجو جيڪو سڀ کان اهم ڪارنامو قرار ڏئي ٿو اهو آهي رسالي مان ڌاريو ڪلام ڪيڻ" هن ڏس ۾ صاحب موصوف بنا ڪنهن ٺوس دليل ۽ پنهنجن ئي مقرر ڪيل معيارن تي پرکڻ کان سواءِ اٽڪل 2000 کان 2300 بيت ۽ وايون خارج ڪري ڇڏيون آهن. جڏهن ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي جلد ڏهين جو ۽ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي "شاهہ جو رسالو" جو تفصيلي ۽ بغور مطالعو ڪجي ٿو تہ پتو پوي ٿو تہ معيارن جي بنياد تي ڪي بہ ٿي سئو بيت ۽ وايون رسالي جي ڪلام مان ڌاريو ڪلام ڪري ڪڍيون ويون آهن. باقي 2000 کن بيت ۽ وايون بنا

ڪنهن سند ۽ دستاويزي ثبوت ۽ بنا ڪنهن سبب ڄاڻائڻ جي صرف هيٺين مفروضن ۽ پائڻين جي بنياد تي خارج ڪيون ويون آهن، ائين چئي ته:

(1) "هي بيت يا وائي عام شاعريءَ جي هدايت ۽ نصيحت وارن بيتن مان آهي، تنهن ڪري لطيف سائين رحه جو نه آهي."

(2) "هي بيت يا وائي عام ٻولي ۽ عام خيال وارو آهي، تنهن ڪري شاهه صاحب جو نه آهي."

(3) "پائڻجي ٿو ته شاهه صاحب جي دورڪان اڳ جو آهي."

(4) "ڪنهن فقير يا سگهڙ جو چيل آهي."

(5) "سگهڙپائي واري اسلوب ۾ چيل آهي."

(6) "شاهه صاحب جي اسلوب کان الڳ ۽ نرالو آهي."

(7) "عام شاعريءَ جي مجازي موضوع وارن بيتن مان آهي."

(8) "عام سطح جو آهي."

(9) "شاهه سائين رح کان اڳ يا پوءِ واري ٻوليءَ ۾ چيل آهي."

(10) "ڪنهن قصي يا ڳالهه جو بياني بيت آهي."

هي ڪو علمي بحث ۽ نوس ثبوت نه آهي ۽ نه ئي انهن کي دليل چئي سگهجي ٿو. اها صرف ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جي راءِ چئي سگهجي ٿي، جنهن راءِ تحت ائين چيو ويو آهي ته اهو ڪلام شاهه صاحب جو ڪونهي، اهڙيءَ طرح ڪو ٻيو ماڻهو ڪا ٻي راءِ به قائم ڪري سگهي ٿو. جيئن: "اول الله عليم، اعليٰ عالم جو ڌڻي" واري بيت کي علامه دائود پوٽو نئين زندگي نومبر 1953ع "منهنجي نظر ۾ اهو بيت شاهه سائين رح جو چيل ئي نه آهي." "رسالي جا قديم نسخا" ۾ هن ئي بيت لاءِ ٻئي مضمون "شاعر ۽ سگهڙ" ۾ سبب ڏئي ٿو ته، "ان بيت ۾ لفظي ورجاءُ کان سواءِ ۽ تڪرار کان سواءِ ڪابه خوبي نه آهي." ۽ ڊاڪٽر بلوچ صاحب پڻ اهڙي راءِ ڏيندي لکي ٿو ته: "اول الله عليم، اعليٰ عالم جو ڌڻي" بيت شاهه صاحب جي اعليٰ شاعري جو ثبوت آهي، ڇاڪاڻ ته ان ۾ هم آوازن، سه حرفي ڪم آندل آهي." (ص:170)

مطلب ته ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب به علامه دائود پوٽي واري راءِ جي حمايت ڪندي نظر اچي ٿو ۽ بيت جي معنيٰ ۽ مفهوم کي نظرانداز ڪيو ويو آهي، جيڪا هن بيت جي بنيادي خوبي آهي پر ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ بيت کي ڌاريو ڪلام نه چيو آهي، اهڙيءَ طرح سر

پورب جي وائي "ڪوا ڪان ڪان ڪندا. وهاٽيءَ وٽن ۾" غلام محمد شاهواڻي هن وائيءَ لاءِ لفظ "واهيات" لکي رد ڪري ڇڏيو. بعد ۾ ڪلياڻ آڏواڻي ۽ علامہ آءِ آءِ قاضي بہ پنهنجي رسالي ۾شامل نہ ڪئي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب سُر بروو ۾ شاهہ سائين جي ڪلام طورهن وائيءَ کي لکيو آهي. (ص:188)

هن حقيقت کان انڪار نٿو ڪري سگهجي تہ ڊاڪٽر بلوچ صاحب ڀريون رسالي جو محقق آهي، جنهن رسالي ۾لطيفي ۽ غيرلطيفي ڪلام کي پرکڻ لاءِ ناقص ۽ نامڪمل ٿي سهي پر معيار مقرر ڪيا آهن، جيئن:

1۔ رسالن جي تعداد جو معيار.
2۔ رسالن جي قدامت جو معيار.
3۔ رسالن جي ڀيٽ جو معيار.
4۔ ٻوليءَ جو معيار.
5۔ شاعريءَ جو معيار.
6۔ بيان جو معيار.
7۔ معنيٰ جو معيار
8۔ اعليٰ فهم ۽ فڪر جو معيار.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جي مقرر ڪيل رسالي جي ڪلام جي پرک جي انن معيارن سان ٻانهون خان شيخ ڇئن معيارن کي رد ڪندي صرف ٻهرين ڇئن معيارن تحت رسالي جي ڪلام جي پرک ڪرڻ تي زور ڏنو آهي. اهڙو اظهار صاحب موصوف پنهنجي ڪتاب "شاهہ جو رسالو شاهہ جو ڪلام" تي تنقيدي جائزو پيش ڪندي ڪيو آهي. هن ڪتاب جا ڪجهہ ٽڪرا هن طرح آهن: "شاه سائين رح جا ابتدائي قلمي رسالا معتبر آهن، ڇاڪاڻ تہ انهن رسالن ۾ ڏاريو ڪلام گهٽ هوندو ۽ ان ڪان اڳ وارن شاعرن سان ڀيٽڻ آسان بہ هوندو يا اڳ وارن شاعرن جي ڪلام ۾ شامل هوندو، جهڙوڪ: قاضي قادن، شاهہ ڪريم بلڙي وارو ۽ لطف الله قادري". مطلب تہ پراڻن قلمي نسخن کي شاهہ جي ڪلام جي پرک، بهتر پڙهڻين ۽ سٽن جو تعداد طئہ ڪرڻ ۽ مستند ثبوت مڃڻ گهرجي پر سوال ٿو پيدا ٿئي تہ ڇا سڀ جا سڀ قلمي نسخا موجود آهن ۽ ڪنهن موڙ تي بچيري وارن سيدن جي قلمي نسخي جهڙو نسخو سامهون اچي تہ پوءِ تحقيق جو تسلسل بگڙي سگهي ٿو. هي اُهو معتبر ۽ آڳاٽو قلمي

نسخو آهي، جنهن جي ابتدائي صفحي تي 1202هجري واضح طور تي لکيل آهي، جنهن جو جائزو خود ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب پنهنجين اکين سان ڪيترن ئي سڄاڻ ماڻهن جي موجودگيءَ ۾ ورتي چڪو آهي. هن ئي رسالي ۾ ڪيترائي اهڙا بيت موجود آهن، جيڪي ڪنهن بہ ڇاپي يا قلمي نسخي ۾ هن مهل تائين سامهون نہ آيا آهن. جيئن "حسن حبيبن جو....." واري سٽر جا 25 بيت موجود آهن. هن کان پهرين هن سٽر جا صرف بہ بيت محمد سومار شيخ جي ڪتاب "شاهہ جا گم ٿيل بيت" ۾ ملن ٿا ۽ هندستان جي ڪيترن ئي علائقن ۾ اهڙن قديم قلمي نسخن جي هئڻ جي حقيقت بہ وقفي وقفي سان سامهون ايندي رهي آهي ۽ ان کان علاوه الهداد جنجهي وارو گنج جيڪو ميهار فقير وارو چيو وڃي ٿو ۽ ڀٽ شاهہ درگاه وارو گنج پڻ 1994ع جي ڏهاڪي تائين عام کان اوجهل رهيو تہ پوءِ رسالن جي تعداد واري معيارڪي تنقيدي اصولن تحت ڪيئن ٿو سَند يا معيار مقرر ڪري سگهجي.

قديم ۽ اوائلي رسالن ۾ موجود ڪلام جي پرک متعلق ڀانهون خان لکي ٿو تہ: "خود ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب جي بقول تہ شاهہ صاحب جي يا شاهہ صاحب جي حاضريءَ ۾ ڪلام کان سواءِ ٻيو بُدل ڪلام فقير ن رسالي ۾ شامل ڪرڻ مناسب نہ سمجهيو." هن راءِ کي مدنظر رکندي چئي سگهجي ٿو تہ شاهہ سائين رح جو حاضريءَ وارو ڪلام اُهو آهي جيڪو شاهہ سائين جي دور کان اڳ جي شاعرن چيو ۽ اهڙي ڪلام مان اڪثر بيتن جي نشاندهي آسانيءَ سان ڪري سگهجي ٿي. ڇاڪاڻ تہ ڪن شاعرن جي ڪلام جا مجموعا شاهہ سائين رح کان اڳ لکيل آهن ۽ انهن سان ڀيٽي سگهجي ٿو يا ڪن جا نالا شاهہ سائين جي رسالي ۾ موجود آهن. هن ڏس ۾ گنج ڀٽ شريف وارو ۽ ٻڄيريءَ وارو قلمي نسخو مددگار ثابت ٿيندا، پر ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب متين دليلن کي پاسي تي رکندي جن بيتن کي پاڻ پهرين غير فصيح ۽ غير معياري قرار ڏنو هو، انهن کي بعد ۾ معياري متن ۾ درج ڪيو ويو آهي ۽ جيڪو ڪلام هن مهل تائين شايع ٿيل جلدن ۾ معياري ڪلام طور درج ڪيو ويو آهي، انهن مان ڪي بيت ۽ وايون ڏاريو ڪلام ڪري ڪڍيون ويون آهن، جڏهن تہ ڪجهہ بيتن مان جيڪي ساڳي هڪڙي معيار جا آهن، انهن ۾ ڪن کي شاهہ جو ڪلام تہ ڪن کي ڏاريو ڪلام ليکيو ويو آهي.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جي هن مونجهاري ۽ ٻٽي معيار جو پتو/ معلومات سندس ڏهن جلدن، رسالي جي ڪلام (ڏارئي ڪلام جو جلد) ۾ رسالي جي تفصيلي مطالعي مان ٿيندو، ڪڏهن ڪڏهن تہ بنا سبب جي ڪن بيتن کي ڏاريو قرار ڏنو ويو آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن وري رسالن جي قدامت واري معيار جي نفي ڪئي وئي آهي. اهڙي قسم جي راءِ ٻانهون خان پنهنجي ڪتاب جي صفحي: 10 تي ڏني آهي تہ:

”ٻين معيارن کي پاسي تي رکي بيت جي ٻولي ۽ اصلوبي بيان تي ياڙيندي چيو ويو آهي تہ هي بيت شاهہ سائين جي دورکان اڳ جو آهي ۽ ان معنيٰ وارا بيت ميان شاهہ ڪريم رح جي ڪلام ۾ موجود آهن ۽ غالبن هي بيت شاهہ ڪريم جو آهي. ائين پڻ ٿي سگهي ٿو تہ هي بيت قاضي قادن جو هجي.“

هتي ڊاڪٽر بلوچ صاحب خود ٻن راين جي مونجهاري جو شڪار آهي ۽ جڏهن تہ فيصلو هڪ طرف هڻڻ گهرجي، مطلب تہ ڊاڪٽر صاحب ڪٿي ڪٿي پنهنجي مقرر ڪيل معيارن کي بہ ڪتب نہ آڻيندي پنهنجي دليل کي ”غالبن ائين پڻ ٿي سگهي ٿو“ ۽ ”هجي“ جهڙا لفظ ڏئي ڪمزور ڪري ٿو، اهڙا لفظ تحقيقي عمل ۾ سَند جو درجو نٿا رکن. اهڙيءَ طرح بنا پرک جي ڪنهن بيت کي سڪ ۽ محبت جو عامي بيت چئي رد ڪرڻ جي سَند بہ موجود نہ آهي، ۽ اهو چئي تہ اهو بيت ڪنهن فقير چئي ان ۾ لطيف سائين جو نالو وڌو ۽ هن بنياد تي بيت خارج ڪرڻ عقلمندي نہ آهي.“

اهڙي طرح ڊاڪٽر بلوچ صاحب سر سارنگ جي طويل بيتن، جنهن ۾ مينهن کان پوءِ عوام ۾ خوشيءَ جي منظرنگاري تمام سهڻي ڪيل آهي، کي محض بياني بيت چئي بنا سَند جي ڪنهن نامعلوم سگهڙ سان منسوب ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي جيڪو صحيح نہ آهي ۽ ڪجهہ اهڙا بيت وري رسالي ۾ شامل بہ ٿيل آهن، جيئن جلد: 10 رسالي جو ڪلام، ص: 183، فصل پهرين جو بيت نمبر 4 ۽ هڪ وائي ”منهنجي سيد سارَ لهندو“ ۽ فصل 3 جا 1 ۽ 2 نمبر بيت، فصل 4 جا بيت نمبر 4، 7 ۽ 9 ۽ وائي، ”سارنگ سانوڻ لايا وي“ جڏهن تہ اهڙا طويل (بيت ۽ وايون) ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب واري رسالي ۾ داستان ٽيون جي سيريل نمبر 12 ۽ 15 تي هن فصل جي آخري وائي ۽ داستان نمبر 3 جي سيريل

نمبر 22، 23 جا بيت ۽ وائي رسالي ۾ شاهہ جو ڪلام طور رکيا ويا آهن.

صرف اهو چوڻ تہ هي بيت ڪنهن فقير چيو آهي، ڪافي نہ آهي، ڪا سند پيش ڪرڻ تحقيق ۽ تنقيد جي ضرورت آهي، جڏهن تہ ساڳئي معيار جا بيت ڪڏهن هن طرف تہ ڪڏهن هن طر ف ڪيا ويا آهن. اهڙيءَ طرح ڪڏهن تہ ڪن بيتن جي سڄرڪي جن ۾ پهرين سٽ يا آخري سٽ ۾ ورجاءُ آهي تہ انهن مان ڪن بيتن کي شاهہ جو ڪلام تہ ڪن کي غير لطيفي ڪلام سڏيو ويو آهي.

شايد ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب، لطيف سائين جي هن شاعراڻي فن جي فني سٽاءُ جي اهميت سمجهڻ ۾ ناڪام رهيو آهي، ٻي صورت ۾ ڪيس ائين نہ ڪرڻ جڳائي. جڏهن تہ هي وري وري ورجائڻ واري سهڻي ورجيس شاهہ صاحب جي اڳ جي ڪلاسيڪي شاعرن ۾ بہ جزوي طور موجود آهي ۽ شاهہ صاحب هن کي نمايان ڪيو آهي ۽ هن قسم جي ورجاءُ جو مطلب معنويت ۽ نفسياتي ڪيفيت جي تاڪيد ۽ گهرائيءَ جي تاڪيد ڪرڻ آهي. ڪيترائي بيت آهن جن مان ڪنهن بيت جي پهرين سٽ جو پهريون فقرو يا بند، اُن بيت کان اڳ واري بيت جي آخري سٽ جي پهرين يا پوئين بند سان سلهاڙيل يا قطاريل آهي تہ اهڙن بيتن جي سڄر مان ڪن کي شاهہ جو ڪلام تہ ڪن بيتن کي ڏاريو ڪلام سڏيو ويو آهي. هي بہ اڪيائي ۽ مُنجهيل دماغ بہ صحيح نہ آهي.

ٻانهون خان پنهنجي راءِ ڏيندي لکيو آهي تہ، 1210هجريءَ کان اڳ لکيل شاهہ جي رسالي ۾ درج ٿيل ڪلام جيڪڏهن مٿي ذڪر ڪيل شاعرن جي بياض ۾ بہ آهي تہ بہ اُن بنياد تي ان ڪلام کي انهن شاعرن سان منسوب ڪرڻ صحيح نہ آهي..... انهن شاعرن جي بياضن ۾ لکيل ڪلام جيڪڏهن هو بهو 1210 هجريءَ کان اڳ لکيل شاهہ جي رسالن ۾موجود جهڙ وآهي تہ ٻي ڏڙڪ ائين چئبو تہ شاهہ سائين جو ڪلام آهي..... جيڪڏهن شاهہ صاحب جي مذڪوره رسالن ۾ درج ڪلام جي ڪجهہ قدر مشابهہ آهي تہ اهو ڪلام پنهنجن وڏن معاصرن جي ڪلام کان متاثر ٿي چيو آهي..... ۽ انهن شاعرن جي ڪلام جي نسبت جيڪي شاهہ صاحب رح کان ننڍا هئا يا پوءِ جي دور جا هئا تہ، انهن جي بياضن ۾ داخل ڪلام جي متعلق چئبو تہ انهن شاعرن شاهہ صاحب رح کان متاثر ٿي اهو ڪلام چيو آهي."

پر انَ جي باوجود بہ ان قسم جي ڪجھ ڪلام کي ڏاريو ڪلام لکيو ويو آهي. مٿين بحث مان ٻانهون خان جي راءِ جو مول مقصد اهو ٿو ٻيهي تہ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب رسالي مان جن 2300 بيتن کي ڏاريو ڪلام قرار ڏنو آهي، اُنهن بيتن مان گهڻائي بيت بنا ڪنهن ٺوس دليل ۽ سَند جي خارج ڪيا ويا آهن ۽ اهڙي ئي قسم جي راءِ ڊاڪٽر گربخشاڻي طرفان خارج ڪيل 1000 بيتن لاءِ پيرومل، مرزا قليچ بيگ ۽ اُن وقت جي ٻين محققن ۽ نقادن ڏني هئي. ٻانهون خان صرف ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب واري رسالي ۾ ٿيل ٻوليءَ جي صورتخطي، تلفظ، سِٽن ۽ لفظن جي سٽاءَ ۾ پيچ گهٽ، معنيٰ ۽ تشريح تي بہ بحث ڪري ها تہ پوءِ شايد ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جي ترتيب ڏنل رسالي جا اجا ڪي انيڪ عيب عيان ٿيڻ جو امڪان آهي.

”ٻلي ٻول ٻابيها، تئي تول سرياءِ،
هيٺ جَرَ مٿي مڃر،پاسي پرين سنداءِ،
مون جئين جي هوت ويا، تہ هوند نہ ٻولين ٻابيها.“

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب لوڪ ادب جي سهيڙڻ ۾ جيڪا جفاڪشي ڪئي آهي ۽ ٻوليءَ جي ارتقا ۽ تاريخ تي جيڪا تحقيق ڪئي آهي. ان کي مدنظر رکندي ڪم از ڪم اها اميد هن شخص مان نہ هئي تہ سنڌي ٻوليءَ جي تلفظ ۽ صورتخطيءَ ۾ بہ ايڏو بگاڙ آڻيندو. حقيقت ۾ سنڌي ٻولي صدين جو ڊگهو سفر ڪري جڏهن جديد لساني اصولن جي سرحد کي پهتي تہ اسان جي پنهنجن محققن ۽ ماهرن جيڪا ويڏن ڪئي آهي. سا ناقابل برداشت ۽ ناقابل معافي آهي.

دنيا جي ٻولين جي ارتقائي سفر تي نظر وجهبي تہ معلوم ٿيندو تہ ٻوليءَ جي تاريخ يا ارتقا اصل ۾ ٻوليءَ جي تبديل ٿيڻ جي تاريخ، ٻوليءَ جو ارتقائي سفر آهي ۽ ٻوليءَ ۾ تبديل ٿيڻ جو بنياد وري ٻوليءَ جا ڳالهائيندڙ آڻيندا آهن. ٻوليءَ جا ڳالهائيندڙ وري ڪنهن نہ ڪنهن علائقي جي مجموعي رهڻي ڪهڻي، ڳالھ ٻولھ، ڪرت ڪار ۽ رسم رواج جي مڪمل تصوير آهن. مطلب تہ ٻولي ۽ ساهت پاڻ ۾ ڳنڍيل آهن. سنڌي نهايت وسيع ٻولي آهي. سري جا لفظ هڪڙا، وچولي جا ٻيا، لاڙ جا اجا بہ مختلف ۽ ٿر جا لفظ وري سڀ ڪان الڳ. واپارين، ڪاسبين، حڪيمن وٽ لفظ ۽ اصطلاح وري پنهنجا. پسارين وٽ وري سوين شيون،

ڀراڙيءَ ۾ وڻ ٽڻ، گاهہ، ٻوٽا، گل ڦل، ذات، مال، جانور ۽ ڪرت ڪار جا اوزار ۽ آواز الڳ الڳ. سڀ کان اهم حقيقت تہ شاهہ سائين جي رسالي ۾ تہ سيني جهانن جي شين جا نالا، ڪيفيتن جو اظهار ڪندڙ لفظ ۽ تجنيس حرفي (Allitration) جي تہ ڪا حد ئي نہ آهي، ايتري تہ انگريزي، عربي، فارسي، اردو ۽ هندي ٻولين ۾ بہ نہ آهي.

شاهہ سائين رح جي رسالي جي ٻولي خود ڄاڻائي ٿي تہ سنڌيءَ ۾ لفظن جي ڪمي ڪانهي. سنڌي انهن سڌريل ٻولين مان هڪ آهي. جيڪا اڄ تائين پنهنجون ڪيترييون اهڙيون بنيادي آڳاٽيون نشانيون قائم ڪيو بيٺي آهي، جيڪي ٻين ڏيهي آريہ ٻولين ۾ ڪينهن. تنهن ڪري سنڌي ٻوليءَ جو درجو انهن کان مٿي ليکجي ٿو. جڏهن 1853ع ۾ سنڌي ٻوليءَ جي الف ب جي صورتخطي تي عملي طور سڌاري جو وقت آيو تہ شاهہ جو رسالو جيڪو ابوالحسن واري سنڌيءَ ۾ لکيل هو، سو هن عملي تجزيي ۽ تجربي جي بنياد طور چونڊيو ويو ۽ ٻوليءَ جي سيني آوازن کي صورت ڏيڻ لاءِ اڳ واري صورتخطي کي سڌاري کوٽ پوري ڪئي وئي ۽ ائين ڪرڻ سان ٻوليءَ جا اهڙا آواز ۽ تلفظ جيڪي صحيح ۽ مڪمل عڪاسي ۽ اظهار ڪندڙ صورتخطي نہ هئڻ سبب مونجهاري جو سبب هئا. سي پنهنجي انفراديت سان لکجڻ ۾ آيا. جيئن اڳ "ب" کي "ٻ"، "ڀ" ۽ "ٻ" لاءِ لکڻ ۾ استعمال ڪيو ويندو هو ۽ پڙهڻ وقت جملي جي معنيٰ ۽ مفهوم تلفظ مطابق پڙهيو ويندو هو ۽ "ن"، کي "ڻ"، "ڻ" ۽ "ڻ" لاءِ استعمال ڪيو ويندو هو. اهڙيءَ طرح "ڪ" کي "گ"، "ڳ" ۽ "ڱ" لاءِ استعمال ڪيو ويندو هو. وري "د" ۽ "ڌ" کي "ڏ"، "ڌ"، "ڊ" ۽ "ڍ" لاءِ لکيو ويندو هو. ساڳيءَ طرح "ح"، "ج"، "خ" کي پڻ "ڇ"، "چ"، "ڄ" ۽ "ڃ" لاءِ لکيو ويندو هو. مطلب تہ، آواز يا تلفظ هئا، پر هرهڪ آواز جي الڳ الڳ صورت يا صورتخطي نہ هئي. پر 1853ع کان پوءِ اهڙا مونجهارا نئين صورتخطي اچڻ سبب حل ٿي ويا. ايڏي انقلابي سڌاري باوجود اڃا بہ ڪي مخصوص آواز صورتخطي کان محروم رهيا ۽ صدين کان مروجہ انهن آوازن کي انهن سان سڀ کان وڌيڪ ويجهي نسبت رکندڙ آوازن واري صورت سان واڳيل رهڻ ڏنو ويو. هن جو سبب اهو هو تہ اهڙا منفرد آواز سنڌ جو گهڻو تڻو عام ماڻهو مفهوم ۽ معنيٰ جي نسبت سان اُچاريندو رهيو ۽ اڄ تائين سنڌي ٻوليءَ جي آوازن جي اها آڳاٽي ۽ بنيادي خصوصيت قائم آهي، پر صرف لاڙ جي علائقي ۽ انهن ماڻهن وٽ جن

جي روز مره جي ڳالھ ٻولھ تي ٻين ڏيهي آريہ ٻولين جو اثر آهي. اهي اهڙا اچار ڪونہ ٿا ڪڍي سگهن. هن جو مطلب اهو هرگز نہ هئڻ گهرجي تہ انهن ٻوليءَ جي علائقائي لهجن سبب سنڌي ٻوليءَ جي خمير، آسودگي ۽ بنيادي خاصيت کي بگاڙيو وڃي، جيئن ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب پنهنجي ترتيب ڏنل شاھ جي رسالي ۾ ڪيترن ئي لفظن جي صورتخطي بگاڙي لکي آهي. هيٺ ڏنل چارٽ ۾ اصل صورتخطيءَ وارا لفظ ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب طرفان بگاڙيل صورتخطيءَ جي پيٽ ڏجي ٿي:

# چارٽ

| | اصل صورتخطي | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب طرفان بگاڙيل صورتخطي | | |
|---|---|---|---|---|
| 1. | مانڊي | مانڊريءَ | بيت: 1 | صفحو: 139 |
| 2. | منڊ | منڊر | بيت: 2 | صفحو 139 |
| 3. | ڊيڙا | ڊريڙا | بيت: 8 | صفحو 156 |
| 4. | ڍٻيون | ڍربيون | بيت: 16 | صفحو 156 |
| 5. | سٽ | سٽر | بيت 2 ۽ 7،4 | صفحو 162 |
| 6. | سٽون | سٽرون | بيت: 10 | صفحو 163 |
| 7. | وٽ، وٽ | وٽر، وٽر | بيت 23،19 | صفحو 169،168 |
| 8. | چنڊ | چنڊر | بيت 6 کان 23 | صفحو 176،174 |
| 9. | سمنڊ | سمونڊر | بيت: 21 | صفحو 200،199 |
| 10. | لوڙ | لوڙر | بيت: 13 | صفحو 203 |
| 11. | سامونڊي | سامونڊري | بيت: 6 | صفحو 206 |
| 12. | سامونڊڪو | سامونڊريڪو | بيت: 7 | صفحو 217 |
| 13. | سنڌ | سنڊر | بيت: 16 | صفحو 229 |
| 14. | لڏوٽيارڻ | لوڏرلڏوٽو | وائي | صفحو 371 |
| 15. | چٽاٽو | چٽراٽو | بيت: 15 | صفحو 378 |
| 16. | ڏاکون | ڊراکون | بيت: 19 | صفحو 378 |
| 17. | وڏوڙيئن | وڏوٽيين | بيت: 2 | صفحو 379 |
| 18. | چٽن | چٽرن | بيت: 11 | صفحو 379 |
| 19. | مٽ | مٽر | بيت: 6 | صفحو 392 |
| 20. | سٽنڌي | سٽيندسين | بيت: 7 | صفحو 426 |

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب طرفان رسالي ۾ ٻوليءَ جي

تلفظ ۽ صورتخطيءَ جو هن طرح بگاڙ نهايت مُنجهائيندڙ آهي، هڪ تہ ايندڙ نسل ڊاڪٽر بلوچ صاحب واري بگڙيل ٻولي سکڻ کان پوءِ هن کان اڳ جي ڪتابن ۾ لکيل انهن لفظن کي ڪيئن اچاريندا ۽ جڏهن صحيح پڙهڻي نہ ٻيهندي تہ پوءِ ايڏي ساري ادبي خزاني جي روح کي سمجهڻ ۾ غلطي ڪندا ۽ ساڳئي وقت اهو بہ مسئلو آهي تہ هاڻوڪو نسل اهڙا لفظ جن ۾ ”ر“ ساڪن آهي، ان کي ڪيئن پڙهندو؟

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب کي خود هن حقيقت جو علم هوندو تہ مٿي بيان ڪيل لفظن جو تلفظ جيڪو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب ڏنو آهي، سو ڪڇي، ڍاٽڪي، مارواڙي ،ڪانياواڙي ٻولين ۽ اُن کان بہ اڳ سنسڪرت ٻوليءَ جا لفظ آهن ۽ انهن اُچارن ۽ صورتخطيءَ کي هروڀرو سنڌي ٻوليءَ ۾ ٺنبڻ ۽ مڙهڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي. سڄاڻ ماڻهو پنهنجي ٻوليءَ جي ادبي سرمائي کي ڪڏهن بہ ائين بي درديءَ سان تباهہ ٿيڻ نہ ڏيندا آهن.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جي بگاڙيل ٻوليءَ لاءِ هتي ڀيرومل مهرچند آڏواڻيءَ جي ڪتاب ”سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ“ مان انهن لفظن جو سنڌ جي ڀين علائقن لهجن ۽ سنسڪرت سان ويجهڙائي ثابت ڪرڻ لاءِ هڪ حوالو ڏجي ٿو: (ص:142)، ”ڏيپلي تعلقي جا ميمڻ اصل نٿي ننگر ۾ رهندا هئا ۽ سوڍن جي صاحبي ۾ هن پاسي (لاڙ) اچي رهيا. لاڙ جي ماڻهن وانگر ”هہ“ جو اُچار ڪونہ ڪن. ”ر“ ۽ ”ڙ“ جي تفاوت جي بہ گهڻي سُڌ ڪانہ پوندي اٿن. تنهن ڪري جهڙو، تهڙو ۽ ڪهڙو بدران چون ”جيرو“، ”ڪيرو“، ٿر جا هندو، مينگهواڙ ۽ ٻيا ”هائو“ بدران اڪثر چون ”هوئي“، ڏيپلي جي ميمڻ کي ”هہ“ اڪثر ڪونہ اچي، تنهن ڪري ”هائو“ لفظ ڪونہ چون پر نڙيءَ مان ٿورو ڪنجهارو جهڙو آواز (اَن) ڪندا آهن. ٿر جا ڪتري، لهاڻا، مينگهواڙ وغيره ”منڊي“، بدران ”منڊري“ پُٽ بدران ”پُتر“ ۽ ”ڪيٽ“ جي بدران ”ڪيتر“ چوندا آهن. جنهن ڪري چئبو تہ سندن اچار سنسڪرت کي گهڻو ويجها آهن.“

هن حوالي کان علاوه ڀيرو مل مهر چند آڏواڻي ساڳئي ڪتاب جي صفحي: 156 تي لاسي جون علحديون ڳالهيون“ عنوان هيٺ لکي ٿو تہ:..... ”منڊي“ بدران پاڻ چون ”منڍي“، اهڙيءَ طرح ”ٽ“ بدران ”ڇ“ چون ٽا پر ”ڇ“ بدران چون ”تو“، اهي ڳالهيون ڳڻي چئبو تہ ٻوليءَ جو اصلوڪو ۽ سچو پچو خزانو اِهي نج سنڌي لفظ آهن. ڪي سنڌي لفظ ٻين ڏيهي

ٻولين ۾ بہ عام آهن، پر اسان جا اچارئي علحده انهن اُچارن مان پريا ن
ئي پروڙي سگهبو آهي، تہ اها آهي اسان جي مادري زبان....“ (ص:171)
هن ڳالهہ کي وڌائيندي ڪتاب جي صفحي: 202 تي ڀيرومل مهر چند
آڏواڻي لکي ٿو تہ: ”ٽ، ٺ، ڊ، ڍ، مغزجي اُچاروارا اکر آهن. انهن ۾ ٽورو“ر“
جو اچارسمايل آهي، حقيقت ۾ ٻٽا اکر آهن. جهڙوڪ سنسڪرت ”تامر“-
”ٽامون“، ”پتر“- ”پٽ“، ”متر“- ”مٽ“ ۽ ”چتر)- ”چٽ“، ائين ٽورين حالتن
۾ ”ت“ ۽ ”ر“ ملي ”ٽ“ ٿيا آهن. ”جنتر“- ”جنڊ“ ۽ ”منتر“- ”منڊ“، ائين
ٽورين حالتن ۾ ”ت“ ۽”ر“ ملي ”ڊ“ ٿيا آهن. نہ تہ عام طرح ”د“ ۽ ”ر“ ملي
”ڊ“ ٿين ٿا. جهڙوڪ ”ڊيگهہ“- ”ڊگهو“، ”سمندر“- ”سمنڊ“ ۽ ”اندرلٺ“-
”انڊلٺ“...

## لطيفي عشق سان سرشار........



سليم پيٿو سان جيتوڻيڪ منهنجو ڪو گهڻو پراڻو تعلق ڪونهي پر ٿورڙي وقت ۾ ساڻس جيڪا ويجهڙائي ٿي وئي آهي ان جو وڏو سبب سندس لطيف سائينءَ سان عشق آهي. ها! لطيف سائينءَ سان سندس عشق تمام وڏو حوالو ۽ سڃاڻپ آهي. اهو ئي سبب آهي جو سندس لکڻ جو محور لطيف سائين جو فڪر آهي. هو انهيءَ عشق ڪانسواءِ پاڻ کي نامڪمل ٿو سمجهي. منهنجي نظر ۾ سليم پيٿو لطيفي اهڙو تخليقڪار آهي، جيڪو پنهنجي نالي سان گڏ ڪي اعزاز ڳنڍڻ بجاءِ سچ کي سچ ۽ ڪوڙ کي ڪوڙ ثابت ڪرڻ لاءِ مسلسل جاکوڙ ۾ رهيو آهي. سليم پيٿو لطيفي سنڌي سماج جي سهيوڳي سوچن، احساسن، اُمنگن، تجربن، مشاهدن، اميدن ۽ امڪانن جو ترجمان آهي. هو سنڌي قوم جو هڪ اهڙو فرد آهي جيڪو پنهنجو قومي ۽ ثقافتي تشخص ڪڏهن ۽ ڪنهن به قيمت تي وڃائڻ لاءِ تيار ناهي. سندس هر سوچ ۽ عمل جي پس منظر ۾ فقط سنڌ جي تاريخي تسلسل جي سٺي نموني جاري رهڻ جون تمنائون آهن. پر گڏوگڏ شين، حالتن ۽ واقعن کي منطقي نموني ڏسندي هن جي سڀ کان وڏي ڪمٽمينٽ انسان دوستيءَ سان پڻ آهي.

سليم پيٿو جي هر لکڻيءَ ۾ احساسن جو مَدُ اوتيل آهي، هو پنهنجن جذبن ۽ خيالن جو اظهار انتهائي گهرائي، چٽائي ۽ بي ڊپائي سان ڪري ٿو. هو اها ڳالهه قطعي نٿو سوچي ته سندس اختيار ڪيل موقف لاءِ ٻيا ڇا ٿا سوچين. هو منافقت کان پري پچندڙ ۽ لطيفي عشق سان سرشار منفرد ليکڪ آهي، سندس محنت تعريف جوڳي آهي. هو هن وقت تائين 18 ڪتاب لکي چڪو آهي. جن ۾ شاهه جي شاعري جو جديد فڪر، لطيفي لات جا ڏات ڏٺي، Shah Abdul Latif A Star just befor the Dawn, "Horizons of shah Abdul Latif's poetry"، شاهه جي سرن جو سچ، حقيقت هن حال جي (چار حصا)، لات جا لطيف جي، اسان جو شاهه لطيف 5 حصا، ههڙا سيڻ سڏير، قدر ڪيميا ان جو، شاهه جو رسالو (نوان لڏل بيت) جي سهيڙپ ۽ زير نظر ڪتاب شامل آهن. سليم پيٿو لطيفي شاهه سائينءَ جي حوالي سان جيڪو به ڪم ڪيو آهي، اُن ۾ سندس نه ته ڪو انفرادي مفاد آهي ۽ نه ئي نالي جي بُک. هن جيڪو ڪم ڪيو آهي اهو محبت جي رنگ ۾ ڪيو آهي. هو شاهه سائينءَ سان انتها درجي جي عقيدت رکي ٿو، جنهن کي لفظن جي ساهميءَ ۾ توري نٿو سگهجي. سليم پيٿو لطيفي پنهنجي هڙان وڙان جيڪو پيار جو پورهيو ڪيو آهي اُهو لک لهڻي. سندس اها محنت ڪڏهن به رائيگان نه ويندي. ڪيس جس ڏيندي اها اميد ڪجي ٿي ته لطيف سائينءَ جي حوالي سان سندس اها جاکوڙ اڳ کان اڳري رهندي.

– مرتضيٰ سيال

چيڪل شاهه جي رسالي جو تحقيقي ۽ تنقيدي اڀياس

سليم پيٿو لطيفي

# پڙھندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙھندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙھندَڙ، ڪَڙھندڙ، ڪُڙھندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَھندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگھجي ٿو، پَر اسان اِنھن سيني وِچان ”پڙھندڙ“ نسل جا ڳولائو آھيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناھي ورھائڻ جي وسيلي پڙھندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجھَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻجاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ون ون کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)

**پڙهندڙ نَسُل . پ نَ The Reading Generation**